# لاڙ جا ماڳ مڪان

مصنف

**محمد سومار شيخ**



**سنڌي ادبي بورڊ**

ڄامشورو، سنڌ

2019ع

چاپو پهريون　　نومبر 2006ع　　تعداد هڪ هزار

**چاپو ٻيو　　نومبر 2019ع　　تعداد هڪ هزار**



**قيمت: ٽي سؤ چاليهه رپيا**

**(Price: 340-00)**



خريداري لاءِ رابطو:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**

**تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ**

**(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)**

**Email: sindhiab@yahoo.com**

**www. Sindhiadabiboard.org**

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ۾ خضر خان وڳهيو، مئنيجر پرنٽنگ پريس ڇپيو ۽ بورڊ جي سيڪريٽري سيد سڪندر علي شاهه ان کي شايع ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

جهڙي طرح سنڌ جو وجود قديم آهي، بلڪل اهڙي ريت سنڌ جي لاڙ واري ڀاڱي جي تاريخ بہ تمام قديم آهي. لاڙ سنڌو سڀيتا جو هڪ ڀاڱو رهيو آهي، پر ان جي حيثيت هڪ اهم ۽ مرڪزي علائقي جهڙي رهي آهي ۽ اُها سموري تاريخ سنڌ جي قديم ماڳن ۽ مڪانن ۾ دفن ٿيل آهي.

لاڙ جي قديم ماڳن تي ٿيل تحقيق مان معلوم ٿئي ٿو تہ، هن علائقي تي هخامنشي سلطنت، سڪندر اعظم، موريا حڪمران، يوناني باختري حڪمران، سٿين حڪمران، پارٿين حڪمران، ڪشن حڪمران، ساساني حڪمران، وهليڪا خاندان، راءِ گهراڻو، برهمڻ گهراڻو، عرب دور سميت هبارين، سومرن، ارغونن، ترخانن، ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن حڪمراني ڪئي.

هيءُ ڪتاب "لاڙ جا ماڳ ۽ مڪان" محترم محمد سومار شيخ صاحب جي ٻن مضمونن: "ماڻڪاڻي ميرن جي تخت گاهہ: ڪيٽين جو ڪوٽ" ۽ "ڳنڍي ڏوري" جي احوال تي ٻَڌل آهي. لاڙ جي وسيع تاريخي، سماجي ۽ ثقافتي پس منظر تي روشني وجهڻ لاءِ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي صاحب جي رهبريءَ ۾ مقدمو عبدالحفيظ

قريشيءَ تيار ڪيو. جڏهن تہ نظرثاني وارو ڪم ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي صاحب ڪيو آهي. جنهن جي پڙهڻ سان لاڙ جي تاريخ، لاڙ جي ماڳن، مڪانن ۽ قديم لوڪن جي ڪرشماتي ڪردارن تي پڻ روشني پوي ٿي.

سنڌ جي لاڙ واري ڀاڱي جي تاريخ تي مشتمل هِن ڪتاب جي اهميت کي مدنظر رکندي، بورڊ طرفان سال 2006ع ۾ شايع ڪري منظرعام تي آندو ويو، جنهن لاءِ پڙهندڙ وٽان سٺي موٽ ملي. هاڻي بورڊ طرفان هِن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو اَڄ ماناءَتي چيئرمين جناب مخدوم سعيد الزمان ’عاطف‘ صاحب جن جي رهنمائيءَ ۾ شايع ڪري سُرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان.

اميد آهي تہ، اسان جو هيءُ پورهيو تاريخ سان دلچسپي رکندڙن وٽ مانُ لهندو.

13- ربيع الاول 1441هہ
11- نومبر 2019ع

سيد سڪندر علي شاهہ
سيڪريٽري

# فهرست



## پاڳو پهريون

باب پهريون:



باب ٻيون:



باب ٽيون:

## پاڳو ڀيون

## ڳڻي جو ڍورو

باب پهريون:



باب ٻيون:

باب ٽيون:

## ڳڻائي شاعر ۽ اديب



باب چوٿون:

## ڳڻي جا آثار



## ڳڻي جي دوري سان وابسته نيم تاريخي ڳالهيون

## نقشا





# ارداس

اسان جي پياريءَ سنڌ جو ذرو ذرو هڪ اڻ ڪٿنڊڙ داستان آهي، هنڌ هنڌ تاريخ جو آستان آهي، پر ڪو وينجهار هجي، جو هن خاڪ جي ذري ذري کي ويهي پروڙي ۽ ويهي اُتي جي تاريخ کي پنهنجي قلم سان لکي. پر آءٌ سمجهان ٿو، ته اها هڪ ڄڻي جي وس جي ڳالهه نه آهي. سڀ سنڌي جڏهن پنهنجي گهر گهر جي تاريخ لکندا ۽ پنهنجي اوسي پاسي جا داستان لکندا، تڏهن به ڪانه ڪا ڳالهه ضرور رهجي ويندي. دراصل اُها هر هنڌان لکيل تاريخ ئي، اڳتي هلي سنڌ جي سچيءَ تاريخ جي سهيڙ لاءِ مواد مهيا ڪندي. انهيءَ تاريخ جي ايڊٽنگ لاءِ محققن جو وڏو بورڊ ڪم ڪندو، تڏهن وڃي سنڌ جي تاريخ مڪمل ٿيندي، نه ته هھڙي قديم ۽ گمنام ملڪ جي تاريخ ڪڏهن به مڪمل لکجي نه سگهندي.

سنڌ... امڙ سنڌ... اسان کان اِهو طلبي ٿي ته، اسين آرس ڇڏي، اوڳائي ڦٽي ڪري، رات ڏينهن هڪ ڪري، پنهنجي تاريخ لکي پڌري ڪريون. انهيءَ ڳالهه کي اڳيان رکي، مون هي جهڙو تهڙو تحفو اوهان اڳيان پيش ڪيو آهي. هن تذڪري ”لاڙ جا ماڳ ۽ مڪان“ ۾ اڻ پوريءَ طرح ڪيٽين جي ڪوٽ ۽ ماٽڪاٽي ميرن جي ڇُر پُر سان گڏ ڳني جي ڍوري جو ذڪر ڪيو اٿم. اوهان اڳيان آءٌ هڪ قديم ڍوري جو مختصر خاڪو پيش ڪري رهيو آهيان، جنهن تي جيڪڏهن سهي سنبري ويهجي، ته هوند اهڙا سوٽا صفحا به ڪر تورا ٿين، پر ”تورو تيئن منو“ تي عمل ڪندي جو ماسو مال مليو آهي، سو مون تاريخ ۽ اتهاس جي پوڄاريءَ لاءِ گهٽو آهي. هن خاڪي ۾ جيڪڏهن ڪو رنگارنگي پيدا ڪندو، ته ڪنهن تي تورو ڪونه ڪندو، پر اِهو تورو ۽ احسان هن جو تاريخ، اتهاس سان گڏ امڙ سنڌ تي پڻ ٿيندو. مون هيءُ پيار جو پورهيو ڪيو آهي، قدردان اُميد ته خلوص جو قدر سڃاڻندا.

هن ڪتاب جي مواد لاءِ مون کي ڪيترن جهونن جوڳين ۽ بزرگن سان روح رهاڻيون ڪرڻيون پيون. ڪيترن دڙن، اوليائن ۽ اڪابرن جي ماڳن تي سلامي ڏيڻي پئي. ڪٿي ڪٿي، ته سڄيون راتين جون راتيون ۽ ڏينهن جا ڏينهن به ويهڻو پيو. ڳني ڍوري جي وهڪري کان وٺي ويندي ڇوڙ تائين، ڍوري جو پيٽ وٺي هلڻو به پيم. انهيءَ محنت ۽ تڪليف جو اُجورو جڏهن هن ڪتاب ۾ لکي اوهان اڳيان پيش پيو ڪريان، تڏهن خوشيءَ جي انتها ٿو سمجهان ۽ پنهنجن

انهن تڪليفن ۽ ڏکن ڪي وساري ڇڏيان ٿو. جيڪي بُـڌايل ڊوري جي ڦيري ڪرڻ مهل مون کي سهڻا پيا هئا.

منهنجي مُلڪ جا واهه، نديون ۽ ڊورا - پراڻيءَ تاريخ جا رستا آهن. انهن جا پيچرا وني پنڌ ڪبو ته، سنڌ جي تاريخ ذري ذري تي ملندي رهندي. جيڪڏهن امڙ سنڌ جو اتهاس گڏ ڪرڻو آهي، ته بين ڳالهين کي ڇڏي پاڻيءَ جي وهڪرن جي وات وٺڻي پوندي. منهنجي هيءَ وات پڻ مادرِ وطن سنڌ جي تاريخ لاءِ هڪ اَڪـِي (اڻ- لکي) ڪوشش آهي، اِهو ڳنو ڊورو، ريڻ درياءَ جي هڪ ڇاڙ آهي، انهيءَ شاخ جي بيان حاصل ڪرڻ جو، مون جيڪو به جتن ڪيو، سو اڳتي جو مواد اوهان کي آگاهه ڪندو. انهيءَ باري ۾ آءٌ ڪجهه به نه چوندس. باقي ايترو سو ضرور چوندس، ته اهڙي ڪوشش جي سوءَ سال اڳ ڪجي ها، ته هن ڪان وڏيڪ صحت مند ۽ تاريخ سان لبريز ذڪر ملي ها. پر اِهو به يقين آهي، ته هن کان پوءِ ڪو انهيءَ ڊوري تي جي تحقيق ڪندو، ته اُن کي ايترو مواد ڪونه ملندو، جيترو مون کي مليو آهي. ڇو ته، پوڙها بزرگ وجن لڏيندا پوين کي پراڻين ڳالهين سان بنهه گهٽ دلچسپي آهي. تنهن ڪري ائين ڇئي سگهجي ٿو، ته هي ئي مناسب وقت هو، جو اهڙو ذڪر قلم جي حوالي ڪجي، نه ته اُهي تاريخي يا نيم تاريخي ڳالهيون، آثار ۽ اهڃاڻ آهستي آهستي ختم ٿي وڃن ها. يا ڳ پڙايم، جو اِهو سدورو ڪم هٿ ۾ ڪنيم.

مون کي سُڌ آهي، ته مون ڪئين خطائون ڪاڏيون آهن، ڪئين بيان ڇڏي ڏنا آهن. پر اها پڪ سمجهو ته مون بـُـڌايل بيان ڇاڻي ڇجهي ڪونه ڇڏيا آهن، مون پوڇاري کي ته جو به ماسو مال مليو آهي، ته اُن ذري به مون کي پـُـر ڪيو آهي. انهيءَ حاصلات کان پوءِ به آءٌ اُڃ پيو محسوس ڪريان، پر تنهن هوندي به جيسين رتو راس ٿئي، تيسين پڳيءَ سان پيريو اٿم. مون کي اُميد آهي ته، منهنجو هيءُ پيار جو پورهيو قبول پوندو ۽ اوهان دانائن کان مون کي داد ڏياريندو. اُميد آهي، ته آءٌ پارکن وٽ کري جي نظر سان پرکيو ويندس.

سنڌي ادب جو فدائي

**محمد سومار الله بچايو شيخ**

پير عالي شاهه جو ڪوٽ،

بدين - سنڌ

9- مارچ 1968ع

# مقدمو

سنڌ جي انهيءَ ڀاڱي، جنهن کي لاڙ ڪري سڏيو ويندو آهي. ان جي تاريخ ايتري قديم آهي، جيتري سنڌ ڌرتيءَ جي تاريخ. سنڌ جي اها سموري تاريخ انهيءَ عظيم سنڌ جي قديم ماڳن ۽ مڪانن ۾ دفن ٿيل آهي، جنهن جي شهنشاهيت جي پکيڙ ڏهه لک چورس ميلن تائين پکڙيل هئي.[1] لاڙ انهيءَ عظيم سنڌو سڀيتا جو رڳو هڪ ڀاڱو رهيو آهي، پر ان جي حيثيت هڪ اهم علائقي جهڙي رهي آهي.

لاڙ جي ڪل ايراضي ٻارنهن هزار پنج سو اٺانوي چورس ميل آهي.[2] لاڙ جي ايراضي گنجي ٽڪر جي ڏاکڻي چيڙي کان شروع ٿئي ٿي ۽ بدين ضلعي جي پراڻ درياءَ جي اورئين پر تائين سڄو بدين ضلعو، ٽنڊو محمد خان ضلعو ۽ ٺٽو ضلعو ان ايراضي ۾ شامل آهن[3]. جڏهن ته سن 1998ع جي آدم شماري موجب لاڙ جي ڪُل آبادي چويهه لک ٻاهتر هزار، ٽي سؤ اٺٽيهه (26,72,329) آهي.[4]

پيٿاوالا لکي ٿو ته: "لاڙ، ايشيا ۽ يورپ جي واپاري منڊي هو."

سنڌو تهذيب انهيءَ لاڙ واري علائقي جي سامونڊي ڪنارن کان نڪري ٻين ڪنڌن تائين پهتي. سنڌي ملاح، وڻجارا ۽ پڻي لوڪ ڏيساورن کان مال آڻيندا ۽ سنڌ جو طرح طرح جو ڪپڙو، خوشبو، اگر، مسالا، چمڙي جو سامان ۽ ٻيو وکر پرڏيهه نيندا هئا.

لاڙ جي تاريخ سماج ۽ ثقافت جوجيڪو ذڪر عالمن ۽ محققن ڪيو آهي، سو تمام دلچسپ ۽ اُتساهيندڙ آهي.

ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي ڪتاب "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" ۾ حوالن سان لکي ٿو ته:[5]

1. لاڙ جي زمين، پنهنجي مشهور شهرن، شاهوڪار بندرن، زرخيزي ۽ شادابيءَ ڪري، هڪ بين الاقوامي مرڪز رهي آهي، ۽ "آثار قديمه" جي ماهرن

---

[1] "Dawn and Devolution of the Indus civilization" By: S.R Rao and "100 seals of Moen-jo-Daro" By: Shankar Mukeshi Ponekar.

[2] 'سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ' از: ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي، سال 1956 ص. 121. سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو

[3] Pithawala M.B, 'Physical and Economic Geography of Sindh', Sindhi Adabi Board, Jamshoro, 1959. P. 357.

[4] 'Provincial Census Report 1998', Bureau of statistics and population Census organization Government of Pakistan, May 2000 - Islamabad.

[5] "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ"، خواجه غلام علي الانا، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سال 1977ع.

اهو ثابت ڪيو آهي، تہ عربن جي حملي کان اڳ هن خطي کي ايرانين، ستين ۽ پارٿين پنهنجي زير اثر ڪيو هو[1] . تاريخ مان معلوم ٿو ٿئي تہ 516 ق.م ۾ ايران جو حاڪم دارا اعظم (پهريون) سنڌونديءَ جي ڇوڙ تائين ڪاهي آيو هو ۽ هيءُ خطو پنهنجي تابع ڪيو هئائين[2].

### 2. سڪندر جي ڪاهہ:

ايرانين کان پوءِ 325 ق. م، "سڪندر اعظم" ننڍي کنڌ تي ڪاهي آيو، ۽ سوات کان پنجاب ۾ پهچي، "راجا پورس" کي شڪست ڏيئي، ملتان کان ٿيندو، سنڌو نديءَ ذريعي لاڙ جي مرڪزي شهر پٽالا ۾ وارد ٿيو [3]. اُن وقت اُتي جو حاڪم "موئرس" (Moeris) هو[4] ، جنهن آڻ مڃي. سڪندر اعظم پوءِ حڪومت سندس حوالي ڪري، اڳتي وڌيو، ۽ "مينا نگر" جي يادوونسي راجا، "سامبس"، کي شڪست ڏيئي، لشڪر نيارڪس (Nearchus) جي اڳواڻيءَ هيٺ مڪران ڏانهن روانو ڪرڻ لاءِ سنڌ ڇڏي[5] ، حب ندي ٽپي روانو ٿي ويو.[6] واپس ويندي هن "بابل" ۾ وفات ڪئي[7] .

### 3. باختري يونانين جو حملو:

سنہ 180 ق. م ۾ بختر قوم جا يوناني حاڪم، لاڙ تي ڪاهي آيا [8] ۽ "دميستريئس" نالي هڪ شهزادي "پٽالا" (لاڙ) تي اچي قبضو ڪيو[9] .

### 4. ستين جون ڪاهون:

عيسوي سن کان 70 سال اڳ، "ساڪ" يا "ستين" قوم جي ماڻهن، بولان لڪ واري رستي، سنڌ تي حملو ڪيو[10] ۽ سنڌ ۾ ڪپ ڪوڙي ويهي رهيا. لاڙ

---

(1) Khan, F.A , 'Report of the Department of Archaeology'. "Daily Dawn", Pakistan Day supplement Number, 23 March, 1959, P.3.
(2) "Encyclopaedia of Brittanica", Vol: VII, P. 59.
(3) Haig, M. R "Indus Delta Country", Kegan Paul, London, 1894, PP. 8,18-20. Also see: Rapson, E.J., "The Cambridge History of India", Vol: I, chand & Co, Fountain, Delhi, 1950, P. 339.
(4) Aikten, E.H, "Gazzetteer of the Province of Sindh", Op; Cit;, P. 86.
(5) Haig, M.R, Op. Cit., PP. 29 & 31.
Also See: Smith, V.A., "The Oxford History of India", Oxford, 1920, P. 85.
(6) See Ref: 5.
(7) Rapson, E.J., Op. Cit., P. 341.
(8) Haig, M.R., Op. Cit., P. 294.
(9) Ibid, P. 24.
(10) Rapson, E.J., Op. Cit., P. 509.

واري خطي ۾ تہ ايتريقدر زور هئا. جو انهيءَ حصي تي "اندوستيا" نالو پئجي ويو[1] . پنيپور جي کوٽائيءَ (1960ع) مان هُن (Hun) قوم جي قيام جا نشان لڌا آهن[2]. هنن کان پوءِ "پارٿين" قومون ڪاهي آيون[3]، جن "اندو ستيا" ۾ اچي پنهجو ڏاڪو ڄمايو[4]. "پارٿين" جا بہ پنيپور مان اهڙا نشان لڌا آهن[5].

### 5. ڪشن گهراڻي جي حڪومت[6]:

هن گهراڻي جا حاڪم ٻڌ ڌرم جا پوءِ لڳ هئا[7]. هن مذهب جو بنياد عيسوي سن کان ڇهہ صديون اڳ پيو هو[8]. هيءَ مذهب هوريان هوريان سنڌ تائين پکڙجي ويو، ۽ راءِ گهراڻي جي حڪومت تائين سنڌ ۾ سرڪاري مذهب تي رهيو[9]. راءِ گهراڻي جي حڪومت کان اڳ، ڪشن گهراڻي جي حاڪم، "راجا ڪنشڪ" جي ڏينهن ۾، هڪ صدي عيسويءَ ڌاري، ٻڌ مذهب جو لاڙ ۾ زور هو[10]. راجا ڪنشڪ جي ڏينهن ۾، "سڌيرڻ جو ٿل" نهيو[11]، ازانسواءِ "ٻڌڪن جا ٿڪر"[12]، "ماجيراءِ جي ماڙي" (ڪافر ڪوٽ) بہ هن حاڪم جي ڏينهن جا يادگار آهن[13].

### 6. راءِ گهراڻي جي حڪومت:

هن گهراڻي جي پنجن حاڪمن، عيسوي ستينءَ صديءَ جي شروعات (622ع) تائين، حڪومت ڪئي[14]، انهن حاڪمن جا نالا هي آهن: راءِ ديوائج، راءِ سهيرس پهريون، راءِ ساهسي پهريون، راءِ سهيرس ٻيو ۽

---

(1) Rapson, E.J.O.P. P. C.T P. 512, also See: Haig, M.R., Op. C.T p 25.

(2) han, F.A., Bhambaro Excavations, Op. Cit., P. 3.

(3) Rapson, E.J., Op. Cit., P. 512.

(4) Ibid, Also see: Smith V.A. "The Early History of India" Oxford, 1914. P. 231.

(5) See reference 6.

(6) Rapson: E.J., Op. Cit., P. 524.

(7) Cousens, H., "Antiquities of Sindh, "Central Publication Branch, Calcutta, 1929, P. 102.

(8) مير علي شير قانع:- "تحفة الڪرام"، ص 9.

(9) Cousens, H., Op. Cit., P. 102.

(10) Ibid, P. 102.

(11) Ibid., P. 102.

(12) Ibid., P. 108.

(13) Smith: J.W., Op. Cit., P. 54.

(14) مير علي شير قانع: "تحفة الڪرام". 1957ع، ص ص 9 ۽ 10.

راءِ ساهسي بيو[1]. هن گهراڻي جي حڪومت جون حدون اتر طرف ڪشمير تائين اوڀر طرف قنوج تائين، اولهه طرف ڪيڪانان تائين ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ جي ڪناري ديبل بندر تائين ۽ ڏکڻ اوڀر طرف سورت بندر تائين پکڙيل هيون[2].

**7. برهمڻ گهراڻو:**

راءِ گهراڻي جي پوئين حاڪم جي وفات ڪان پوءِ ۽ راڻي سونهن ديويءَ جي مدد سان 632ع ۾ سندس وزير "چچ" حڪمراني جي تخت تي ويٺو ۽ برهمڻ گهراڻي جي راڄ جو پايو وڌائين[3].

**(الف) عربن جون سنڌ تي شروعاتي ڪاهون:**

سنه 15 هجري 632ع ۾ حضرت عمر رضه جي دور خلافت ۾، عثمان بن ابي العاص ثقفيءَ کي "بحرين" ۽ "عمان" تي حملي ڪرڻ لاءِ لشڪر سان موڪليو ويو[4]. هو لشڪر وٺي عمان روانو ٿيو ۽ جنگي ٻيڙا درياءَ رستي، "مغيره بن ابي العاص" جي سرداريءَ هيٺ بحرين موڪليائين، انهيءَ لاءِ ته هو انهيءَ رستي کان ديبل روانا ٿين[5]. راجا چچ بن سيلائج جي طرفان، "سامه بن ديوائج" ديبل جو حاڪم هو[6]. اسلامي لشڪر جڏهن ديبل وٽ پهتو، تڏهن ديبل وارن ٻاهر نڪري لڙائي شروع ڪئي. هن جنگ ۾ "مغيره بن ابي العاص" شهيد ٿي ويو [7]. عربن جو سنڌ تي اهو سڀ ڪان پهريون حملو هو. ان ڪان پوءِ به عربن جا سنڌ تي چوڏهن حملا ٿيا آهن. جن جو مختصر احوال تعصل مولوي نور محمد نظاماڻي "تاريخ سنڌ" ۾ ڏنو آهي. آخري حملو 712ع ۾ محمد بن قاسم ڪيو[8].

تاريخدان ڊاڪٽر سرفراز ڀٽي پنهنجي مقالي "بدين ضلعي جي قديم آثارن جو مختصر جائزو" ۾ لکي ٿو، ته: لاڙ جي تاريخ، قديم دڙن، پٿر جي ٻتن، پٿر جي اُڪيريل چٽسالي وارن ورن ۽ راوين جي سينن ۾ سانديل آهي. اڄ دڙا زمين

---

[1] مير علي شيخ قانع "تحفة الڪرام"، ص ص 9 ۽ 10.
[2] مير علي شير قانع: "تحفة الڪرام"، 1957ع، ص 9.
[3] علي ڪوفي: "چچ نامو"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1954ع، ص ص 27، 28 ۽ 30.
[4] ايضاً، ص 98.
[5] ايضاً، ص 98.
[6] ايضاً، ص 98.
[7] ايضاً، ص 98.
[8] مولوي نور محمد نظاماڻي، "تاريخ سنڌ - ياڳو پهريون"، ص.ص 99 - 116، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سال 1988ع.

دوز ٿيندا پيا وڃن. تاريخ جي ورقن کي سيني ۾ سانديندڙ پوڙها موڪلائيندا پيا وڃن. اڄ بہ لاڙ جي قديم دڙن جي کوٽائي ٿئي تہ هتان، سنڌ جي تمام اڳاٽين حڪومتن، جهڙوڪ: هخامنشي سلطنت (519 - 450 ق.م)، سڪندر اعظم (325 ق.م)، موريا حڪمرانن (324 - 187 ق.م)، يوناني باختري (184 - 70 ق.م) سٿين (70 ق.م - 46ع)، پارٿي خاندان (46 - 78ع)، ڪشن حڪمران (62 - 283ع)، ساساني حڪمران (176 - 367ع)، وهليڪا خاندان (367 - 470ع)، راءِ گهراڻو (499 - 641ع)، برهمڻ گهراڻو (642 - 712ع) وينديءَ عرب دور جا اهڃاڻ ملي سگهن ٿا. سنڌ جي تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت جي سلسلن جون ڪيتريون وڃايل ڪڙيون ۽ ثبوت هٿ اچي سگهن ٿا.

سنڌ تي 324 ق.م کان 187 ق.م تائين موريا گهراڻي جي حڪومت رهي آهي. انهيءَ دور جا اهڃاڻ بدين ويجهو هڪ دڙي مان مليا آهن. جنهن کي ”مگرين جو دڙو“ ڪوٺيو وڃي ٿو. اُتان چندر گپت موريا جو هڪ مجسمو مليو آهي. انهيءَ کان پوءِ تاريخ جي اتهاس ۾ راءِ گهراڻي جي حڪمران راءِ سهاسي (ثاني) جو هتان جي ملاحن، جتن ۽ لوهاڻن وڏو آڌر ڀاءُ ڪيو. انهيءَ جو ذڪر ملي ٿو. تنهن کان پوءِ برهمڻ گهراڻي سن 632ع کان 712ع تائين هن علائقي تي حڪومت ڪئي، انهيءَ جي ثابتي ”ڪورائي واري دڙي“ مان ملي ٿي. ان جي اتر ۾ اٽڪل ڇئن ميلن جي فاصلي تي هڪ قنل شهر جا آثار مليا آهن، جنهن کي مقامي ماڻهو برهمڻ آباد جو قنل شهر چون ٿا.

ڊاڪٽر سرفراز ٻٽي صاحب پنهنجي مقالي: ”بدين ضلعي جي قديم آثارن جو مختصر تاريخي جائزو“ ۾ مختلف تاريخدانن جا حوالا ڏيندي لکي ٿو تہ ”بدين جو شهر، هن موجوده شهر کان ڪجهہ فاصلي تي ڏکڻ طرف سمنڊ جي ڪناري جي قريب هو، پر زلزلن ڪري سمنڊ ڪافي پري هٽي ويو آهي[1]. بديٺي نالي هڪ ملاح تان اهو نالو پيو آهي. تاريخدان ۽ ڀون وگيان (Geology) جا ڄاڻو ۽ عالم انهيءَ سمنڊ جي قريب هجڻ جي تصديق ڪن ٿا تہ پوءِ اهو اندازو غلط نہ ٿيندو تہ اهو ڳوٺ هتان جي ملاحن جو آباد ڪيل هو، جن جو عربي سمنڊ تي قبضو هو، جن لاءِ عربن ”ميد“ لفظ استعمال ڪيو آهي. بديٺو ڪو ملاحن جو وڏو هو. هيءُ ڪو مڙس منير

---

[1] Huges Buller: Imperial Gazetteer. 162.

تي گذريو آهي. انهيءَ جي نالي تي اهو شهر يا ڳوٺ قائم هو. سندس قوم سڪندر مقدونيءَ جي گماشتن کي بہ هن پٽ ۾ پير کوڙڻ ڪونہ ڏنا هئا. اهڙي قسم جي نالن رکڻ جو رواج سنڌ ۾ عام هو ۽ آهي مثلاً: پيراڻو، ڏگاڻو ۽ ملاڻو وغيره. انهيءَ کان سواءِ وڻن، ميون جا نالا پڻ رکيا ويندا هئا. اهڙي نموني سان بديڻو بہ هڪ ماڻهوءَ جو نالو آهي.

هيءُ شهر نئي کان گجرات ڏانهن ويندڙ رستي تي واقع هو. ڄام فيروز ۽ ڄام صلاح الدين جي وچ ۾ لڳل لڙائي جي ڪري هن کي تمام گهڻو نقصان پهتو. تنهن کان پوءِ سن 1519ع ۾ ارغونن نئي ۾ مغل روايتن موجب ڦر لٽ ۽ قتل عام ڪيو. اڃا اهي زخم پرپائي نہ هئا تہ سن 1556ع ۾ مرزا عيسيٰ ترخان جي زماني ۾ "پورچوگيزين" پيدروبئريٽو جي اڳواڻيءَ ۾ نئي ۾ ڦرلٽ ڪري سڄي شهر کي باهيون ڏئي اُجاڙي ڇڏيو. انهيءَ ڦرلٽ ۾ پورچوگيزن کي 20 لک پائونڊن جيترو سامان هٿ لڳو. اها ايشيا جي سڀ کان وڏي ڦر جي واردات هئي. تنهنڪري اتان جي معزز واپاري برادرين مثلاً: ميمڻن، سونارن ۽ ٻين سرنديءَ وارن نئي کي ڇڏي وڃي نوان شهر آباد ڪيا. تن شهرن ۾ بدين ۽ ڏيپلو وغيره بہ آهن. اهي شهر گجرات ڏانهن ويندڙ رستي کان هٽي تعمير ڪيا ويا آهن.

ول ڊيورانٽ لکي ٿو تہ "جتي جي زمين هموار، پاڻيءَ جي گهڻائي ۽ هوا معتدل هوندي آهي، اتي ئي تهذيبن جي واڌ ۽ ويجهہ ٿيندي آهي."[1] لاڙ جي زمين هموار ۽ هوا بہ نہ سخت گرم ۽ نہ سخت سرد آهي. پراڻ درياءَ ۽ ان جا ڦاٽ، يعني ساگرو درياءَ، جيڪو ٽنڊي باگي جي نزديڪ وهندو هو. پنيهل درياءَ ۽ ريڻ درياءَ تي بہ ڪيترائي شهر آباد هئا ۽ واپاري مرڪز پڻ هئا. آبپاشي جو نظام بهتر هو. جوڻ ۽ فتح باغ جو ذڪر، گل بدن بيگم، "همايون نامہ" ۾ ڪيو آهي.[2] جيڪي ريڻ درياءَ جي قريب هئا. نئي ڏانهن اچڻ، وڃڻ جو رستو بہ سمن جي دور حڪومت تائين هتان هو، جو مهدي جونپوري گجرات کان نئي ويندي هتان گذريو آهي ۽ ڪجهہ وقت لاءِ جهوڪ شريف ۾ ترسيو هو. ان کان پوءِ جهوڪ کي 'جهوڪ ميرانپور' جي نالي سان بہ سڏيو وڃي ٿو.[3]

---

(1) Will Durant: History of Civilization: (Chapter I Elements of civilization).
(2) Gul Badan Beghum: Hamayun Nama (Persian) P. 47.
(3) Cambridge History of India. Vol- I. Ch. XXIII & a.V. Smith: H, of India. P.58.

ايراني بادشاهه سائرس سنه 518 ق. م ۾ هيءُ ملڪ جمنا جي ڪناري تائين فتح ڪيو ۽ سنڌ ۾ قلعا ۽ ڪجهه شهر حملن جي بچاءَ لاءِ تعمير ڪرايا ۽ هتان جي ماڻهن کي سپاهي طور پنهنجي لشڪر ۾ڀرتي ڪري ساڻ وٺي ويو هو.[1] عبدالرزاق اصفهانيءَ تي شهر 'بهمن آباد' نالي انهيءَ وقت جا لکيا آهن. پهريون موجود برهمڻ آباد، منصوره جي قريب. ٻيو لاڙ ۾ باربيڪا بند، جيڪو قديم بدين جي اولهه ۾ آهي ۽ ٽيون مڪران جي قريب.[2]

محترم عطا محمد ڀنڀري جو چوڻ آهي تہ: بهمن آباد ۽ برهمڻ آباد رڳو اتفاقي نالن جي هڪجهڙائي آهي، اهي قلعا مقامي سنڌي حڪمران جا آهن، نڪي ايرانين جا جوڙايل آهن.

سڪندر اعظم سنڌ تي حملو سنہ 326 ق. م ۾ ڪيو. ٽيڪسيلا ۾ هخامنشي دؤر جو حاڪم "آمڀسي" بنا مقابلي جي حڪومت سڪندر اعظم جي حوالي ڪري فرار ٿي ويو. سڪندر سنہ 323 ق.م ۾ سيوهڻ سنڌ مان يونان لاءِ ويندي بابل ۾ بنا اولاد وفات ڪري ويو. سنہ 322 ق.م چندر گپت موريا پنهنجو موروثي ملڪ، راجانند کان فتح ڪيو ۽ ملڪ جون حدون هماليا کان نربدا نديءَ ۽ عربي سمنڊ تائين وڌايون. پنهنجي قابل وزير ۽ مشهور فيلسوف، صلاحڪار چانڪيا ڪوٽلي جي مشوري سان ملڪ جي بهتر انتظام لاءِ ملڪ کي صوبن ۾ ورهايو. هن سنڌ ۾ لاڙ جي خطي لاءِ حاڪم "بندوسار" کي مقرر ڪيو. جنهن کي تعميرات جو شوق هو. سڪندر اعظم جي مقرر ڪيل حاڪم "ڊيميٽريوس" بہ سنڌ ۾ ڪي شهر تعمير ڪرايا هئا. انهيءَ زماني ۾ لاڙ کي 'ساڪا ڊيپا' سڏيو ويندو هو. اهي شهر ۽ انهن جي ثقافت اڄ هت دڙن ۽ کنڊرن جي حالت ۾ موجود آهي.[3]

"مگرين جو دڙو" جيڪو ڪڙئي گنهور کان تقريباً ٻن ميلن جي فاصلي تي ڏکڻ طرف آهي. اتان موريا گهراڻي جي وقت جي مليل مورتيءَ جهڙي مورتي ٽيڪسيلا جي عجائب گهر ۾ پڻ موجود آهي. راجا نند جو يادگار، 'نند ڪوٽ' جي نالي سيراڻي کان ڏکڻ - اولهه طرف، پنجن ميلن جي فاصلي تي آثار قديمہ

---

[1] Abdul Razzaque: Tarikh Isphan P. 25.
[2] Sir John Marshall: A Guide to Texila. (Plate No.v).
[3] R. A. Society Ch.

ڪاتي جي انتظار ۾ آهي. ”ڪورئيءَ جو دڙو“. جيڪو اٽڪل پنجن يا ڇهن ميلن تي ڪڙئي گنهور ڪان آهي. اتان اَشوڪا جي زماني جا آثار مليا آهن، جن ۾ بت بہ آهن. جيئن تہ اَشوڪا جو تعلق ٻڌمت جي فرقي مهايانا سان هو. تنهن ڪري هن گوتم ٻڌ جون مورتيون يونانين ڪان ٺهرايون هيون. گنڌارا آرٽ ۽ يونانين جي نقاشي جي هنر ۾ ڪافي فرق آهي. اهو فرق ٽيڪسيلا جي عجائب گهر ۾ ڏسي سگهجي ٿو. يوناني سنگ تراشيءَ جا ماهر هئا. انهن جيڪي گوتم ٻڌ جون مورتيون ٺاهيون آهن، انهن گوتم ٻڌ جو نڪ سنهو ۽ نوڪدار ناهيو آهي ۽ چپ سنها ۽ خوبصورت، پر گنڌارا نقاشيءَ وارن انهيءَ طرف توجهہ نہ ڏنو آهي. جيڪا مورتي هتان ملي آهي سا يوناني نقاشيءَ جو نادر نمونو آهي. پلوٽارچ لکي ٿو تہ ”ڪنشڪ جو دؤر حڪومت ۾ راجستان ۽ سنڌ جي لاڙ واري علائقي کي سنتراب يعني صوبو سڏيو ويندو هو. هن خاندان جو مشهور بادشاهہ ”رورادمن“ سنہ 150 ق. م ۾ ٿي گذريو آهي. سندس وقت جا فرمان تختين ۽ پٿرن تي اڪريل جيڪي راجستان مان مليا آهن، سي هتي بہ ان وقت جي دڙن ۾ ڪٿي دفن هوندا ۽ وقت جي انتظار ۾ آهن.[1] بدين ضلعي ۾ هڪ رڙيءَ جو دڙو بہ آهي جيڪو اجا تائين قديم آثارن واري کاتي ڏانهن واجهائي رهيو آهي ان جي قدامت هڪ نشان بڻيل آهي. انهي ٻيلي جو احوال عباسي دؤر خلافت ۾ ملي ٿو. ابو ظفر ندوي لکي ٿو تہ ”ابو منصور عباسي خليفي جي وقت سنہ 142هہ ۾ سنڌ جو گورنر عمرو ابن حفص، ڪنيت ”هزار مرد“ هو. انهيءَ جي ڏينهن ۾ عبدالله بن محمد النفس ذڪي، زيديہ فرقي جي تبليغ لاءِ منصوره آيو جتان لاڙ پهتو ۽ ڪڇ بہ ويو. اتي جي راجا، هن جي نيڪ سيرت ۽ صورت ڏسي نہ صرف هن کي پناهہ ڏني پر ڌيءُ جو سڱ بہ کيس ڏنو[2]. جڏهن اها خبر خليفي کي بغداد ۾ پهتي، تہ هن ”هزار مرد“ کي عمان موڪلي سندس جاءِ تي هشام تغلبيءَ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ۽ حڪم ڪيو تہ عبدالله جي تحريڪ کي ختم ڪري ۽ عبدالله جو انت آندو وڃي. هشام انهيءَ ڪم لاءِ پنهنجي ڀاءُ سفاح کي مقرر ڪيو. سفاح، لاڙ ۾ رهي عبدالله جي هر چرپر تي نظر رکندو رهيو. هڪ ڏينهن جڏهن عبدالله پنهنجي ڏهن ساٿين سان ’رڙي‘ ٻيلي ۾ شڪار ڪري رهيو هو، تہ سفاح هن تي اوچتو حملو ڪيو، جنهن ۾

---

(1) Cambridge History of India Vol. I Ch. X V.

(2) Abu Zafar Nadvi, Tarikh Sindh: pp: 152-53.

عبدالله پنهنجي ساٿين سميت شهيد ٿي ويو. سندس آخري آرام گاهہ ۽ انهن بين شهيدن جي قبرن جي خبر نہ آهي، تہ ڪٿي آهن.

ڊاڪٽر سرفراز پٺي پنهنجي هڪ بئي مقالي: ”لاڙ جون بہ قومون جت ۽ ملاح“ ۾ تاريخ جي حوالن سان لکي ٿو تہ:[1]

هتي اڳاٽي دور جي لاڙ جي ڪڇهہ سنڌي قبيلن جو ذڪر ٽيڻ گهرجي، جن جو، يونان، ايران ۽ عرب ملڪن ۾ وڏو ڏهڪاءُ رهيو.

انهن قبيلن جو ذڪر عرب تاريخدانن، جاگرافي نويسن ۽ سياحن تمام زبردست نموني ڪيو آهي.

اهي سنڌ جا قديم قبيلا جت ۽ ملاح هئا ۽ آهن، جيڪي اڄ بہ سنڌ جي سامونڊي ڪنارن وارن علائقن ۾ آباد آهن. جت جنهن کي عربي زبان ۾ ”زَط“ چيو ويو آهي. ڪتاب ”لسان العرب“ ۾ لکيل آهي تہ:

جت هڪ ڪاري رنگ جي نج سنڌي قوم آهي، جيڪا قديم زماني کان ونني عرب علائقن ۾ وڏي تعداد ۾ آباد هئي. ڪن تاريخدانن تہ بلوچستان جي ماڻهن کي جت ڪري لکيو آهي. ”الزط جيل اسود من السند .... مَثل الزنجُ ولزنجي الرمُ والرُومي[2]

علامہ محمد طاهر لکي ٿو تہ:

”وَ همَ جنس من الاسَود من السنود والهنود“.[3]

”هي ڪاري رنگ جا سنڌي ۽ هندي جنس جا آهن.“

”و اما البلوص المذڪورون فيقال لهم في زماننا الجت“

[انهن بلوچن کي اسان جي زماني ۾ ”جت“ سڏيو ويندو آهي.]

قديم جاگرافي نويس ابن خردازبہ، سندن آبادي وارو علائقو، مڪران ۽ منصوره (سنڌ) جي وچ واري سوين ميلن وارو علائقو لکيو آهي. هو فهرج (ايران) کان سنڌ ڏانهن اچڻ واري شاهراهہ جا اهي محافظ آهن. انهيءَ جو تفصيل ابن خردازبہ هن طرح سان ڪري ٿو تہ:

”من اَول مَڪراَن الي المَنصُورة ثَلَثُ مَائة و ثانية وَ خَمسُونَ فَرسَخاً وَ الطريق فَي بلادَ الزُط وَ هَم حفَاظُ الطرِيقَ.“

---

[1] لاڙ جو مطالعو، مرتب: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، سنڌي ادبي بورڊ 1991ع

[2] لسان العرب جلد:7، ص. 308.

[3] مجمع البحار الانوار جلد: 2، ص. 62

[مڪران کان وني منصوره تائين 358 فرسخ جو فاصلو آهي سڄو رستو جتن جي علائقن ۾ اچي ٿو. اهي ماڻهو رستي جا محافظ آهن.[1]]

اصطخري سنڌ (منصوره) ملتان تائين سڄي وچئين علائقن کي جتن جو علائقو ڄاڻايو آهي ۽ اُتي سندن وسندين ۽ ڳوٺن جو ذڪر ڪيو اٿس.[2] هن لکيو آهي تہ:

"وبلدالسند هو المنصوره والارض الزُط وما والاها الي الملتان"[3]

سنڌ جي لاڑ واري علائقي جا هي جت قبيلا عربستان ۾ مختلف طريقن سان پهتا هئا. ڪجهہ بصري کان عمان ۽ بحرين تائين ساحلي علائقن (Crastal Area) ۾ آباد ٿي ويا هئا. هو رڍون، ٻڪريون ۽ اُٺ پاليندا هئا. انهن مان گهڻا اهي هئا، جيڪي ايران جي فوج ۾ سپاهي طور ڀرتي ٿي ايران جي مخالفن سان وڙهندا هئا. سندن مرڪز ابلہ [بصره] ۽ يمن جو ڏاڪڻو علائقو هو. ايران ۾ قديم زماني يعني هخامنشي دور ۽ ساساني دور حڪومت ۾ سنڌ جي جتن جون وڏيون وسنديون ۽ وڏا ڪاروباري شهر آباد هئا. ابن خردازبہ لکي ٿو تہ: اهو ان کان فارسي [شيراز] ويندڙ شاهراهہ تي اٽڪل 60 ميلن جي فاصلي تي جتن جو هڪ خوبصورت شهر "سوق" نالي آباد هو. هن شهر کي زط سڏيو ويندو هو. ابن خردازبہ لکي ٿو تہ:

من الاهواز الیٰ ازم ستة فراسخ و منها عبدين خمسة فراسخ ثم الیٰ ارم هرمز ستة فراسخ ثما الیٰ الزط ستة فراسخ[4].

[اهواز کان ازم تائين 6 فرسخ جو سفر آهي ۽ ازم کان عبدين 5 فرسخ جي فاصلي تي آهي ۽ هرمز تائين 6 فرسخ آهي پوءِ اُتان زط شهر 6 فرسخ جي پنڌ تي ٿيندو].

انهيءَ کان سواءِ خوزستان ايران جي علائقي ۾ بہ جتن جو هڪ سهڻو شهر آباد هو ۽ اهو شهر ٻن علائقن ۾ ورهايل هو ۽ ٻن جدا جدا نالن سان سڏيو ويندو هو. هڪ کي "خَومة الزط" يعني جتن جو علائقو ۽ ٻئي علائقي کي

[1] ابن خردازبہ - المسالک و الممالک، ص. 56.
[2] اصطخري، المسالک و الممالک ص. 35.
[3] اصطخري: المسالک و الممالک ص. 35.
[4] ابن خردازبہ: ص. 43.

"خابران" چوندا هئا. اهي ٻئي علائقا وڏا وسيع ۽ ڪشادا هئا ۽ ٻئي ندين جي ڪنارن تي آباد هئا.

اصطخري "اقليم خوزستان" ۾ جتن جي شهرن جو تذڪرو ڪندي لکي ٿو تہ:

"وحومة الزُط و الخابرون وهما واحد والزط و الخابران هما كورتان عامر تانِ علي نَهرين جارين." [1]

[احومة الزط ۽ خابران ٻئي هڪ ئي علائقي جا نالا آهن زط ۽ خابران ٻئي شهر ٻن وهندڙ دريائن جي ڪناري تي آباد آهن.]

ابن خلڪان لکي ٿو تہ ڪنهن زماني ۾ سنڌ جا جت ڪابل ۾ بہ آباد هئا، انهن مان ئي امام اعظم ابوحنيفه نعمان بن ثابت زوطي بن ماه رخ پيدا ٿيو. ماه رخ حضرت ابو حنيفہ رح جو ڏاڏو هو ۽ شاه ايران جو نائب هو. انهيءَ ڪري ڪن روايتن ۾ زوطي بن ماه جي بدران نعمان بن مرزبان آيو آهي. [2]

جت اصل ڪير آهن؟ اهي هتي جا اصلوڪا رهاڪو آهن يا ڪٿان ٻاهران اچي هت آباد ٿيا؟ پاڪستان ۾ عموماً ۽ سنڌ ۾ خصوصاً جتن جا ڌار ڌار ڪهڙا ڪهڙا پاڙا آهن؟ هن ڏس ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي مقالي: "جت قوم، ان جي تاريخ، سنڌ ثقافت ۾ انهن جي ڪردار جو اڀياس" ۾ مختلف ناميارن محققن جهڙوڪ: ڀارت جي عالم ڪالڪا رنجن قانون گو (Kalika - Ranjan Qanungo) ڪرنل ٽاڊ، بيليو (Bellew)، هنٽر (Hunter)، ائٽڪن (Aitken)، ڊاڪٽر ذيگ ويسٽ فال (Dr. Sigrid west phal)، ڊاڪٽر هينز ويسٽ فال (Dr. Heinz west phal) ۽ ايليٽ (Elliot) جي حوالن سان لکيو آهي تہ جت اصلوڪا ڏکڻ سنڌ جا رهاڪو لوڪ آهن، جيڪي پوءِ ڪن سببن جي ڪري، لڏپلاڻ ڪندا، ڌرتيءَ جي گهڻن ملڪن ۾پکڙجي ويا.

"جت لفظ، عالمن جي ڪنن تي پهريون دفعو "جيٽي" (Gaete)، "يُتي" (Yuti) ۽ "ييٿا" (Yetha) جي ڌار ڌار نالن جي صورتن ۾ پهتو. اهي قبيلا "آمو دريا" (Oxus river) واري خطي جا رهاڪو هئا، پر ٻوليءَ جي ماهرن (Philologists) پهريون دفعو هن راءِ تي اعتراض ڪيو. ڊاڪٽر ٽرومپ ۽ جان

[1] اصطخري: ص. 94.
[2] لسان العرب: جلد: 7، ص. 3 - 8.
[3] "لاڙ جو مطالعو"، مرتب: عبدالجبار جوڻيجو، سنڌي ادبي بورڊ سال 1991ع

بيس دعوا ڪئي تہ ”جت قبيلا خالص هند آريائي نسل سان واسطو رکن ٿا چاڪاڻ تہ انهن جي ٻولي، جسماني بناوت ۽ ڍول، هند - آرياڻي نسل سان واسطو رکن ٿا چاڪاڻ تہ انهن جي ٻولي، جسماني بناوت ۽ ڍول، هند - آرياڻي نسل وارن ماڻهن جهڙو آهي ۽ انهن جي ٻولي هنديءَ جو لهجو لڳي ٿي، پر انهن ٻنهي ماهرن اُن راءِ طرف ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو تہ جتن جي نسل جا سٽين قوم سان بہ ڪي اهڃاڻ ۽ نشان پار ملن ٿا. هنن ماهرن کي، سائنس جي انهن ترقي يافتہ نتيجن شايد خاموش رهڻ تي مجبور ڪيو، جنهن موجب هيءُ قول قبول ڪيو ويو هو تہ:

”ڪنهن قوم جي حسب نسب لاءِ ٻولي ڪو دليل مهيا نٿي ڪري“. (Language is not a proof of race)[1]

مشهور اينٿا لاجسٽ، محترم بيليو (Bellew) جتن کي بلوچ نٿو ڪوني، پر هن جي خيال موجب جت، سنڌو ماٿر جي هيٺئين خطي (لاڙ) جا اصلوڪا رهاڪو آهن ۽ هت ڪٿان بہ ٻاهران ڪونہ آيا. بلڪ هتان ئي ٻين پاسن طرف پکڙيا.

بيليو پنهنجي مشهور ڪتاب ”افغانستان ۾ وسيل قبيلا“ (The Races of Afghanistan) ۾ لکي ٿو: ”جت، ڪني ۽ سٽيا، اصل سنڌو ماٿر جا رهاڪو آهن، جيڪي هندو ڪش جبلن ڏانهن لڏي ويا هئا. يورپي ماهرن جي خيال موجب جت (Gaetes) ۽ ڪني (Catti) هن علائقي ۾ وڏي تعداد ۾ نظر اچن ٿا. جتن کي هاڻ هت (افغانستان ۾) ”گوجر“ سڏيندا آهن.“[2]. هو وڌيڪ چاڻ ڏيندي لکي ٿو: ”جت، ڪني ۽ سٽيا، افغانستان ۾ پنجين ۽ ڇهين صدي عيسويءَ ڌاري لڏي آيا، پر هت (افغانستان ۾) هاڻ جتن جي نالي سان ڪوبہ قبيلو نہ ٿو رهي، اهي هاڻ ”گوجر“ سڏبا آهن“.[3]

جڏهن تہ هنٽر جو چوڻ آهي تہ: ”افغانستان ۾ رهندڙ جت، بلاشڪ جتن جي قبيلن سان واسطو رکن ٿا ۽ انهن منجهان آهن. جت جيڪي هاڻ لاهور ڪان

---

[1] Kalika- Ranjan Qanungo: "History of the jats" Foreword by jadunath Sarkar, Delhi, India, Sunita Publications, ,1989 p.5.

[2] Bellew, H. W. , "The Races of Afghanistan" Reprint Lahore, Sang-e-Meel Publication, 1979. P. 2.

[3] Bellew, H. W. , op. Cit. p. 2.

وني ڪراچيءَ تائين آباد آهن، ۽ جن جو بڻ بنياد پڻ پنهنجا پار پتا وساري چڪو آهي، انهن جو تعداد وڏي آباديءَ تي مشتمل آهي"[1]

"جت" قبيلا اصل ۾ سنڌو ماٿر جي هيٺئين خطي جا (يعني لاڙ ۽ ڪڇ جا) رهاڪو آهن، جيڪي هتان ٻين طرفن لڏي ويا. بيليو هن ڏس ۾ وڌيڪ لکي ٿو: "سنڌو ماٿر جي هيٺين خطن مان ڏکڻ ڪان پوءِ، جتن پنجاب جو رخ ڪيو ۽ اتي هاري ٻنجي سهارو ورتائون ۽ "جاٽ" سڏجڻ لڳا."[2]

محترم بيليو پنهنجي تحقيق ۾ ڄاڻائي ٿو ته سوات جي واديءَ ۽ افغانستان ۾ رهندڙ "گوجر"، اصل ۾ "جت" آهن، جيڪي سنڌو ماٿر جي هيٺئين خطي (لاڙ) مان لڏي، اتر ۽ اتر اوڀر ۽ اتر اولهه طرف وڌيا"[3].

بيليو ساڳي ڳالهه ڪجهه واڌارن سان هن ريت ڪري ٿو ته: "پنجين ۽ ڇهين صدي عيسويءَ ۾ جتن ۽ ڪنين، مقامي رهاڪن گنڌارين کي، اولهه طرف "هيلمند" (Helmand) جي واديءَ ڏانهن ڀڄائي ڪڍيو. هن دعويٰ جي تصديق هن حقيقت مان به ملي ٿي ته جتن جي باقيات هن وقت به هنن علائقن ۾ پشاور جي واديءَ ۾ پکڙيل نظر اينديون، پر هاڻ هو پاڻ کي جت نه، پر "گوجر" سڏيندا آهن. هنن جي ڪرت ۽ ڏنڊو مال جا ڌڻ پالڻ ۽ کيتي ٻاڙي ڪرڻ آهي".[4]

جتن جي پهچ ۽ پکڙجڻ جي باري ۾ محترم ڪالڪا رنجن جو اڀياس آهي ته: "هاڻ سنڌو ماٿر کان اڳتي بلوچستان، پشاور جي واديءَ ويندي سليمان جبلن جي قطار تائين، جتن جي پکڙيل آبادي نظر ايندي آهي."[5]

اٽڪ ڊسٽرڪٽ گزيٽيئر ۾ لکيل آهي ته: "اها خبر نٿي پوي ته جت، هت ڪٿان آيا ۽ ڪڏهن آيا؟ ممڪن آهي ته اهي اوڀر کان آيا هجن، جيتوڻيڪ هو (جت) هتي جا اصلوڪا رهاڪو نه آهن، پر اهو پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته عام راجپوتن ۽ جتن جي وچ ۾ ظاهري ڏيک ويک، شڪل ۽ صورت ۽ قدڪاٺ ۾ ڪوبه فرق ڪونهي. هتي جت آبادگار (Cultivators) ۽ هاري آهن"[6].

---

(1) Hunter, "W.M. Imperial Ghazetteer of India", Vol: IX , Second Edition, 1881, p. 44.
(2) Bellew, H. W. Op. Cit: p. 65.
(3) Bellew, H. W. Op. Cit. p. 65
(4) Ibid.
(5) 'Kalika- Ranjan Qanungo', Op. Cit, p.l.
(6) 'Pujab District Gazettreer', Vol: XXIX - A, Attock District, Lahore, Punjab Govt, 1907, p. 92.

وي. اي. سمٿ(V.A Smith) جو چوڻ آهي تہ: ”جڏهن بيسمار، بالا، اندو - ستين گجر ۽ هُن قبيلا ڇهين صديءَ ۾ ڀارت لڏي آيا، تڏهن اُنهن مان جيڪي شان مانَ سان رهڻ لڳا تن کي راجپوت سڏيو ويو ۽ اُهي قبيلا، جن زراعت جو پيشو اختيار ڪيو، تن کي جَٽ سڏيائون.“[1]

هن جي تحقيق مطابق، ”جٽ، گُجرن کان ٿورو پوءِ، پر ساڳئي وقت ۾ نندي ڪنڌ ۾ لڏي آيا هئا. هُو سڄي ملڪ ۾ پکڙجي ويا هئا ۽ اثر رکندا ويا، نيٺ پرمار راجپوتن، دهليءَ تي سندن قبضي کي ختم ڪيو ۽ ڪين مالوا طرف ڌڪي ڪڍيو، ۽ راٺوڙ، بيڪانير تي قابض ٿيا، ڀاٽين جيسلمير تي قبضو ڪيو ۽ جٽن کي اُتان ڀڄائي ڪڍيائون.“[2].

ايٽڪن جٽن جي اصل نسل جي باري ۾ پنهنجي ڄاڻ هن طرح پيش ڪري ٿو تہ: ”جٽ سنڌي قبيلو آهي، پر ستين قوم جي باقيات هن ۾ شامل آهي، جيڪي اَڳاٽي زماني ۾ هن طرف لڏي آيا. هنن جو رڪارڊ ڪڇي ٻوليءَ جي ”نوڌا“ (Nudha) ۾ موجود آهي، جتان اهي قبيلا ڏکڻ سنڌ ڏانهن لڏي ويا، جتي هنن جي اڪثر آبادي آهي. مشهور سياح، ابن حوقل، ڏهين صديءَ عيسويءَ ۾ هنن کي هن علائقي ۾ ڏٺو. هي اُنن جا وڳ ڌاريندا هئا ۽ اُنن جي ڪري هيءُ علائقو مشهور هو. اڄ ڏينهن تائين هي قبيلا ساڳيو ڌنڌو اختيار ڪريو اچن.“[3]

جٽن جي باري ۾ جرمن ماهرن ۽ محققن، ڊاڪٽر زيگ ويسٽ فال(Dr. Sigrid Westphal) ۽ سندس وڏ وڙي زال ڊاڪٽر هائينس ويسٽ فال (Dr. Heinz Westphal) جي راءِ پڻ وڏي اهميت واري آهي. هنن ٻنهي ماهرن، جٽن جي اصل نسل ۽ حسب نسب توڙي لڏپلاڻ جي باري ۾ وڏي جاکوڙ ڪري تحقيقي رپورٽ لکي. هنن هن سلسلي ۾ جرمنيءَ کان جٽن جا اُبتا پيرا کنيا ۽ مصر، اُردن، عراق، ايران، افغانستان، بلوچستان، صوبہ سرحد، لسٻيلي، پنجاب، ڪوهستان، اُتر سنڌ، لاڙڪ، ڪڇ ۽ راجستان ۾ جٽن جي لڏپلاڻ وارا ماڳ ۽ مڪان ڏٺا، اُنهن جا پار پتا پڇيا. انهيءَ تحقيق جي آڌار تي هو لکن ٿا تہ: ”جٽ قوم قديم سنڌ ۾، اسلام جي ظهور کان اڳ، لاڙ واري حصي، ڪڇ ۽

[1] 'Imperial Gazetteer', Op, Cit. p. 173

[2] Aitken, E. H., 'Gazetteer of the Province of Sindh', Karachi, Reprint, Indus Printers, 1986, p. 174.

[3] Kalika- Ranjan, Op Cit, p. 173.

راجستان ۾ آباد هئي. هن قوم جا مختلف قبيلا ۽ پاڙا، اسلام جي سنڌ ۾ آمد کان اڳ، سنڌ مان لڏي بلوچستان، لس بيلي جي رياست، قلات جي رياست، ايران، عراق، اردن، عربستان ۽ اجا به اڳتي وڌي وڃي آباد ٿيا[1].

جڏهن ته ڪالڪا جي ڪيل تحقيق موجب: ”جت ۽ راجپوت ساڳئي نسل سان واسطو رکن ٿا، ڇاڪاڻ ته جسماني بناوت، ٻولي، اخلاق، اُٿڻ ويهڻ جي آدابن ۽ اصولن، طبعي رجحان ۽ جذبن، سوچ ۽ راجوٽي سمجهه توڙي سماجي نگاهه کان اچ جا جت، هندن جي ٻين تن ذاتين جي ڀيٽ ۾ قديم آرين جا نمائنده ۽ وارث لڳن ٿا[2].“

هن ڏس ۾ ڊاڪٽر زيگ ويسٽ فال ۽ ڊاڪٽر هائينز ويسٽ فال تاريخ جي حوالي سان لکن ٿا:

”هيءَ هڪ تاريخي حقيقت آهي ته وڪرماجيت ڪي ساڪ (ستين) حملہ آورن سان 57 ق. م ۾ مقابلو ڪرڻو پيو هو ۽ اها به حقيقت آهي ته نندي ڪنڌ جي سيني اتر - اولهه وارن حصن ۾ انهن(ساڪن/ ستين) جو سڪو چميل هو، پر ساڪ / ستيا انهن خانه بدوش ٽولن جو مجموعي نالو هو. جن ڪجهه صديون اڳ برصغير کي پنهنجن حملن جو نشانو بنايو هو.

ڪجهه عرصي کان پوءِ انهن(ساڪ ۽ ستين لوڪن)، اُن ۾ مينهن پاليندڙ جت قبيلن سان پاڻ کي ضم ڪرڻ آسان سمجهيو. ڇو ته هنن جي پنهنجي روزمره واري زندگي، جتن جي زندگيءَ وانگر خانه بدوش هوندي هئي. اهو به هڪ انومان (Hypothesis) آهي ته جت قوم اڳ ۾ آيل ساڪن / ستين جي باقيات مان هجن، جيڪي حملي کان پوءِ هت رهجي ويا هجن ۽ هتي ئي آباد ٿي ويا هجن.[3]

ڪالڪا ”سرجيمس ڪئميل (James Camphell) جي حوالي سان جتن کي ٻاهران آيل ٿو سڏي، جيڪي نندي ڪنڌ ۾ 150 ق - م کان 100 ق - م تائين حملہ آورن سان گڏ آيا[4].“

---

[1] Sigrid Westphal Dr. & Heinz westphal Dr. Jats of Pakistan, Berlin, Duneker and Humbort, 1964, p. 97.

[2] Kalika, P. 188.

[3] Sigrid Westphal, Dr & Heinz Westphal, Dr. Op Cit, p. 97.

[4] Ref: I, p. 12.

ڪالڪا، ايليٽ جي حوالي سان وڌيڪ ڄاڻ ڏئي ٿو تہ: "اسان وٽ ڪوبہ مستند تاريخي احوال ڪونهي تہ جت، اُتر - اولهہ واري علائقي طرف ڪيئن لڏي ويا ۽ نندي ڪنڌ جي سرحدن کان ٻئي طرف اچي ڪيئن ويا. جڏهن تہ نندي ڪنڌ جي تاريخ جي اوائلي ۽ ابتدائي زماني ۾ انهن کي منصوره کان ڪرمان تائين ۽ ان کان سواءِ ايران جي سرحدي علائقن ۾ عرب سياحن، جاگرافيدانن ۽ مؤرخن، ڪيتي ٻاڙي ۽ مال پالڻ وارن ڌنڌن ۾ مشغول ڏٺو."[1]

"هڪ راءِ هيءَ بہ آهي تہ: جت اصل ۾ هند - آريائي لوڪ آهن، جيڪي اوپر وارن علائقن کان لڏي آيا ۽ نہ ڪ اندو - ستين، جيڪي "آمو دريا" (Oxus river) کان آيا هئا. بلاشڪ جتن جا ڪي قبيلا ۽ پاڙا، نندي ڪنڌ مان، پاتين سان گڏ، اُتر طرف لڏي ويا ۽ ڪن صدين جي گذرڻ کان پوءِ، ايران جي سرحدي علائقن کان سنڌوءَ جي اپرندي ڪناري طرف واپس لڏي آيا. يعني هو (جت) دراصل برصغير جا اصلوڪا رهاڪو آهن ۽ ڪين (جتن کي) لغوي لحاظ کان ساڳين آوازن جي بنياد تي 'جيتي' (Gaete) ، يُتي، (Yuti) "ييتا" (Yetha) يا "اندو- ستيا، سڏڻ صحيح نہ آهي[2]."

ساڳي راءِ ڊاڪٽر زيگ ويسٽ فال ۽ سندس گهر واري ڊاڪٽر هينز فال ويسٽ جي آهي، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ جت قبيلا، بلوچستان کان سنڌ ۾ لڏي ڪونہ ويا هئا، پر ان جي برعڪس هي قبيلا، سنڌ مان بلوچستان، پنجاب، ايران ۽ عراق طرف لڏي ويا هئا.

هنن ٻنهي جرمن ماهرن جي راءِ موجب: "عراق ڏانهن لڏي ويل جَت، اجا تائين عراق جي ڏاکڻين حصي ۾ آباد آهن ۽ پنهنجي مختلف رهڻي ڪهڻيءَ جي ڪري، عراق جي ٻين قومن کان مختلف آهن ۽ عراقي هنن کي 'مَدانَ' سڏيندا آهن[3]."

"عـراق جا مَدانَ (جت) سَـرَن ۽ ڊَين وارين ڊٻن تي، ڪکن مان نهيل واندين ۽ ويڙهن ۾ رهندا آهن. هو ڊٻن ۽ سَـرن جهڙن گاهن ۽ ڪانن مان تڏا، توئريون ۽ ٻيون شيون ناهي وڪڻندا آهن. هنن جو مکيہ ڌنڌو مينهون پالڻ آهي. پاڻيءَ جي گهڻجي وجڻ ۽ سڪي وڃڻ سبب، هي ماڻهو پنهنجا ڏڻ

(1) Elliot H. History of India, Vol: I, pp. 14, 449 & Vol: II, p. 247.
(2) Kalika- Ranjan, Op Cit, p. 174
(3) Sigrid Westphal & Heinz Westphal, Dr. op. Cit. pp. 52- 55 and 88- 89.

ڪاهي، گاهه ۽ پاڻيءَ جي سانگي گهمندا وتندا آهن. هو مينهن جي کير ۽ مکڻ تي گذر ڪندا آهن. مکڻ پروارن شهرن ۾ وڪڻندا آهن. 'عرب' ۽ 'مدان' هڪ ٻئي مان شاديون ڪونہ ڪن، بلڪ سڀ عرب قبيلا مدانن کي پاڻ کان گهٽ درجي وارو سمجهندا آهن[1]."

بلوچستان ۾ لڏي ويل جٽن کي، سندن زبان جي ڪري 'جدگال' (جو يعني جت + گال يعني ٻولي) سڏيو ويو.[2]

زيگ ويسٽ فال جي پنهنجي تحقيق ۾ ڄاڻائي ٿو تہ: "جدگال، راءِ گهراڻي جي حڪومت واري زماني (492ع کان 642ع) ۾ سنڌ مان لڏي، بلوچستان جي ڪڇي ۾ لس ٻيلي وارن علائقن ۾ پکڙجي ويا ۽ اتي ئي ويهي رهيا. هت هن قوم (جدگال) جا گهڻ ۾ گهٽ چاليهہ پاڙا رهن ٿا[3] ."

سنڌ جو مشهور مؤرخ، جناب رحيمداد خان مولائي شيدائي پنهنجي ڪتاب "جنت السنڌ" ۾ لکي ٿو: "راءِ گهراڻي جي حاڪم راءِ ديوائج (ديوراج) جي حڪومت واري زماني ۾، جدگال سنڌ جي فوج ۾ هوندا هئا. پنجين صدي عيسويءَ ڌاري 'سفيد هُن' (White Huns) بلوچستان ۾ آيا، انهيءَ زماني ۾ جت قبيلا پڻ گهڻي تعداد ۾ بلوچستان ۾ اچي آباد ٿيا ۽ عربن جي ڪاهن وقت يعني ستين صدي عيسوي ۾ بلوچستان ۾ ميد ۽ جت قومون گهڻي تعداد ۾ آباد هيون. ميد ڏکڻ ۾ سمنڊ جي ڪناري تي آباد هئا ۽ جَت (جد گال)، ڪڇي، لس ٻيلي ۽ مڪران ۾ آباد هوندا هئا[4]."

جناب مير احمد يار جي راءِ موجب: جدگال، بلوچستان واري علائقي ۾، بلوچ قبيلن کان اڳ آباد ٿيا هئا. هو لکي ٿو: "اها مڃيل حقيقت آهي تہ بلوچ قبيلا، بلوچستان جا اصلوڪا رهاڪو نہ آهن، پر مڪران ۽ بلوچستان ۾ بلوچ قبيلن چوٿين صدي عيسويءَ کان اچڻ شروع ڪيو. بلوچ قبيلن جي اچڻ کان اڳ هن علائقي ۾ دراوڙ، عرب، ايراني، بروهي، راجپوت ۽ جدگال گهڻي تعداد ۾ رهندا هئا.[5]

[1] Sigrid Westphal & Heinz Westphal, Dr. op. Cit. pp. 52- 55 and 88- 89.

[2] غلام علي الانا، ڊاڪٽر: "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي". ڇاپو ٻيو، ڄام شورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، 1982ع، ص 144ع.

[3] Sigrid Westphal, 2, p. 104

[4] رحيمداد خان مولائي شيدائي: جنت السنڌ، سنڌي ادبي بورڊ، 1958ع، ص 22.

[5] Mir Ahmed Yar Khan, "Inside Balochistan", a biography, Karachi, Royal Book Company, 1977.

بلوچستان جي ڊسٽرڪٽ گزيٽيئر ۾ ڄاڻايل آهي تہ: ”جنهن زماني ۾ ابن حوقل مڪران پهتو هو، تنهن زماني ۾ يعني ڏهين صدي عيسوي ۾، مڪران تي جدگالن جو قبضو هو. جيڪي قديم زماني کان هت رهندا هئا ۽ اُن زماني ۾ ڪرمان کان هيٺ سارو ملڪ، سنڌ جي سرحد ۾ داخل هو ۽ اُتي جا رهاڪو سنڌي سڏبا هئا ۽ لشڪر ۾ بہ سنڌي جوانن جي اڪثريت هوندي هئي. اُنهن مان ڪي اڄا تائين بلوچستان، دشت ۽ ڪرمان واري ايراضيءَ ۾ رهن ٿا ۽ پاڻ کي جدگال سڏائين ٿا. انهن جي ٻولي بہ سنڌي آهي جنهن کي هو جدگالي سڏيندا آهن“.[1]

”مجمل التواريخ ۾ هڪ دلچسپ وارتا بيان ڪيل آهي. اُن ۾ ڄاڻايل آهي تہ: سنڌ جي جتن ۽ ميدن گڏجي راجا ’ڏريو ڌن‘ جي دربار ۾ پنهنجا نمائنده موڪليا ۽ عرض ڪيائون تہ ’راجا ڏريو ڌن‘ انهن (جتن ۽ ميدن) جي مٿان ڪنهن کي حاڪم مقرر ڪري. ’جت‘ ۽ ’ميد‘ سنڌونديءَ جي ’ٻهار‘ ڇاڙ وٽ رهندا هئا. ’ميدن‘ جي جتن تي چڙهت هئي. ’ميدن‘، ’جتن‘ تي ڏاڍا ظلم ڪيا، جنهن ڪري ’جتن‘ جا ڪافي قبيلا سنڌ مان لڏي، پنجاب ۾ ’پنج ند‘ جي ٻيءَ پر وڃي وينا. پر ڪڏهن ڪڏهن ٻيڙين جي وسيلي، ’ميدن‘ تي حملو ڪندا هئا. جن وٽ رڍن جا وڏا ڌڻ هوندا هئا. ’جتن‘ جي انهن لڳاتار حملن، ’ميدن‘ کي ڪمزور بنائي ڇڏيو. ’جتن‘ جي حملن جي ڪري بيشمار ميد مارجي ويا ۽ آخرڪار ’جتن‘، ’ميدن‘ جي ملڪ ۾ قرلٽ مچائي، ۽ ’ميدن‘ کي مطيع بنائي ڇڏيو. ڪشمير برهمڻ انهيءَ دور ۾ سنڌ ۾ آيا.[2]

ساڳي ڳالھہ سنڌ جي تاريخ دان گنگارام سمراٽ پنهنجي ڪتاب ”سنڌو سوُير“ ۾ لکي ٿو تہ جڏهن ميد ۽ جت صدين کان جنگيون ڪندي ٿڪجي پيا، تڏهن هنن ٻنهي ڌرين جا ڏاها ماڻهو گڏجي ڪري راجا جي دربار ۾ ويا ۽ هڪ حاڪم جي گهر ڪيائون، جيڪو مٿن انصاف سان حڪمراني ڪري. جنهن تي راجا ”ڏريوڌن“ هنن جي مٿان پنهنجي ڏاهي ڀيڻ راڻي دهسرا / دهشلا کي حڪمران بڻايو.[3]

---

[1] "Balochistan District gazetteer Series", Vol: VII. Makran, Karachi, the Times Press, 1907, pp. 41- 72.

[2] Elliot. H. "History of India".

[3] گنگا رام سمراٽ ”سنڌو سوُير“، احمد آباد ٻڙوده، انديا 1980ع.

جڏهن تہ ڊاڪٽر سرفراز ﭘﻧﻲ پنهنجي مقالي ۾ لاڙ جي ملاحن بابت لغوي ۽ تاريخي حوالن سان لکي ٿو تہ:

عربي ٻوليءَ ۾ جهاز هلائڻ وارن لاءِ سيني ڪان عام لفظ "ملاحة" جو آهي. جيئن تہ سمنڊ جو پاڻي ڪارو ۽ نمڪين ٿيندو آهي ۽ عربيءَ ۾ نمڪين کي ملحُ چوندا آهن. تنهنڪري سمنڊ ۾ وڃڻ واري کي ملاح چوڻ لڳا ۽ لوڻ ناهڻ وارن کي بہ شروعات ۾ ملاح چوندا هئا. انهيءَ مان فعالت جي وزن تي ملاحة معنيٰ ٻيڙياتا يا جهازي چوڻ لڳا. ٻيو لفظ انهيءَ لاءِ "سفانہ" آهي جو ظاهر آهي "سفينة" مان نهيل آهي. انهيءَ ڪري جهاز هلائيندڙ کي ملاح ۽ سفان چوندا آهن. بحار بہ لفظ ڪتب آڻيندا آهن. جيڪو بحر مان جڙيو آهي. ٻئي طرف ايراني نار واري علائقي ۾ سنڌي ۽ عربي جهازين لاءِ لفظ ناخوزہ." جو واهپو ٿيو. ان جو جمع نواخده ناهيو ويو آهي. ٻولين جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ "هي لفظ هندي، فارسي ترڪيب تي ناهيو ويو آهي. جنهن کي اردو ٻوليءَ ۾ "ناخدا" ۽ سنڌي ۾ "ناکئا" چئبو آهي. جيئن لطيف سائين چيو آهي.

ايهين ڪج پاڻي! جنهن پَـر پرينءَ مـڙان،
ڪـاروُن تي ڪريـان، تـِـو در اُيـي ناکـُـئا!

—

بنـدر جـان پئـي، تــہ ســکاڻيا مَ ســُـمهو،
ڪپرتو ڪَـنَ ڪري، جيئن ماڻي منجهہ مهي،
ايـڏو ســُــورُ سـهي، ننـڊ نـہ ڪجـي ناکئـا!

ٻئي طرف بحر روم ۾ جهاز هلائيندڙ عرب جهازي جهاز هلائيندڙ کي "نوتي" لفظ ڪتب آڻيندا هئا. اهو لفظ بہ اسلام کان اڳ جي دور ۾ عربي شاعريءَ ۾ ملي ٿو.

لسان العرب في ڪلام ابن عباس ۾ لکيل آهي تہ:

"والنوتي الملاح الذي يدبر السفينة":[1]

["نوتي" ملاح جيڪو جهاز جو سڄو انتظام سنڀاليندو آهي.]

[1] لسان العرب في ڪلام ابن عباس رضي الله عنها، ص 163.

انهيءَ لفظ کي عربي وزن ۾ ڪري نواڻ جي صورت ۾ ڳالهايو ويو آهي. هڪ آيت جي تفسير ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ:
انهم کانو انواتين اي ملاحين".
[اهي ماڻهو نوات - ملاح هئا.]

اهو لفظ عربي زبان ۾ قديم زماني کان مروج هو. پر نج عربي لفظ ڪونهي. جو هديءَ صحاح ۾ تشريح ڪيل آهي تہ:
"وهو من کلام اهل الشام"
[اهو شام وارن جو محاورو آهي]

انهيءَ مان پتو پوي ٿو تہ روم جي رستي کان هيءُ لفظ شام مان ٿيندو عرب ۾ آيو آهي. هيءُ لفظ اصل ۾ لاطيني لفظ نيوٽس (Nautains) جنهن کي فرينچ ٻولي ۾ نيوطق (Nautique)، انگريزي ۾ نيوي (Navey)، نيويگيشن (Navigation) ، نيول (Naval) ۽ ناٽيڪل (Nautical) جهڙا لفظ نهيا آهن.

سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾ سامونڊي ڪناري تي آباد هڪ قبيلو نوت يا نوتڪاڻي قديم زماني کان آباد رهيو آهي، جن جا جهاز بحر روم تائين ويندا هئا. سيد سليمان ندويءَ جو خيال آهي تہ اهي عربي النسل ماڻهو آهن، ان ڪري هو لکي ٿو: ڏکڻ هندستان ۾ هڪ عربي النسل قوم نائت يا نوائت آباد آهي. خيال ٿئي ٿو تہ هو انهيءَ نواتين يعني عرب جهازين جو اولاد آهن، جيڪي پوءِ هندستان جي سامونڊي ڪنارن سان آباد ٿي ويا.[1] پر لاڙ ۾ اڄ بہ نوتڪاڻي رهن ٿا. اهي نہ ٻروچ آهن نڪي عرب اهي اصلوڪا سنڌي لوڪ آهن، جن ڪنهن زماني ۾ سمنڊ تي پنهنجو راڄ قائم ڪيو هو.

اها ڳالهہ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي "بياض هاشمي" جي حوالي سان ٻڌائي هئي تہ: حضرت محمد ﷺ جن جي زماني ۾ ٽي اصحاب سڳورا سنڌ ۾ آيا. جن مان هڪ جي مرقد حيدرآباد ۾ قلعي وٽ در جي سامهون موجود آهي ۽ ٻئي متعلق ٻڌايو وڃي ٿو اسلام جي تبليغ ڪندي درياءَ ريڻ جي ڪناري پهتو. ۽ اتي ئي تبليغ ڪندو رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪري ويو. سندس مزار ريڻ جي ڪناري تي ضلع جي شهر بدين لڳ سيراڻي جي ڏيجهو آهي. ٽيون اصحابي تبليغ جو ڪم مڪمل ڪري حجاز ڏانهن واپس موٽي ويو.

---

[1] عربون کي جهاز راني، ص 7.

انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ اسلام کان اڳ ۽ پوءِ واري دور ۾ سنڌ جا هنرمند، واپاري ماڻهو ۽ عالم وچ اوڀر ۾ مان واري نظر سان ڏٺا ويندا هئا.

مشهور سياح جاحظ جو چوڻ آهي تہ:

”عراق جا سوناراحساب ڪتاب رکڻ لاءِ سنڌي خزانچي رکندا.“ هو وڌيڪ چوي ٿو تہ ”سنڌي هٿيار ناهڻ، تلوارون جوڙڻ جا ماهر آهن، طب، علم موسيقي ۽ شطرنج سنڌين جون ايجادون آهن.“[1]

اموي دور ۾ بنو هاشم قبيلي جا ڪجهہ ماڻهو هتان (لاڙ) جي جتن جي سرڪشي ختم ڪرڻ لاءِ ڏڪڻ سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا ۽ سڄو اموين ۽ عباسين جو دور جتن عرب حڪمرانيءَ خلاف ويڙهہ ڪندي گذاريو. هباري دور ۽ سومرا دور شروع ٿيڻ تائين اهي جتن جا ويڙهاڪ قبيلا مات ڪري امن امان سان رهڻ لڳا. اهي انهيءَ ڪري جو سنڌ جا مقامي ماڻهو اقتدار ۾ اچي چڪا هئا ۽ ويڙهہ جو جواز ختم ٿي چڪو هو.

سنڌ جي جتن جن عرب جا ساحلي علائقا وچي وسايا تن پنهنجي ٻوليءَ ريتن رسمن کي نہ رڳو محفوظ ڪيو بلڪ ان جو اثر عربي ٻوليءَ تي پڻ پيو.

مجمع البحرين ۾ ذڪر اچي ٿو تہ: ”وفي حديث انہ الحا فرغ من قتال اهل البصرة اتاه سبعون رجلاً من الزُط وڪلموه بلسا نهم فقالو العنهم الله بل انت“.[2]

[حضرت علي رضہ جن جڏهن اهلِ بصره کان جنگ مان فارغ ٿيا تہ سندن خدمت ۾ هڪ جماعت حاضر ٿي، هنن پنهنجي مادري ٻوليءَ (سنڌي) ۾ چيو الله انهن (اهل بصره) تي لعنت ڪري. ڪو بيو نہ بلڪ اهي جت هئا.] ان جو مطلب تہ سنڌ جي جتن خلافت جي زماني تائين پنهنجي ٻوليءَ کي محفوظ ڪيو هو. عربستان جي بين علائقن جتي جتي سنڌي آباد ٿيا، خاص طرح سان بحرين ۾ اتي سنڌي ٻوليءَ جو عربي زبان تي ايترو اثر ٿيو جو عربن جي قبيلي ابوالقيس ۽ بين جي زبان غير مستند قرار ڏني وئي تہ اهو قبيلو پنهنجي سنڌي ۽ بين عجمي زبانن جي اثر هيٺ عربي فصاحت ۽ بلاغت وڃائي چڪو آهي.

---

[1] رسالہ فخر السودان اللبيان ”هندستان عربون کي نظر مين“ جلد اول، دارالمصنفين، اعظم ڳڙهہ، 1961ع ص 704.

[2] مجمع البحار.

عربستان ۾ سنڌي جتن جون ڪيتريون ثقافتي شيون مشهور ٿي ويون هيون. جهڙوڪ: مٽو ڪوڙائڻ، وار نهرائڻ وغيره.

"وفي الاخبار محلق راسه زطية - قيل هو مثلا الصليب، كانة فعل الزُط"[1]

[ڪن هنڌن تي ۾ آيو آهي تہ پاڻ سڳورن سنڌ جي جتن جي طريقي تي وار نهرايا].

وار نهرائڻ وارو اهڙو حوالو اصحاب سڳورن ڏانهن بہ منسوب ڪيو ويو هو.

ان ڪان علاوه عرب جي بازارن ۾ جتن جي ڪاروبار جي پڻ شاهديون ملن ٿيون.

"الزُط جَيل اسود من السَند. اليهُم تَنسب الثُياب الزُطيہ"

[جت سنڌ جا ڪاري رنگ جا ماڻهو آهن. انهن ڏانهن "ثِياب زطيہ" منسوب آهي.]

"ڪتاب الحيوان" ۾ "ثياب زطيہ" هڪ قسم جو ڪپڙو هو، جيڪو جت عرب جي بازارن ۾ وڪرو ڪندا هئا.

انهيءَ ڪان علاوه سنڌي جتن وسيلي هندي راڳ ۽ سر قديم زماني ڪان عربستان ۾ ڏاڍا مشهور هئا. جاحظ بغدادي جي انهيءَ ڪتاب مان ڇاڻ ملي ٿي تہ ڪنهن سنڌي شاعر جي رجز کي نقل ڪيو آهي.

انهيءَ رجز جو هڪ مصرعو هن ريت ڏنل آهي:

"از تُغنين غناءَ اَلزُط"

[مچر جتن جي راڳ وانگر ڳائي رهيا هيا]

مسعودي پنهنجي ڪتاب "التنبيہ والاشراف" ۾ لکي ٿو تہ سنڌي ماڻهن جي ڪري ملڪ شام جي ماڻهن مينهون پالڻ شروع ڪيون.

سنڌ جا ملاح مسقط، اُر (ڏکڻ عراق)، مصر، جاوا سماترا (انڊونيشيا)، اسپين، ترڪي، استنبول ۽ روم جي بندرگاهن تي واپار سانگي ايندا ويندا هئا.

اهڙيون ثابتيون فرعون اخناطون کي دفنائڻ وقت پهرايل اجرڪ، اُر شهر جي کوٽاين مان مليل موئن جي دڙي جهڙين 30 مهرن مان ملن ٿيون. دنيا جي هڪ وڏي حصي تي 10 هزار سال اڳ کان پنهنجو ثقافتي اثر وجهندڙ سنڌ جي ثقافت هڪ عالمگير ثقافت رهي آهي. ان جو اثر ڏهہ لک چورس ميلن تائين رهيو. لاڙ انهيءَ قديم ثقافت جو هڪ مکي مرڪز رهيو آهي.

---

[1] مجمع البحار، جلد: 20، 2 62.

انهيءَ ڪري سنڌ جي تاريخ هن علائقي ۾مزاحمتي ڪردارن ڪي واڪو ڪري ٿي. انهيءَ ساموندي ڪنارن تان سما حڪمران پهرين راءِ گهراڻي جي روپ ۾، آخر ۾ سما مسلمانن جي روپ ۾ ذرتيءَ جو امر تاريخي ڪردار نڀائيندي نظر اچن ٿا. جڏهن سومرا بہ انهيءَ علائقي مان حڪمرانن جي روپ ۾ اُسريا هنن بنهي سنڌي قبيلن ڪڇ ڀڄ ڪان وٺي ملتان تائين عظيم سنڌو سلطنت جو بنياد وڌو.

لاڙ هڪ تمام خوبصورت علائقو آهي. سمن جي دور ۾ نئي ۾ تمام وڏا باغ هئا، جن ۾ طرح طرح جا ميوا، ڏاڙهون، انگور وغيره پيدا ٿيندا هئا. هتي جي جابلو علائقن جون نئيون ساوڻيءَ ۾ تمام سهڻو نظارو پيش ڪنديون آهن. جنگ شاهيءَ وارن جبلن مان نئن ڍانگ، نئن اڏ ۽ نئن رورئياري ڪينجهر سان اچيو لائئون لهن. جڏهن تہ نئن ڍورو لوڙئيو ۽ نئن سورجي اچي سونهريءَ ۾ پاڪرين پوي. جڏهن تہ لاڙ جي انهيءَ علائقي ۾ سوين ڍورا ۽ ڍنڍون آهن، جتي سياري جي سائبيريا جا پکي ايندا آهن، اتي مڇي بہ جام ٿئي. ان کان علاوه ڍنڍن ۾ بهہ، قمر، ڪوڻيون، پن وغيره جام ٿين، اهو ذڪر لطيف سائين پنهنجي لازوال شاعريءَ ۾ پڻ ڪيو آهي:

پن، پبڻ، قمر، ڪُوڻيون، مٿي جر جرڪن،
اچي رهيا ريل ۾ ڪارڻ ڪالوڙين،
سَهسين راڄ سيد چئي، پاسي تن پرن،
مِڙي ملاحن، رات تماچي رائيو.

---

پن، پبڻ، قمر، ڪوڻيون، ڏوڏا، بهہ، ڏاجون،
نعمت لوڙهہ لطيف چئي، ڪيڻ مڇيءَ ڪاجون،
رهن بهن سربانڌئين، آسڻ ايءَ آجون،
پارس سين پاسئون، لڳن تہ لعل ٿيا.

لطيف سائين لاڙ جي ڍنڍن تي سوين راڄن جو پيٽ گذران ٿيندي ڏنو تڏهن تہ چيائين:

سهسين راڄ سيد چئي، پاسي تِن پَرنَ،

اهي ڏنـڏون لاڙ جو سينگار ۽ سونهن آهن. پر اڄڪلهہ ساوڻيءَ ۾ ڇـڻ سوڪهڙو آهي. لطيف سائين ڏوري جي ڪپ تي جيڪي نوحا ڇيا هئا. اڄ ساڳي حالت آهي.

سـيج ڪ سـڪو ڏور، ڪنـڌيءَ اڪ ڦلاريـا،
جُنگن ڇڏيو مزور، سـر سُـڪو سُـونگي ڳيا.

لاڙ جي هڪ سڃاڻ سگهڙ. لاڙ جي ساڳي اوج جي موتي ملڻ جـي آس رکندي هيٺن ڇيو:

لاڙ اينـدو لاڏ ۾، ڪـُـڌندا ڪـُـل ڪچـي،
مقـابلو تينـدو ميـدان ۾، نڪرنـدا مـرد مچـي،
چـار پونـدا چرڪن ۾، مرنـدي مـَـڪ مـَـڪي،
تهان پوءِ ٿيندي سچي، ڳالهہ سگوري سنڌ جـي.

اهو لاڙ. جنهن جي هڪ شهر لاءِ سائين محمد خان مجيدي ڇيو:

”هيءُ شهر اسان جو شان پريو. نت شهرن جو هو شان اڳي.“

اهو لاڙ تاريخ جي هڪ عرصي دوران سنڌ جو گاديءَ جو هنڌ تـي رهيـو. سنڌ جي ڪيترن حڪمرانن جا تخت گاهہ هتي رهيا. محمد طور، روپاهہ مـاڙي، ٺٽو ۽ ان جا قديم آثار اڄ بہ انهيءَ شاهي شهر جي گواهي ڏين ٿا.

اڏاوت سازيءَ جو فن لاڙ جي ماڻهن جو دل گهريو فـن رهيـو آهـي. ڀنڀـور جي کوٽائيءَ مان اسلام کان اڳ واري گهرو اڏاوت جا اهڃا اهڃاڻ مليا آهـن.[1] سنڌ ۾ پڪسرائين اڏاوت موئن جي دڙي مـان ثـابت آهـي. جڏهن تـہ پٿـر مـان جايون جوڙڻ ۽ پٿرن جي ڇنساليءَ جي مختلف ورن جا شاهڪار جوڙڻ ۾ لاڙ پاڻ موکيو آهي. لاڙ جو هڪ شهر ٺٽو ان جو بهترين مثال آهـي. بقـول حليـم بـاغي جي تہ:

اهـا مـاٺ مڪلـي چئـي ڏي! چئـي ڏي،
اِسـان تـو ۾ ڪيـڏيون ڪهـاڻيون لڪـايون!

هزارين ورهيہ اڳ جڏهن درياءَ جي پڇاڙ واريون ڇاڙون پربـور وهنديـون هيون. درياءَ هاڪڙو چولستان ۽ ٿر جي پر ڏيو وجيو ڪڇ ڪاهيندو هو. ساوڻيءَ

[1] Khan F.A Bhanbhor Excavation op: cit. p.25

۾ ڪڇ ۽ ڪڪرالي ۾ سرسوتي ۽ چٽانگ جا پنهنجا انڊلني رنگ هوندا هئا. تڏهن انهن دريائن جي پڇاڙ وارين ڇاڙن جي دوآبن جي سَرهي سيمن تي، مارولوڪ پنهنجي پنهنجي مال/ڏٽن سان پهريندا هئا. ان ريت ڏکڻ هندستان ۽ سنڌ جي لاڙ جي ماڻهن جي شڪاري ۽ مالوند قبيلن جي پاڻ ۾ ڏيٺ ويٺ ٿي. ان دور ۾ موئن راڄ جي پٽي لوڪن (واپاري ماڻهن) انهن شڪاري ۽ ڌنار قبيلن وسيلي پنهنجي وڻج واپار کي ڏورڏيهن تائين پکيڙيو. اهي شڪاري ۽ مالوند قبيلا موئن راڄ جي وچئين واپاري ماڻهوءَ واري حيثيت ۾ واپاري ڪندي مال پهريندي وجي. دنيا جي انيڪ ملڪن تائين پهتا. ٿي سگهي ٿو ته اڳتي هلي ڪري اها به تحقيق ٿئي ته: سنڌو نديءَ جي پاڇاڙ وارن علائقن جا مالوند قبيلا ئي نندي ڪنڊ جي سمراٽن /سماٽن جا ابا ڏاڏا هئا.

انهيءَ لاڙ جي بندرن مان ڏيساورن ڏانهن مال ايندو ۽ ويندو هو. ديبل بندر، لاهري بندر، پنيور، ڪيٽي بندر جي هاڪ دنيا ۾ هنڌين ماڳين رهي آهي. يورپ ۾ لاڙ /ننٽي جي ڪپڙي ڪيليڪو (Calica) گهوڙن جي پرت پريل سنجن ۽ ٻين مصنوعات جي وڏي گهرج رهي آهي. پورچوگيزين هرمز ڪاڙيءَ تي قبضو انهيءَ مقصد سان ڪيو. ته جيئن سنڌ (لاڙ) جي واپار جو رخ وچاوير ڪان قيرائي روپ ڏانهن ڪن ۽ لاڙ جي واپار تي سندن هڪ هٽي قائم رهي.[1]

انهيءَ لاڙ مان سنڌ جا سما ۽ سومرا قبيلا سياسي طاقت حاصل ڪري ڪڇ کان وٺي ملتان تائين حڪومت ڪندا رهيا. انهيءَ لاڙ جا ملاح پنهنجا ٻيڙا ڪاهي ڏيساورن ڏانهن ويا ۽ سنڌ جي واپار سان گڏ سنڌ جي ثقافت کي به پرڏيهه ۾ متعارف ڪيائون. سنڌ جا جت لاڙ مان نڪري سڄيءَ دنيا ۾ پهتا ۽ تاريخ ۾ انهن جو تذڪرو جِت ڪِت ملي ٿو، سنڌ جو هيءُ هڪ ڪرشماتي ڀاڱو لاڙ، اڄ به پنهنجي قديم آثارن ۽ قديم تذڪرن ۾ شان وارو آهي، تاريخ جون محرڪ قوتون پنهنجي ڪاريگري ڏيکاريندي انهيءَ اگوٽي شان واري، هاڻ ٻوٽي ٻيل ڀاڱي "لاڙ" کي نئين روپ ۾ ضرور نروار ڪنديون.

اهو سڄو لاڙ انيڪ ماڳن ۽ مڪانن سان جهنجهيو پيو آهي، نري واري ماڳ تان پٿر جي دور جا اوزار لڌا آهن. اهو ماڳ سنڌوءَ جي پيٽ ۾ آهي، الله ڏنو ساند

[1] ننٽي جا ڪاتب، از: محمد عبدالغفور، مترجم: عطا محمد ڀنڀرو، سنڌي ادبي بورڊ سال 2004ع

وارو ماڳ جيڪو آڳاٽي مالوند دور جا اهڃاڻ ٻڌائي ٿو. جهرڪن ڏانهن، سوندن وارو قبرستان، ميران پور، بهرام پور، گونگڙي درياءَ جو پيٽ، مخدوم صدو لانگاهه جي درگاهه بدين واري پاسي رحمڪي بازار، روپاهه ماڙي ڪيڏڻ، ننڊو، ڪيٽين جو ڪوٽ (ماڪاٽي ميرن جو تخت گاهه) ميرن جا قبا، جاتيءَ ۾ ننڊ ڪوٽ، رڙي، وسائي جو ماڙيون، ملو حسن، جتن ۽ ڪهيرن جو چٽيون، اپن شاهه جا ٽَڪر، سجاول ۾ ٻـُڌڪا ٽڪر، ماجيرا جي ماڙي، ٺٽي ۾ سمن حاڪمن جا مقبرا، ترخانن ۽ مغلن جا قبا، انيڪ مسجدون ۽ ٻيا آثار موجود آهن. پر هن ڪتاب ۾ لاڙ جي وساريل ٻن ماڳن: ”ماڪاٽي ميرن جي پهرئين تختگاهه: ڪيٽين جو ڪوٽ“ ۽ ”ڳـُني ڊوري“ جي پرپاسي وارن ماڳن ۽ مڪانن جو ذڪر آيل آهي. هن مقدمي وارو مواد عالمن ۽ محققن پاران مقالن ۽ مختلف ڪتابن ۾ آيل آهي. هن مقدمي جي سهيڙ جو مقصد لاڙ جي شاندار ماضي جو ذڪر ڪرڻ سان گڏ سنڌ جي لاڙ واري ڀاڱي هڪ وسيع تاريخي، سماجي ۽ ثقافتي پس منظر ۾ پيش ڪرڻ پڻ آهي. هن ڪتاب جي سوڌ ۽ سنوار ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي صاحب ۽ مهاڳ لکڻ ۾ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي صاحب وڏا ڀال ڀلايا آهن.

وڏي وَسَ هـُئام، ٻاروچا ٻنيور ۾.

(ادارو)

15- جولاءِ 2006ع

باب پهريون

# ماڪاڻي ميرن جو پهريون تخت گاهه

## ڪيٽين جو ڪوٽ:

ماڪاڻي ميرن جو پهريون تخت گاهه ڪيٽين جو ڪوٽ هو. ڪيٽين جي ڪوٽ جي ڪنهن وقت وڏي اهميت هئي، هينئر اُهو ڪنڊر ٿيو پيو آهي. ڪيٽين جي ڪوٽ جي ڳالهه کي واضح ڪرڻ لاءِ، هن مقالي کي ٽن پاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. اُهي ٽي پاڱا هي آهن:

(الف) ڪيٽين جي ڪوٽ جي اهميت.

(ب) ڪيٽين جي ڪوٽ جو اڪين ڏٺو احوال.

(ج) مير عبدالله جو قبرستان.

**(الف) ڪيٽين جي ڪوٽ جي اهميت:**

ڍورو پراڻ (پٽيهل درياءُ) ايامن کان وهندو رهيو. سنڌو درياءُ جو اِهو پراڻي کان پراڻو وهڪرو هو. انهيءَ ڍوري لاءِ ڪئين ڳالهيون لوڪ ۾ مشهور آهن، ڪئين ڳالهيون انهي ڍوري پراڻ سان لاڳاپيل آهن. ڪنهن سنڌي سگهڙ پراڻ جي قدامت کان متاثر ٿي، ڪانئس سوال پڇيو هو:

”جهوني تون پراڻ، جُڳ ڪيتيهه سنيرين.“

انهيءَ جهوني پراڻ پنهنجي ڪنارن تي سوين آباد ۽ شاد شهر ڏٺا. انهيءَ پراڻ سنڌو تهذيب ۽ تمدن کي زندگي بخشي. ڪيٽين جو ڪوٽ بہ انهيءَ جهوني پراڻ درياءُ سان لاڳاپيل آهي. ڪيٽين جو ڪوٽ ماڪاڻي ميرن جو پهريون تخت گاهه هو، انهيءَ کان پوءِ ماڪاڻي ميرن ميرپورخاص کي پنهنجي رهائش لاءِ چونڊيو ۽ ڪيٽين جو ڪوٽ آهستي آهستي ٿي پراڻ جي ٻين شهرن وانگر تباهه ۽ برباد ٿي ويو.

ڪيٽين جو ڪوٽ ”ونگي“ جي شهر جي زور ڍري ٿيڻ کان پوءِ، وجود ۾ آيو. ”ونگو“ شهر پراڻ کان اُپرندي طرف آباد هو. ڪيٽين جي ڪوٽ کان اُهو شهر ميل ڏيڍ اوپر طرف هو. ونگي ۾ نهڙيا، ميمڻ، لوهاڻا ۽ ٻيون ذاتيون رهنديون هيون.

”ونگو“ شهر پراڻ جي پراڻن شهرن مان هو. انهيءَ شهر جو همعصر ٻيو شهر ”ولاسو“ هو، جو پراڻ جي پوڇڙيءَ ۾ واقع هو. اسان کي پراڻن تاريخي

ڪتابن ۽ دستاويزن ۾ ”ونگو ۽ ولاسو“ گڏ نالا ملن ٿا. اهي شهر لاڙ جا مشهور شهر هئا ۽ هڪبئي کان گهڻو پري هئا. ونگو شهر پنهنجي طاقت تڏهن بنهہ وڃائي ويٺو، جڏهن ڪيٽين کي ماٽڪاٽي ميرن تخت گاهہ لاءِ چونڊيو.

مير ناري خان، ڪيٽين کي پنهنجي لاءِ هيٺين سببن ڪري چونڊيو هو:

1. ڪيٽين کي چوطرف ڍوري پراڻ جو گهيرو هو. ڍورو پراڻ، اُن وقت هميشه پاڻيءَ سان پرجيو وهندو هو. انهيءَ ڪري ڪيٽين جي ڪوٽ لاءِ ڍورو پراڻ قدرتي بچاءَ واري خندق هو. ڪوبہ دشمن جيڪڏهن ڪيٽين تي حملي لاءِ اچي ها، تہ پهرين هن کي ڪٽان بہ ڍورو پراڻ اُڪرڻو پئي ها، پوءِ هُو پراڻ جي ڪيٽيءَ ۾ گهڙي سگهي ها ۽ يقيناً مير ڪيس ائين ڪرڻ نہ ڏين ها. بيڙين تي بندوقن ۽ توبن جا وسڪارا ڪري، هنن کي ختم ڪري ڇڏين ها. فوجي لحاظ کان اِهو هنڌ تخت گاهہ لاءِ موزون هو.

2. ڪيٽين ۾ جهنگ ۽ وڏا بيلا هئا، جيڪي اجا بہ آهن. اُهو جهنگ ميرن کي بہ ڪم ڏيندو هو. (الف) شڪار (ب) جاچ جوچ لاءِ اهو بيلو ڪارائتو هو. جهنگ ۾ ڪافي جهنگلي جانور رهندا هئا. مير صاحب انهن جو شڪار ڪندا هئا. انهيءَ ڪري هنن کي گهر ويٺي شڪار ملي ويندو هو ۽ شڪار جو شوق هو ڪيٽين جي رک وارن جانورن تي پورو ڪندا هئا. هونئن بہ ميرن کي شڪار جو شوق حد کان وڌيڪ رهندو هو. گهڻو ڪري هو پنهنجي شڪار لاءِ بيلا ۽ ڪيٽيون رکرائيندا هئا. هيءَ ڪيٽي تہ انهيءَ شوق لاءِ سون تي سهاڳي جو ڪم ڏيندي هئي. ٻيءَ طرح سان هن جهنگ مان سندن خاص جاچ ڪندڙ ماڻهو پراڻ کان هُن پاسي جي ماڻهن جي چُرپُر تي وڻن پنيان لڪي اک پيا رکندا هئا. ڪابہ شڪ جهڙي ڳالهہ پيدا ٿيندي هئي، تہ مخصوص نمونن ۾ انهيءَ ساعت ميرن کي مطلع ڪيو ويندو هو ۽ دشمن کي صفحہ هستيءَ تان مٽايو ويندو هو. ٻي هنڌ اهڙي مخصوص جاءِ ميرن کي مهيا ٿي نٿي سگهي، انهيءَ لاءِ ڪيٽيون ئي مناسب جاءِ هُئي، جيڪا ميرن جي گهرن کان سواءِ هڪ بيلي جي بہ حيثيت رکندڙ هئي.

3. ٽيون سبب هي پڻ هو تہ ماٽڪاٽي ميرن جو لاڙ ۾ ڪافي اثر رسوخ هو. لاڙ جو ٻهدمي، سيراٽيءَ کان ويندي، ٻنورو، شاهہ بندر، ڪيٽي بندر، بلڪ گهوڙا باريءَ تائين سندن ملڪ هو. تہ وارن ماڻهن سان بہ هنن جو لڳ لاڳاپو

هو. ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ فوجي نگران جي حيثيت ۾، هو پنهنجي چانوٽيءَ سان گڏ لاڙ ۾ گهاريندا هئا. انهيءَ ڪري لاڙ ۽ ٺر جا ماڻهو هنن کي ڪافي چاهيندا هئا. جنهن ڪري هنن ڪيٽين کي پنهنجو تخت گاهه بنايو. ڇوته اِها جاءِ ٺر ۽ لاڙ جي وچ ۾ واقع هئي ۽ هو پنهنجي رعيت کي بنهه ويجهو ٿــي ٿي رهيا. راجا جيترو رعيت کي ويجهو هوندو، اوترو ئي رعيت هن سان پنهنجا ڏک سور اوري سگهندي ۽ هُو پڻ رعيت جي جذبن کان آگاهه ٿي سگهندو. انهيءَ لحاظ کان به ڪيٽيون ماٺڪاٺي ميرن جو مناسب تخت گاهه هو.

4. ڊوري پراڻ جي اُلهندي تان اڳي رڳو ميدان ئي ميدان هو. ميرن ڏاهپ ڪري ڪوٽ جا مورچا بنهه مٿي ڪٽايا هئا. انهن مورچن تي هر وقت نگاهه رکندڙ نگهبان رهندا هئا. اولهه کان ڪابه فوج يا لشڪر ايندو هو. ته ڪوهن کان نظر ايندو هو ۽ انهيءَ لشڪر يا فوج جو واٽ ۾ ئي صفايو ڪيو ويندو هو. اوپر طرف کان جيتوڻيڪ ڪافي وٽڪار هئي، پر انهيءَ وٽڪار ۾ جونجهار جوان رهندا هئا. اُهي ته اهڙا وجهه پيا ڳوليندا هئا. ڪوبه دشمن جهنگ ۾ گهڙيو نه آهي ۽ ختم ٿيو نه آهي. انهيءَ لحاظ کان به ماٺڪاٺي ميرن جو هيءُ تخت گاهه ڪارائتو هو.

5. ڪيٽين جي ڪوٽ کان سڌو سامونڊي رستو ڪڇ ڏانهن ٿي ويو. اُن کان سواءِ ڪيٽين کي ڪڇ ويجهو هو. انهيءَ ويجهڙائي سبب ميرن ڪڇ جي راجا سان برادريءَ وارا ناتا قائم ڪيا هئا. ڪڇ جو راجا ماٺڪاٺي ميرن سان برادريءَ جهڙا ناتا رکندو هو. ڪڇ کي ويجهي هئڻ ڪري، ماٺڪاٺي ميرن کي اِهو قرب ۽ محبت جو ناتو شهداداڻين کان وڌيڪ فائدي وارو هو. شهداداڻين وٽ ڪڇ جا سفير ايندا ويندا هئا، پر ڪڇ جي راجا جو جيڪو برادراڻو تعلق ماٺڪاٺي ميرن سان هو. سو آخر تائين قائم رهيو. اهي سبب هئا. جنهن ڪري مير ناري، پنهنجو تخت گاهه ڪيٽين کي بنايو ۽ موصوف پنهنجن عزيزن قريبن سان اُتي رهڻ لڳو.

مٿين مفادن کان سواءِ ماٺڪاٺي ميرن کي ذڪر ڪيل جاءِ کي تخت گاهه بنائڻ سبب ڪجهه نقصان به پهتا. مثلاً:

1. سنڌ جو تخت گاهه حيدرآباد هئڻ ڪري، ٻاهران جون جيڪي قومون مثلاً: انگريز، فرينچ ۽ ڊچ سڌو سنئون شهداداڻي ميرن سان تعلق ۾ ٿي آيا ۽

ماڻڪاڻي ميرن تائين گهڻا سياح ۽ تاريخ نويس پهچيو نتي سگهيا. نتيجي طور ماڻڪاڻي مير گمناميءَ جي گوشي ۾ رهيا ۽ تاريخ جي ورقن تي هو گهڻي قدر اُسري ۽ اُڀري نہ سگهيا. شهداداڻي ميرن ڄاڻي ٻجهي هنن کي گمنام رکڻ تي گهريو. نتيجي طور اڄ سواءِ ڪن ٿورن حوالن ۽ ٿورن ڪتابن جي ماڻڪاڻي ميرن جو ڪٿي بہ احوال نٿو ملي، پر ماڻڪاڻي ميرن جي خلاف شهداداڻي ميرن جي ذڪر سان ڪئين ڪتاب پريا پيا آهن.

2. حيدرآباد کان پري هئڻ سبب ماڻڪاڻي مير، شهداداڻي ميرن جي سازشن ۽ رٿن کان اڻ واقف تي رهيا. نتيجي طور ماڻڪاڻي ميرن تي ڪي اوچتيون آفتون نازل تي تيون، ۽ اوچتا فتنا تي برپا تيا، جي شهداداڻين جي ڪن ڦوڪ جو نتيجو هئا. پر ماڻڪاڻي مير جنگي جوڌا هئا، اهڙين آفتن کي منهن ڏيو وجيو پار پوندا هئا.

3. ماڻڪاڻي ميرن کي ڪيٽين ۾ سيڪا سيڪ نئين تعمير ڪرائڻي پيئي، ڪوٽ ٻڌائڻو پيو. کوهہ کوٽائڻا پيا. بازاريون ۽ شهر ٻڌائڻا پيا. قومون ۽ قبيلا لڏائي اچي ويهارڻا پيا، جيئن جهنگل ۾ منگل تي سگهي. اهي اهڙيون ڳالهيون هيون، جنهن لاءِ هنن کي ڪجهہ پريشاني پڻ ڪٽڻي تي پيئي. اُن جي اُبتڙ شهداداڻين ميرن کي نهيل نڪيل شهر، گام ۽ ڳوٺ ملي ويا هئا. هنن کي رڳو انتظام هلائڻو هو. نئين تعميرات ڪرڻي ڪونہ هُئي، جيئن ماڻڪاڻين کي ڪرڻي تي پيئي. البت انهيءَ مان اِهو بہ فائدو پهتو، جو ماڻڪاڻي ميرن ڪافي تعميرات ۾ حصو ورتو. وري وري نيون ۽ سهڻيون جڳهيون نهرايون. پر شهداداڻي ميرن سيني اڏاوتن جو ٿورو ڪم ڪيو. انهيءَ ڪري انهن جي اها محنت سجائي ويئي. ماڻڪاڻي ميرن جي تعميرات ۾ ڪيٽين جو ڪوٽ، دبٽيءَ جو مقام، تنڊوباگو، تنڊوالهيار، ميرپورخاص ۽ چنوڙيءَ جو قبرستان خاص هئا ۽ اڄ بہ ماڻڪاڻي ميرن جي تعميرات جي شاهدي ڏيئي رهيا آهن.

**(ب) ڪيٽين جي ڪوٽ جو اکين ڏٺو احوال:**

گهڻن ڏينهن کان اِها دلي چاهنا هيم، تہ ميرپورخاص وارن ميرن جي پهرئين تخت گاهہ ڪيٽين کي وڃي اکين سان ڏسجي، پر قسمت ساٿ نتي ڏنو. آخر هڪ ڏينهن ڳالهين تان ڳالهيون ڪندي، برادرم رازق ڏني جوڻيجي اڳيان ساڳي ڳالهہ چوريم. پاڻ چيائين تہ، "ساڳين ڪيٽين ۾ اسان جا جوڻيجا رهن تا." اِهو ٻڌي

سرھو ٿيس. پر پروگرام اجا ناھيو ڪونہ ويو ھو. اوچتو مير حاجي محمد بخش خان ٽالپر وائيس چيئرمين ضلع ٿرپارڪر، محترم استاد غلام علي الانا. سان گڏجي پھتو. ھو آيا ۽ مون وٽ ھڪ ڏينھن ترسي ھليا ويا.

(محمد سومار شيخ جو جوڙيل لاڙ جو ھڪ نقشو)

وجڻ سان مير حاجي محمد بخش خان ٽالپر مون متان بار رکيو تہ. "آءٌ لاڙ ۾ بلوچ خاندانن سان ملي. ميرن سان سندن لاڳاپي واريون ڳالھيون ڳولي ھٿ ڪريان."

انھيءَ ڳالھ کي اڳيان رکي بخشو ديرو. ڪڍڻ. بھدمي. اندھلو ۽ بين ھنڌن جي ماڻھن سان ملي معلومات ورتم ۽ نندي شھر جي پرگڙين جي احوال ونڻ لاءِ محمد خان پرگڙيءَ جو سلامي ٿيس. ھن کان پڻ ڪيتين ڏانھن وجڻ جو ڏس مليو ۽ محمد خان اھو بہ ٻڌايو. تہ "ميرن جو ۽ خاص ڪري ميرپورخاص

وارن ميرن جو احوال ڪيٽين جي پرپاسي ڪان ملي سگهندو." اهڙيون ڳالهيون ٻڌي رازق ڏني جوٽيجي کي اوڏانهن هلڻ لاءِ راضي ڪيم. ايتري ۾ مير حاجي محمد بخش ٽالپر، ٽيليفون رستي ٻڌايو ڪيو ته، "آءٌ جلد اچان پيو، تيار وينو رهج. ڪيٽين ۾ هلنداسون."

1. تاريخ 5- مئي سن 1967ع تي مير حاجي محمد بخش ٽالپر بدين آيو. پاڻ سان گڏ الله جو سپاهي اُميد علي خان لغاري به آندو هئائين. جيئن ته، گولاڙچيءَ کان اُلهندي 5-6 ميلن تي ڪجهه لغاري بلوچ رهندا هئا، اُتان ڪجهه معلومات ملڻ جو آسرو هو، تنهن ڪري شام جو اُتي پهتاسون. ڳوٺ غلام علي خان لغاري (تعلقو ٽنڊو محمد خان) ۾ رات رهياسون. اُتان جي لغارين سان ملي، صبح جو واپس بدين پهتاسون ۽ شام جو 4 وڳي ڌاري مير صاحب سان گڏ رازق ڏني جي رهبريءَ هيٺ ننڍي شهر کان اُپرندي، ڪوسڪي لنگهي، ڪيٽين ۾ پهتاسون.

2. اهي ڪيٽيون ڀورو پراڻ جي ڪاٻي پاسي ونگي واري رستي جي ڏکڻ ۾ واقع هيون. پراڻ کان اُپرندي ڪيٽين جو قلعو تعلقي ڏيپلي ۾ واقع هو. پرسان جوٽيجن جو ڳوٺ هو. آءٌ ۽ مير حاجي محمد بخش ٽالپر ڪيٽين جا قلعا ڏسڻ لڳاسون ۽ رازق ڏنو جوٽيجن جي ڳوٺ مان ڪو پريو مڙس وٺڻ لاءِ لنگهي ويو.

مير حاجي محمد بخش ٽالپر خود پنهنجن وڏن جو اِهو قلعو ٻئي دفعي ڏسڻ آيو هُو. هو پاڻ ننڍي هوندي، ڪيٽيون ڏسڻ آيو هو.

اجان قلعي کان ٿورو پريرو هئاسون، ته مير حاجي محمد بخش ٽالپر چيو ته، "اسان جي وڏن کي کهڙي لڳي هئي، جو بيا شهر بحر ڇڏي، هِت اچي قلعا جوڙي رهيا هئا." مير حاجي محمد بخش ٽالپر جي خيال ۽ سوال جو مون وٽ ته ڪوبه جواب ڪونه هو، تنهن ڪري ماٺ ڪري چوگرد تمام وڏين ڪَنڌين ڏانهن ڏٺم. جي هڪ ننڍي ٻيلي جو ڏيکاءُ ڏيئي رهيون هيون.

3. ڪيٽين جي ڪوٽ کي ويجها ٿياسون. اُلهندي تان پڪين سرن جو کوهه ڏٺوسون. اِهو کوهه تمام اونهو هو ۽ سنهين سرن سان جڙيل هو. پوءِ پتو پيو ته، انهيءَ کوهه جو پاڻي اتي وينل مير، چيٽ جي ڏينهن ۾ ڪم آڻيندا هئا. اِهو کوهه "چيٽي" سڏجي ٿو. هن جو پاڻي تمام منو ۽ روح کي راحت ڏيندڙ آهي. انهيءَ کوهه جي پاڻيءَ جي اها برڪت آهي، ته انهيءَ جو پاڻي پيئڻ کان

پوءِ، اُج نہ ستائيندي آهي. اُتي ئي ڪن ماڻهن ٻڌايو تہ، اِهو ڪوهہ ماڻهن، مال ڪرڻ جي ڊپ کان ہ - تي سال اڳ ڪانيون ۽ سرون وجهي پوري ڇڏيو هو، پر پوءِ پاڻيءَ جي ڪوٽ ڪري، اِهو بيهر کوٽيو ويو ۽ چوٿون حصو کوٽيو ويو آهي، تڏهن بہ پاڻي منجهس پُرهہ تار آهي ۽ کيتري بہ پاڻي ڪڍڻ سان کوهہ ڪُـتي صفا ڪونہ ٿو. اڳي اُتي جا رهواسي جوٽيجا، انهيءَ پاڻي تي پاڇي بصر وغيره جي پوک بہ ڪندا هئا.

کوهہ جي اُپرندي کان سرن جو دڙو نظر پئي آيو. آثار اهڙا هئا، جو اُها مسجد ٿي سجهيسين. مقامي ماڻهن پڻ اُها مسجد ٻُڌائي، اِها مسجد کيٽين جي قلعي جي اُتر اولهہ کُند جي اُتر کان واقع هئي. مير اُتي صوم و صلوات جا فرضَ ادا ڪندا هئا.

4. مسجد جي پرسان 10-15 قدمن تي ڏکڻ پاسي کان ڪچيءَ مٽيءَ جو وڏو ڍڳ هو. آءٌ انهيءَ دڙي تي چڙهي ويس. حقيقت ۾ اِهو اُتر اولهہ وارو مورچو هو. آءٌ جڏهن انهيءَ مورچي تي چڙهي رهيو هوس، تڏهن مون کي اڌ تي ڪرڻ جو ڊپ ٿيو هو، پر پوءِ مٽيءَ کي جهلي، وچي مورچي جي چوٽيءَ تي پهتو هوس. مون اُتان نظر ڪئي، تہ اُپرندي وارو مورچو پڻ ساڳئي شان سان نظر آيو. مير حاجي محمد بخش ٽالپر پڇيو تہ، "شيخ صاحب! ڇا تو سمجهين، تہ اِهو ڇا هو؟" مون چيو تہ، "سائين ڳالهہ پڌري آهي، مورچو آهي." پاڻ چيائين، تہ "تو صحيح سمجهيو آهي. مون اڳي اهو مورچو ڪجهہ سلامت اچي ڏٺو هو، هينئر سندس ڪجهہ نشان نہ رهيو آهي."

اُتر اولهہ واري مورچي کان ٿي، اسان سڌو مٽيءَ واري ڪوٽ جو اُلهندو پاسو وٺي، ڏکڻ پاسي روانا ٿياسون. ڪوٽ جو الهندو پاسو اٽڪل روءِ 415 فوٽ ڊگهو هو.

5. پرپاسي ۾ بين خدمتگارن ۽ سپاهين جي جڳهين لهڻ لاءِ وڏي مورچي کي ڇڏي، ڏکڻ طرف هلندا هلياسون. مون محسوس پئي ڪيو، تہ اسين مٿاهينءَ تي پيا هلون. مير حاجي محمد بخش ٽالپر جو خيال هو تہ، اِهو پاڻيءَ جي لاءِ پل هو، مون کي بہ اهڙو شڪ هو. پر جڏهن انهيءَ پاسي پڻ ننڍو مورچو ڏٺم، تہ مون کي اِهو ذيلي قلعو ذهن ۾ اُڀري آيو ۽ مون مير صاحب کي پڻ اِها ڳالهہ ٻڌائي. آءٌ اٽڪل روءِ 415 فوٽ اپرندي ويس تہ، اُپرندي تان وڏو مورچو نظر آيو. اهڙيءَ طرح چوڌاري گهمي ڏٺوسون، تہ اِهو ذيلي ڪوٽ پڻ اُتر واري

وڏي ڪوٽ جي آذار تي هو. ڪيس بہ مورچا هئا. ڏکڻ - اولهہ ۽ ڏکڻ - اوپر. اندر ڪنهن پڪيءَ جاءِ جا آثار ڪونہ هئا، باقي نڪرات ڪافي هئي. ڪچين جاين جا پڻ ڪافي آثار هئا. مير حاجي محمد بخش ٽالپر جو خيال هو، تہ اتي سپاهي ۽ سپهہ سالار رهندا هئا ۽ وڏي ڪوٽ ۾ مير رهندا هئا.

6- انهيءَ کان پوءِ وري وڏي ڪوٽ ڏانهن وياسون. وڏي ڪوٽ کي چار مورچا هئا. هڪ مورچي جو پهرين ذڪر ڪيو اٿم ۽ ٻيو مورچو اُتر - اُڀرندي وارو هو. ٽيون مورچو ڏکڻ - اُڀرندي ۽ چوٿون مورچو ڏکڻ - اولهہ طرف هو. اهي پويان ذڪر ڪيل مورچا، ذيلي ڪوٽ جا بہ مورچا تي ڪم ايندا هئا. شاهي دروازو جنهن جي اڳيان باقاعدي جايون هيون، جتي مير ناري ڏانهن درٻارين کان اجازت وٺي وڃڻو پوندو هو، جتي درٻاري هٿيار بند تي رهندا هئا، اِهو دروازو اُتر - اُڀرندي مورچي جي لڳولڳ هو.

انهيءَ مورچي ۽ دروازي جي اُڀرندي تان سؤ گز تي سنهي ۽ اونهي وائي هُئي. اها وائي ڪِن ماڻهن ملڪيت جي حاصلات جي آذار تي کوٽي هئي، پر انهيءَ کوهہ مان سواءِ هڏن ۽ نڪرين جي ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ مليو. اِهو کوهہ جيئن اندر تي کوٽيائون، تيئن سوڙهو ٿيندو تي ويو، تان جو نيٺ بيزار تي اِهو کوهہ کوٽڻ بند ڪيائون. اهو "دوهي" کوهہ جي نالي سان مشهور هو.

7. ڪوٽ اندر پڪيون چار جايون هيون. هرهڪ جاءِ مورچي جي بلڪل ويجهو هئي. مير حاجي محمد بخش ٽالپر چيو، تہ هن ڪوٽ اندر مير نارو خان، سندس بہ فرزند، مير غلام حيدر ۽ مير علي مراد، مير باگو خان، مير وليد خان، مير عبدالله خان، مير الهيار خان برادر مير نارو خان رهندا هئا.

جڳهيون سڀ پڪين سرن جون ۽ ونگ تي بيٺل سرون سنهيون ڪم آيل هيون. ڪاٺ ڪم آيل ڪونہ هو. هڪ هڪ جاءِ ۾ بہ ٽي ۽ چار چار ڪوٺيون هيون. ڏکڻ واريون جايون جيڪي ڏکڻ - اُڀرندي ۽ ڏکڻ - اولهہ واري مورچي جي پرسان هيون، سي ڪجهہ سلامت هيون، انهن جي تولهہ ۽ اڏاوت جو نمونو ڏسي حيرت تي ٿئي. هرهڪ جاءِ کي چار چاڙهيون هيون. اولهہ- اوپر، ڏکڻ ۽ اولهہ طرف اُهي چاڙهيون ظاهر هيون. ماڻهو چاهي تہ جڳهہ تي اولهہ کان چڙهي ۽ اوپر وڃي لهي ۽ چاهي تہ اُتر کان چڙهي ۽ ڏکڻ وڃي لهي. يا مرڳو اُڀرندي کان چڙهي. جڏهن جڳهہ جي وچ تي اچي تڏهن چاهي تہ، ڳجهي رستي جڳهہ،

اندر هليو وجي يا مرڳو اُتر. ڏکڻ يا اولهه واريءَ چاڙهيءَ تان وجي هيٺ لهي. اهي ”چٽو ڏول“ چاڙهيون هيون. جن کي ڏسڻ جو پهريون موقعو ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ ميرن جون محلاتون ڏسڻ وقت، نصيب ٿيو هئم.

8. زماني جا رنگ آهن، ڪڏهن اتي راڄ راڻا رهيا تي، اڄ اُتي چمڙن جي ونين جا ڍڳ لڳا پيا آهن. انهن محلاتن ۾ مورچن تي ماڻهن بدران چبرن ۾ چيلن جو رهڻ پيو ٿئي.

مير حاجي محمد بخش ٽالپر چيو ته. ”مون سڀ جڳهيون اڳئين دفعي اڃي سلامت ڏٺيون هيون. پر هينئر اُهي جايون، گهڻي قدر ڍهي چڪيون آهن. ڪجهه زماني جي ستم ظريفي آهي ۽ ڪجهه ماڻهن جون حرڪتون آهن، جن سرون ڪڍي ورتيون آهن، اهڙي طرح هي آثار- قديم جا نادر نمونا، ذري گهٽ تباهيءَ کي ويجهو پهچي چڪا آهن.

زماني جي هوا هن وڏي ڪوٽ کي زمين دوز ڪري ڇڏيو آهي، جنهن جي ايراضي 830x830 = 688900 فوٽ هئي. ڪجهه ٿورا آثار ڪوٽ اندر باقي وجي رهيا آهن. سي به ختم ٿيڻ جي حد تي پهچي چڪا آهن. اهڙيءَ طرح زمان جي مڪان تي ڇانئجي وڃڻ جو پڌرو سبق حاصل ڪيوسون.

هن ڪوٽ جو خاڪو هن ريت آهي:



9. ڪيٽين جي ڪوٽ جي اُتر - اُيرندي ڪنڌ ڪان ڪيٽين جي شهر جا آثار شروع ٿين ٿا. انهيءَ شهر جي ٽڙيل ٽڪراٽ نڪرات ۽ سرن جي ڳاڙهاڻ، اسان ڪي پاڻ ڏانهن ڇڪيو. ڪيٽين جي ڪوٽ جو شهر پڻ خاصو وڏو هو. انهيءَ ۾ ڪڏهن واپارين ڪيٽين جي شهر جي باشندن سان واپار ڪيو هوندو ۽ انهيءَ شهر ۾ ڪئين صراف، موچي، لوهار، واڍا، واپاري، سوداگر رهندا هوندا ۽ انهن جو واپار ڪيٽين سان گڏ پراڻ جي رستي ٻاهرين شهرن سان بہ ٿيندو هوندو. هي شهر ڏسي مون کي تعجب ٿيو، تہ ٻين شهرن جي ابتڙ هن جي بازار اولھہ ڪان اوپر طرف هئي. هونئن سنڌ ۾ جيڪي بہ شهر آهن، انهن جون بازاريون گهڻو ڪري ڏکڻ کان اُتر طرف آهن. خود سنڌين جو پراڻي ۾ پراڻو شهر "موهن جو دڙو" (مهاڻن جو دڙو) بہ اُتر کان ڏکڻ طرف اڏيل آهي. آءٌ سمجهان ٿو، تہ اهو اڏاوت جو نمونو ڊوري پراڻ جي ور سبب اختيار ڪئي ويئي هئي، نہ تہ انهيءَ جو ٻيو ڪوبہ سبب ڪونہ هو. انهيءَ شهر جو منهن سڌو سنئون اچيو ٿي ميرن جي ڪوٽ جي دروازي جي منهن سان گڏيو. ائين شهر ۽ ڪوٽ جا دروازا هڪٻئي جي سامهون هئا. شهر وارن لاءِ ڪو ڏار کوھہ کوٽيل ڪونہ هو. شايد شهر وارا اهڙي ضرورت ئي محسوس نہ ڪندا هئا. ڊوري پراڻ جو وهندڙ پاڻي پي دل خوش ڪندا هئا. رڳو ميرن ئي پاڻ لاءِ کوھہ کوٽرايو هو. انهيءَ کوھہ مان مير صاحب ئي پاڻي حاصل ڪندا هئا. اِهو ڪيٽين جو شهر جنهن ۾ ماٽڪاٽين جي ڏينهن ۾ جام واپار ٿيندو هو، سو پڻ ڪيٽين جي ڪوٽ ڦِٽڻ سان گڏ ڦِٽي ويو ۽ شايد اتي جا واپاري پڻ ميرن سان گڏ ميرپورخاص ۽ ٽنڊي باگي ڏانهن لڏي ويا.

10. جوٽيجن جو خيال هو، تہ "مير حاجي محمد بخش ٽالپر کي هت رات رهائجي ۽ ڪيس ڪوٽ سان لاڳاپيل ڳالهيون ٻڌائجن." پر مير حاجي محمد بخش ٽالپر کي سالار سومرو اڳي ڪا دعوت ڏيئي آيو هو ۽ هي پڻ ٻڌائي آيو هو، تہ "سليمان پان، مون وٽ وڏو راوي رهي ٿو. اُن کي ڪافي معلومات آهي. اُن کان اُها معلومات بہ اچي وٺو ۽ مون غريب کي ميزبانيءَ جو بہ موقعو ڏيو." تنهن ڪري مير صاحب جوٽيجن کان موڪل وَني، وري ساڳئي رستي تان واپس ٿيو. ڪوسڪيءَ تان لنگهي وڃي سالار سومري جي ڳوٺ رات رهياسون. پانن جا ولر اچي گڏ ٿيا، پر هنن مسڪينن کي ڪابہ معلومات ڪانہ هئي، تنهن ڪري اهو پنڌ اجايو ويو. ستين تاريخ واپس بدين پهتاسون. اُتان مير حاجي محمد بخش ٽالپر تہ ميرپور خاص روانو

تي ويو. پر اسان تي اِهو ڪم رکي ويو هو. تہ اوهان وجي ڪيٽين جي چوڌاري اهڙن ماڻهن سان ملو، جي ميرن سان ڪونہ ڪو واسطو رکندڙ هئا ۽ اُتي جي پرپاسي جي ڪندرن جي ڳولا جو ڪم بہ رکي ويو هو.

11. بدين ۾ رهڻ وقت مير حاجي محمد بخش تالپر ٻڌايو تہ، ”مير شارو خان هتي ڪيٽين ۾ پنهنجي عوام جي چوڻ تي اچي رهيو هو. پر سندس حد وسيع هئي، تنهن ڪري اُتر وارن سپهہ سالارن ۽ صوبي جي خدمتگارن جي صلاح تي، ميرن وجي ميرپورخاص جو شهر سن 1806ع ۾ ٻڌايو. پوءِ بہ هت ڪيٽين ۾ ميرن جا صوبيدار رهندا هئا ۽ انتظام رکندا هئا. ميرپورخاص کان اُتر ۽ ڏکڻ کان سواءِ اُپرندي تر وارن ماڻهن کي پڻ ويجها ٿيا هئا.

ميرپورخاص وارن ميرن جي صاحبي، سنڌ جو تر وارو حصي ۽ سنڌ جو اُپرندو حصي ۾ هئي. انهيءَ لحاظ کان بہ ميرپورخاص ميرن جو تخت گاهہ مناسب هو ۽ ڪيٽين وارو تخت گاهہ انهيءَ لحاظ کان مناسب ڪونہ هو. انهيءَ ڪري ميرن صلاحڪارن جي چوڻ تي، ميرپورخاص شهر ٻڌو. انهيءَ مان مذڪوره مير پنهنجي رعيت جي وچ تي ٿي وينا ۽ پنهنجي حيدرآباد وارن سوٽ ميرن جي پڻ ويجهو ٿيا.

2. ماڻڪاڻي ميرن جو مذڪوره ڪوٽ سن 1783ع کان سن 1806ع تائين اٽڪل 23 سال تخت گاهہ رهيو. جنهن مان 12 سال سڌيءَ طرح ۽ پوءِ اڻ سڌيءَ طرح هي ڪوٽ تختگاهہ پئي رهيو هوندو. سن 1806ع ۾ باقاعدي ميرپورخاص هنن جي گاديءَ جو هنڌ بنيو. اهڙي طرح سان پوءِ هن ڪوٽ ۾ رڳو سندن خدمتگار رهندا هئا.

مذڪوره ڪوٽ جي اُپرندي کان هڪ عاليشان شهر آباد هو. اِهو شهر اڌ ميل ۾ واقع هو. انهيءَ شهر کي بہ ”ڪيٽين جو شهر“ يا ”ڪيٽي بندر“ ڪري چوندا هئا. انهيءَ شهر تي احمد شاهہ جيڪو ميرن جو سپهہ سالار هو، نظرداري رکندو هو. جوٽيجا ذڪر ٽيل ڪوٽ جي ڏکڻ کان ۽ بلوچ اولهہ ڏکڻ ڪُنڊ تي ڳوٺ ٻڌي اچي رهيا، جيڪي اجا بہ وينا آهن. لغاري بلوچ ميرن جا سپاهي هئا ۽ جوٽيجا ميرن جا اونار هئا.

موجوده نقشي موجب ڪيٽين جو ڪوٽ تعلقي ڏيپلي جي ديهہ ”ڪاٺ ڊهو“ ۾ اچي وڃي ٿو. اِهو ونگي کان هڪ ميل اُلهندي، ننڍي شهر کان 8-9

ميل اُيرندي ۽ ڀنگرئي کان ڏکڻ ۾ واقع آهي. ڪنهن ڪي زمان و مڪان جي گردش جو سبق حاصل ڪرڻو هجي، تہ بدين کان ننڊي شهر ۽ اُتان کان ڪوسڪيءَ وارو رستو وٺي پراڻ جي ڪپٽيءَ ۾ اهي ڪندر ڏسي سگهي ٿو.

هن ڪوٽ کي پوءِ ميرنارو ۽ مير باگو ڇڏي ويا. مير نارو وڃي ميرپورخاص ۾ رهيو. اهو ميرپورخاص جو شهر پوءِ نهيو. مير نارو هاٿي چنوڙيءَ جي قبرستان ۾ ابدي آرامي آهي. مير باگو وڃي ”ٽنڊو باگو“ شهر ٻڌو. مير الهيار وڃي ”ٽنڊو الهيار“ ٻڌو. اهڙيءَ طرح سان ميرن آهستي آهستي ڪري هن آباديءَ کي آباد ڪرڻ کان پوءِ ويران ڪيو ۽ آخر ۾ پنهنجن کي منهن مٽيندو ڏسي، اهي جايون ۽ جڳهيون بہ ڏک ۽ ڏنجهہ ۾ ڊهي پيون. هينئر چوڏول چاڙهيءَ واريون ماڙيون گهٽي قدر زمين دوز ٿي چڪيون آهن.

## (ج) مير عبدالله جو قبرستان:

ڪيٽين جي ڪوٽ تان ڦيري ڪرڻ وقت، مير عبدالله جي مقام جي ڏسڻ جو پڻ شرف حاصل ٿيو. مير عبدالله جو مقام ڪيٽين کان اُتر طرف ٻن ميلن تي واقع هو. هن قبرستان ۾ ڪيٽين جا مير آرامي هئا. ھي جيئن تہ اميراڻو مقام هو، پر زماني جي گردش کان آجو ڪونہ هو. چوڪنديون جا عاليشان اُڪر وارا پٿر ماڻهو کڻي ويا هئا. مقام اجڙيو ۽ ويران ٿيو پيو هو. ڏسڻ ۾ هيئن ٿي آيو. تہ هن قبرستان جي سر سر ڪري ماڻهن اکوڙي آهي. ماڻهن قبرن جي ايذي بيحرمتي ڇو ڪئي؟ ان حوالي سان سمجهيم ٿي تہ، ڪن مطلب پرستن شايد ملڪيت جي آسري ۾ اِها قبرن جي بيحرمتي ڪئي هجي. يا تہ شايد مرڳو هيئن ٿيو آهي، جو ڏوبين داٻڙن ڪرڻ لاءِ مقام مان پٿر ڪڍيا آهن. جيئن تہ انهيءَ ذڪر ڪيل قبرستان جو ڪوبہ ڏٽي ڌوڻي نہ آهي. تنهن ڪري ڪوبہ مطلب پرست ڪڍهن بہ پنهنجي من ماني ڪري سگهي ٿو. البت هن قبرستان جي ڏکڻ کان لڳولڳ پنجابين جو ڳوٺ ٻڌل ڏسڻ ۾ ٿي آيو. مقام جي چوڌاري ٻنيون کيڙيون پيون هيون. ڪٽي فصل پڻ تيار بيٺا هئا. مذڪوره قبرستان اٽڪل روءِ ٻن ٽن چورس فرلانگن ۾ واقع آهي.

1. هن قبرستان جي ايرندي تان هڪ چوڪندي آهي. انهيءَ چوڪنديءَ جي ڇٽي سلامت آهي. هينان پٿر بہ ڪنهن ڪونہ ٽوڙيا آهن. انهيءَ چوڪنديءَ ۾ ٻہ قبرون هيون. اندر چاڪي چمڙن جون تمام گهٽيون ونيون پيون هيون. شايد

ڪن سالن تائين ڪنهن انهيءَ چوڪنديءَ جي اندر صفائي نہ ڪئي آهي. چوڪنديءَ جي اُيرندي ڪان مير وليد خان ٽالپر جي قبر هئي. جنهن جمادي الثاني سن 1248ھ ۾ وصال ڪيو هو. مير وليد جي اولهہ ڪان مير مرزي خان جي ترُبت هئي. جنهن تي ربيع الاول سن 1250ھ لکيل آهي. ٻنهي قبرن جي مٿي ڪان مقام جي ٻين سرن وانگر ڪلمون طيبہ اُڪيريل هو. هن چوڪنديءَ جو دروازو ڏکڻ طرف هو. مذڪوره چوڪنديءَ جي پڪيڙ ڏکڻ ڪان اُتر طرف اٽڪل 14 فوٽ ۽ اُلهندي ڪان اوپر بہ ڇڻ ايتري پڪيڙ واقع هُئي. هيءَ چوڪندي خاصي مضبوط تي ڏني. جيڪڏهن مرمت ڪئي وڃيس، تہ سوين سالن تائين اجا بہ ڪيس ڪو جوکو ڪونہ ٿئي.

2. مير وليد جي چوڪنديءَ جي اُيرندي ڪان ٻہ قبرون پڪيون ٻڌل هيون. انهن مان اُيرندي واري قبر، محمد خان ٽالپر جي هُئي. محمد خان ٽالپر جي سن وفات سن 1205ھ لکيل هو. 5 جي انگ ڪان پوءِ ڪجهہ ڊاٽ هئي. شايد سن 1245ھ سن هو.

3. مير وليد جي چوڪنديءَ جي اُلهندي ڪان ٻيو نمبر چوڪندي هئي. اِها چوڪندي پڻ ڏيگهہ ۾ ويڪر ۾ وليد خان چوڪنديءَ جيڏي هئي. انهيءَ چوڪنديءَ تي ڪجهہ بہ لکيل نہ هو. هن چوڪنديءَ جو منهن اُيرندي طرف هو.

ٽيون نمبر چوڪندي مذڪوره چوڪنديءَ جي اُلهندي ڪان واقع هئي. اِها چوڪندي ڪجهہ وڏي هئي. هن چوڪنديءَ جو اُلهندي ۽ اڀرندي وارو پاسو وڏو هو ۽ اُتر ۽ ڏکڻ وارو پاسو ڪجهہ گهٽ هو. ٽيءَ چوڪنديءَ تي بہ ڪجهہ لکيل نہ هو. اِها چوڪندي ٻي چوڪنديءَ وانگر خالي هئي. انهيءَ چوڪنديءَ جا تمام گهٽا پٿر جُهريل هئا.

4. انهيءَ چوڪنديءَ جي اولهہ ڪان هڪ جُهريل پٿر نظر آيو. اُنهيءَ تي ڪجهہ لکيل هو. مون جڏهن پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ پٿر تي ”قبول ولد.... وفات سن 1225ھ جمادي الاول....“ لکيل لفظ نظر آيا. شايد قبول ميرن وٽ ڪو ناليرو فرد هو.

5. هڪ ٻيءَ قبر تي هي اکر لکيل هئا:

”تاريخ وفات صوبہ خدمتگار بيست هفتم رمضام سن 1213ھ“

انهيءَ قبر جي پرسان هڪ ٻي بہ اهڙي قبر نظر آئي. انهيءَ تي ”تاريخ وفات ڪبير خدمتگار 21 ماهہ ذوالحج سن 1217ھ“ لکيل هو.

مذڪوره قبرن ڪان سواءِ هن قبرستان جا ڪتبا پڙهڻ تمام ڏکيا هئا، ڇو ته ڪي ته صفا جُهريا پيا هئا ته. ڪي ڪتبا بلڪل قبر ڪان پري هئا.

6. هن قبرستان جي اولهه ڪان احمد شاهه جي تربت هئي. احمد شاهه ڪيٽين جي ميرن جو وڏو سپهه سالار هو. ديندار ۽ الله لوڪ بزرگ هو. ميرن جي قبرن ڪان احمد شاهه جي قبر ڪي ماڻهن وڏيڪ احترام سان ٿي ڏٺو. هن جي قبر تي عوام پڙ وڏا هئا. نشان ٻڌو هو. مون ٻڌو هو، ته ماڻهو احمد شاهه تي هر سال ميلو پڻ لڳائيندا آهن. هن قبرستان کي به احمد شاهه جو قبرستان ڪري ڇوندا آهن. اهو ٻڌي حيرت ٿيم ۽ سنڌي ماڻهن جي سوچ سمجهيم ۽ روحاني اثر جي ڪل پيم، ته هو ڪنهن به صورت ۾ اميرن کي فقيرن ڪان وڏيڪ نه چاهيندا آهن. هنن جي دلين تي فقير ۽ پير راڄ ڪندڙ آهن. سيد احمد شاهه ميرن جو سپهه سالار هو. مير هُن جا حاڪم هئا، پر ماڻهن سيد احمد شاهه کي اهڙي اهميت ڏني، جو ڏسڻ ۾ هينئن پيو اچي، ته ماڻهن جي دلين تي احمد شاهه راڄ ڪندو هو. مير رڳو نالي جا بادشاهه هئا. زور سان پنهنجا حڪم مڃائيندا هئا. ماڻهن جي دلين تي سيد احمد شاهه راڄ ڪندو هو. سيد احمد شاهه جي اها اهميت سندس مُئي ڪان پوءِ به رهي ۽ اجان تائين رهندي اچي.

هيءُ اميراڻو مقام اڄ غريبن جي رحم ۽ ڪرم تي آهي. چاهين ته اُن جي سر سر ڏار ڪري ڇڏين ۽ چاهين ته ميرن جي هن تاريخي مقام کي سلامت رکندا اچن.

باب ٻيو

# ڪيٽين جي ڪوٽ جون لوڪ ڪهاڻيون

ماٽڪاٽي ميرن جو ٻهريون تخت گاهہ ڪيٽين جو ڪوٽ هو. جو نندي شهر کان اُيرندي پراڻ جي گهيري ۾ واقع آهي. انهيءَ ڪوٽ ۾ مير ڪافي عرصو رهيا. جيئن تہ، جتي حاڪم، رئيس ۽ دل وارا بزرگ اچيو گڏ ٿيـن، اُتي ڪن مشهور ڳالهين جو ڦهلجڻ تمام ضروري آهي. اهڙين ڳالهين مـان ڪيٽين جي ڪوٽ مان هينيون ٽي آکاڻيون ڦهليون ۽ وڌيون. اهي ڪهاڻيون نيم تاريخي لوڪ ڪهاڻيون آهن:

1. سونيتي ۽ مير باگو
2. ول واري جنگ
3. مير نارو ۽ نبي بخش خان لغاري

مير باگي سنڌ حڪومت ۽ سونيتيءَ جي سڳَ مان سونيتيءَ جي چونڊ ڪري، ساڻس شادي ڪئي ۽ پوءِ اچي ڪيٽين ۾ رهيو هو. افسوس جو اڳوٽي سنڌ راڻيءَ، مير باگو سان ٿورو وقت نباهيو ۽ هوءَ پنهنجي ياءُ جي ڏک ۾ جلد وفات ڪري ويئي.

**ول واري جنگ:** "سام" جي نالي سان شروع ٿي. انهيءَ جنگ ۾ شايد خانداني رنجش بہ شامل هئي. هيءَ جنگ محض جنگ خاطر لڳي، جنهن ۾ ڪيٽين جي ڌٽين هارايو ۽ جن انهيءَ جاءِ کي ئي ڇڏي ڏنو، پوءِ ميرن وچي ميرپورخاص کي تخت گاهہ بنايو.

مير ناري ۽ نبي بخش لغاريءَ کي هڪ عورت ويڙهائڻ تي گهريو، پر لغاريءَ اُن جو سر ڪٽي آڻي مير ناري اڳيان رکيو، ائين هي دل وارا ماڻهو جهيڙي جهڳڙي کان بچي ويا. اهي ڳالهيون آهن، جن کي تفصيل سان پيش ڪجي ٿو.

**مير باگو ۽ سونيتي (سنڌ راڻي):**

ماٽڪاٽي ميرن مان مير باگو هڪ مشهور هستي هو. هن فقط سنڌ راڻيءَ جي ڪري سنڌ جي حڪومت تان هٿ ڪنيو، حڪومت کي ڇڏي، سنڌ راڻي ڪنيائين ۽ کيس هڪ ويران جاگير ڏني ويئي، جنهن کي پاڻ عقل - سليم سان

اچي شاد ۽ آباد ڪيو. مير باگو، مير ناري سان پهرين ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ رهندو هو. پوءِ جڏهن سندس جاگير آباد ٿي ۽ پاڻ اُتان لڏي پنهنجيءَ جاگير جي وچ ۾ شهر اڏي وجي وينو، جنهن کي "ٽندو باگو" سڏيو ويو. مير باگو پنهنجي شهر ۾ اچي رهيو ۽ مير نارو ميرپورخاص ۾ وڃي رهيو. اهڙيءَ طرح ڪيٽيون پنهنجي محسنن کان وانجهجي ويون ۽ آهستي آهستي انهيءَ ڏک ۾ مذڪوره ماڳ ۽ مڪان تباهه ٿي ويا.

نري (ماتلي) جي آسپاس اُڏيجا رهندا هئا. اُنهن جي وڏيري کي سڪي پني هڪ ڌيءُ ڄائي، جنهن جو نالو "مريم" رکيائين. پر پوءِ مائٽن پاران سندس سونهن جي ڪري ڪيس "سونيتي" سڏيو ويو. سونيتي سونهن ۽ سوڀيا ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي.

انهيءَ وقت غلام شاهه ڪلهوڙو ڪڇ جي راجا جي ڀائيٽي 'راءِ ويسوءَ' جي ڌيءُ پرڻجي نريءَ وٽان اچي لنگهيو.

ٻاراڻو خيال، هڪ جيڏين نينگرين ۽ ساهيڙين وري پنهنجي جيڏل سونيتيءَ کي "سنڌ سونيتي" جو ڪٺي لقب ڏنو. اهڙيءَ طرح هو وهاڻ کان پهرين ئي "سنڌ سونيتي" جي نالي سان مشهور ٿيڻ لڳي.

اُڏيجن جي راڄ مان ٻه ڀائر سونيتيءَ جي مائٽن کان سڱ ونڻ ويا. جنهن کي وڏيري چيو، ته "ادا! اجا منهنجي نياڻي لائق ڪونه ٿي آهي، وڏي ٿئي، پوءِ آءٌ ڀائرن کان ڪيڏانهن ويندس؟" اهو جواب هڪ کي ته وڻيو، پر ٻئي چيو ته، "تون اسان مان ڪينو ٿو ڪڍين، اسين توتي حاڪم چاڙهي ايندا سون." اُن وقت "سونيتيءَ" جي عمر اَٺ سال هئي.

مخالف ڌر ڪاهي ميان سرفراز ڪلهوڙي وٽ ويئي، سرفراز اُن وقت ڪڇ تي ڪاهه ڪرڻ وارو هو. مخالف همراهه ميان سرفراز کي صلاح ڏني، ته "اوهان اُتي اچي منزل ڪريو، جتي غلام شاهه اچي ڪئي هئي، پوءِ توهان ڏسجو، ته آءٌ ڳالهه ۾ ڪيترو سچو آهيان." ميان سرفراز ڪڇ ڏانهن هوندن ئي ڪاهيو تي ويو، تنهن پنهنجي منزل اچي نريءَ ۾ ڪئي ۽ وڏيري کي گهرائي ڏاڍي عزت ڏني ۽ تمام سهڻي نموني ڪانئس سونيتيءَ جو سڱ گهريو. وڏيري چيو ته، "سائين اوهان اسان کان عزت سان سڱ گهريو آهي، سو سڱ اوهان کي آيو. باقي اسان جو هڪ ڀاءُ ڇٽي ويو هو ته، آءٌ اوهان تي حاڪم چاڙهي ايندس، جي اوهان زوريءَ

سگهَ ونو ها، تہ ڪر آءُ سگهَ ڪونہ ڏيان ها.“ ميان کي وڏيري جي غيرت واري ڳالهہ پڻ پسند آئي ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو ڳوٺ جي تلاءَ تي اڪيلي سر پسار ڪندي خود ”سونيتي“ سان ملاقاتي ٿيو. ميان سرفراز کي اها ڇوڪري ڏاڍي وڻي ويئي. هن ميان سرفراز سان ڪجهہ وقت ڳالهيون بہ ڪيون. ميان سرفراز ننڍڙيءَ نينگر سونينيءَ کي ڏسي بيحد سرهو ٿيو. پوءِ تہ اڊيجن جي وڏيري تي هيڪاري وڏيڪ مهربان ٿي پيو. وڏيرو بہ سندس خيال رکڻ لڳو.

ميان سرفراز ڪڇ سڄي ۽ گجرات جا ڪجهہ حصا تابع ڪري واپس خدا آباد پهتو ۽ هن ”سونيتيءَ“ جي پيءُ کي نوازڻ شروع ڪيو. هوڏانهن سونيتي بہ دل ۾ ميان سرفراز کي ”ور“ ڪري قبولڻ لاءِ راضي هئي. سهيليون پوءِ تہ، ”سونيتيءَ“ کي ”سنڌراڻي“ ڪري سڏڻ لڳيون. ميان سرفراز وٽ وڏيرو باقبيلي بہ هڪ بہ دفعا ويو، تہ ائين خانداني تعلق بہ وڌيو.

جڏهن ميان سرفراز وٽ وڏيرو مهمان ٿي ويو، تڏهن مير مرزي خان، جنهن جو پٽ مير باگو خان ميان سرفراز جو محافظ ۽ خدمت ڪندڙ هو، وڏيري جي نياڻي جڏهن رواني ٿي، تڏهن مير باگي ”سونيتي“ کي ڏسي ورتو ۽ سندس سونهن جي ڪري گهايل بہ ٿي پيو، پر پنهنجي مرشد ۽ آقا، ميان سرفراز جي ادب ۽ احترام جي ڪري، اِها ڳالهہ وساري ڇڏيائين.

ٿوري عرصي کان پوءِ ميان سرفراز جي سونيتيءَ سان مڱڻي جي رسم ادا ٿي، پر وڏيرو اڃا بہ انهيءَ ضد تي چڙهيل هو، تہ شادي تڏهن ٿيندي، جڏهن نياڻي لائق ٿيندي. ميان صاحب زِلفن جي سر تيڻ تائين ترسي وينو.

ٻئي دفعي جڏهن سونيتي خدا آباد ۾ ويئي، تڏهن ميان عبدالنبي جي نظر وجي هُن حور تي پيئي. هو ميان سرفراز جو چاچو هو، پر دل هٿن مان ڦرائي وينو.

انهيءَ زماني ۾ اندر راڄي ليکي جي ڇوڙ تي ميان سرفراز، مير بهرام خان کي مارائي ڇڏيو هو. سو ٽالپر ميان کي قيد ڪري ڪٽي گاديءَ تي ميان عبدالنبي کي ويهاريو. ٽالپر انهيءَ سان بہ نہ ٺهيا. ڇو تہ هنن ميان سرفراز کي قيد ۾ شهيد ڪري ڇڏيو هو.

سونيتي ۽ وڏيرو انهيءَ ڳالهہ کان اڻ واقف ڪونہ هئا. سونيتي پنهنجي بخت کي ڏوهہ ڏنو. وڏيري پنهنجو ياڳ پيلو سمجهيو. سهيلين سونيتيءَ کي آسرو ڏنو، تہ ”جيئن رب کي منظور هوندو، ائين ٿيندو.“

عبدالنبيءَ وڏيري ڏانهن ماڻهو موڪليا، تہ ”سونيتي اسان جي حوالي ڪر.“ هُو سمجهي وينو هو، تہ رڳو گهرڻ جي دير ٿيندي، پر وڏيري ميان عبدالنبيءَ کي صفا رکو جواب ڏنو ۽ سونيتيءَ بہ ميان عبدالنبيءَ کان نفرت ڏيکاري. ميان عبدالنبي جي پيغامن مان ڪجهہ نہ وريو، تہ وڏيري کي ميان عبدالنبيءَ سڏائي اها ڳالهہ مجرائڻ تي زور رکيو، پر هن نہ مڃيو، تہ ميان عبدالنبيءَ هن کي ڪُهارائي ڇڏيو.

اُن کان پوءِ ميان عبدالنبيءَ، سائينڏني تي زور رکيو، تہ هن ڪٽي ميان عبدالنبيءَ جو مڱڻو قبول ڪيو ۽ سونيتيءَ جو مڱڻو عبدالنبيءَ سان ٿيو، جنهن سونيتيءَ کي ”سنڌراڻيءَ“ جو لقب پيهر ڏنو ۽ اهڙو اعلان ڪيو. پر سونيتيءَ چيو، تہ ”ادا سائينڏنا آءُ ميان عبدالنبيءَ سان شادي ڪونہ ڪنديس. مون کي ميرن جي سام هلي وجهہ.“

اِها خبر جڏهن مير باڳي کي پيئي، تہ سائينڏني کي مير فتح علي خان جي ڪچهريءَ ۾ وني آيو. سائينڏني مير فتح علي خان کي ميان عبدالنبيءَ جي ظلم جي سڄي آکاڻي ڪري ٻڌائي. مير فتح علي خان چيو، تہ ”ميان صاحب کي اسين سمجهائينداسون، هو اوهان تي ظلم نہ ڪندو. هاڻ اوهان اسان جي سام ۾ آهيو.“

انهيءَ عرصي اندر ميان عبدالنبيءَ، مير بجار ۽ ٻين ڪيترن کي مارائي ڇڏيو. انهن ڳالهين تان مير فتح علي خان، ميان عبدالنبيءَ سان جنگ ڪئي. ميان هارائي پڄي ويو، ان ريت سنڌ جا والي ڪلهوڙن جي بدران ٽالپر ٿيا.

”سونيتي“ ۽ سائينڏنو مير فتح علي خان جي سام هيٺ هئا. ميرن جي حڪومت شروع ٿي. اُن وقت سونيتي سورنهن ورهين جي ٿي چُڪي هئي. ڪيس سالم عقل اڃي چڪو هو. هن پاڻ کي چيو، تہ ”هاڻ ڪوٽ مان نڪري ڪيڏانهن هلنداسون. منهنجو سڱ ميرن جي حوالي ڪر، پوءِ جيئن قسمت ۾ هوندو تيئن ٿيندو.“

ميرن اڳي ئي انهيءَ ڳالهہ تي پئي ويچاريو، تہ سونيتيءَ جو سڱ ڪنهن کي ڏجي. مٿان سائينڏني سونيتيءَ جي فيصلي کان هنن کي آگاهہ ڪيو تہ، ميرن ۾ هن جي سڱ تان ممڻ جا آثار ظاهر ٿي پيا. مير باگو مٿانئس فدا هو. اُن زوردار نموني ۾ اِها ڳالهہ ڦهلائڻ شروع ڪئي، تہ ”مون کي سونيتيءَ سان پيار آهي.“ هوڏانهن مير فتح علي خان جو بہ هن کي ڪوٽ مان ڪڍڻ جو خيال

ڪونہ هو ۽ ميرن مان هرهڪ جي اِها مرضي هئي، تہ سونيتيءَ جي ٻانهن منهنجي حوالي ٿئي.

مير فتح علي خان چيو، تہ ”سونيتيءَ“ ڪلهوڙن جو گهر آباد ڪيو. هاڻ ميرن جو وارو آهي. هيءَ ڳالهہ ڪبي، تہ جيڪو سونيتيءَ جي ٻانهن گهرندو، اُن کي سنڌ جي حڪومت ۾ ذري ماتر دخل نہ هوندو ۽ ملڪيت مان ڪجهہ بہ نہ ملندس.“

اِهو شرط پيش ٿيو، تہ ٻيا ڪچن ئي ڪچن، مير باگي يڪدم چيو تہ، ”اِهو شرط مون کي قبول آهي. مون کي سنڌ جي حڪومت نہ گهرجي پر سونيتيءَ جي ٻانهن کپي.“

پوءِ سيني چيو، تہ ميان عبدالنبي سونيتيءَ جو پيءُ مارائي ڇڏيو آهي، تنهن ڪري ڪو سونيتيءَ جو پيءُ ٿي اِهو بار لاهي. مير فتح علي خان اِهو حق خود ادا ڪيو. پوءِ پهريون دفعو سونيتيءَ وٽ لنگهي ويو ۽ وجي سندس شڪل ڏنائين. مير فتح علي خان سونيتيءَ کي سڄي فيصلي کان واقف ڪيو. هُن اکين تي هٿ رکي اِهو فيصلو قبول ڪيو ۽ پنهنجي ديني پيءُ کي اڻ سڌيءَ طرح چيو تہ، ”مير باگو ڪو هر ڪونہ ڪاهيندو.“ تنهن ڪري اُن کي غيرآباد زمين آباد ڪرڻ جو اختيار ڏنو ويو، تہ هو گونيءَ مان ڪو واهہ ڪڍي، ڪيٽين جي پرسان رڻ پيو آهي، اُهو آباد ڪندو، تہ اسان جي ڪيس ڪابہ منع ڪونهي.

ان ريت سونيتيءَ جو مير باگي سان وهانءُ ٿيو. سنڌراٽيءَ کي ڏيج ۾ مير فتح علي خان پلي گهوڙي در دانهنڏني ۽ هڪ تازڻ پوني ڪتي بہ سوڪڙي ڪري ڏني هئي. مير باگو تخت وجائي بخت وني، ڪيٽين ۾ موٽي آيو.

مير باگو گونيءَ مان ڇيڙون ڪرائي واهہ ڪڍيو. اِهو واهہ مير باگي جي جاگير کي آباد ۽ شاد ڪرڻ لڳو. ٻن ٽن سالن ۾ ملڪ ڏاڍو سُکيو ستابو ٿيو ۽ پاڻ سونيتيءَ جي پيار جو پڪيڙو ٿيو ساٿس گڏ پيو گهاريندو هو.

مير باگو ۽ سونيتي ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ رهيا پيا هئا. سندن پيار جو داستان ڏيهن ۾ مشهور ٿيڻ لڳو.

انهيءَ وچ ۾ عمر ڪوٽ جو راٺو ڪيٽين ۾ ميرن جو اچي مهمان ٿي رهيو. سونيتيءَ جو ياءُ سائينڏنو جيڪو گهٽو ڪري مير باگي جي جاگير سنڀاليندو هو، سو بہ اُن ڏينهن پيڻ تان قيرو ڪرڻ لاءِ ڪيٽين ۾ آيو هو.

سونيتيءَ جو پنهنجي پاءُ سان ڏاڍو پيار هو. اُها ڪيس هفتي ۾ هڪ ڀيرا ضرور حويليءَ ۾ گهرائيندي هئي.

رات جو ڪچهريءَ ۾ سائينڏني ۽ عمر ڪوٽ جي راڻي پاڻ ۾ چوُپڙ راند ڪئي. راند ۾ نہ نهيا، تہ سائينڏني هن کي ڪجهہ برو ڀلو چيو. راڻو اِهو سور سهي ويو ۽ موٽي عمر ڪوٽ هليو ويو. ساڳئي سال سائينڏنو پراڻ جو پاسو وٺي، اُتر طرف شڪار ڪندو ويو. تان جو وڃي "روهلڙي جي گهيڙ" وٽ پهتو. جيڪو فضل پنيري ۽ نئين ڪوٽ اسٽيشن جي وچ تي آهي. اها خبر عمر ڪوٽ جي راڻي کي پيئي، تنهن سازش ڪري، سائينڏني کي قتل ڪرائي ڇڏيو.

اِهو واقعو 4- رمضان 1204 هہ ۾ ٿيو هو. سائينڏني جي قتل جي خبر ٻئي ڏينهن ڪيٽين ۾ پهتي. خبر ملڻ سان "سونيتي" مير باگي کي چيو تہ، "منهنجو لاش منهنجي اباڻي مقام ۾ دفن ڪجو." ائين چئي، ساڍين سٽن والن ڪپڙي جي بيٺ ٻڌي پنهنجي پاءُ جي ڏک ۾ ماتم ڪرڻ لاءِ اُٿي. هڪ ڏک هنيائين، ٻيو ڏک هنيائين ۽ ٽيون ڪوڙي تي ڏک هڻي، "ادا سائين!" چئي، پٽ تي ڪري پيئي، سندس ساهہ پنهنجي مرحوم پاءُ پيڙو وڃي ٿيو. مير باگو اِهو ڏسي پنهنجا ڪپڙا ڦاڙڻ لڳو. پر پٽس مرزي خان ۽ ٻين نصيحت ڪيس، تڏهن بہ گهڻي زماني تائين انهيءَ واقعي جو ڏک هوس.

پنهنجي سونيتيءَ کي سندس وصيت موجب "ديواني شاهہ" جي قبرستان جي اڊيجن واري مقام ۾ دفن ڪرايو ۽ مٿس سنگ مرمر جي پٿرن جي قبر نهرائي، جنهن تي وفات جو سال 5 - رمضان 1204هہ لکيل آهي.

انهيءَ کان پوءِ مير باگو پنهنجيءَ جاگير طرف خيال ڏيڻ لڳو ۽ پنهنجي جاگير جي وچ ۾ ڪوٽ ٻڌي وڃي رهيو ۽ ٻيا ماڻهو اُن ڪوٽ جي ڀرپاسي اچي آباد ٿيا ۽ اُهو شهر "ٽنڊو باگو" جي نالي سان مشهور آهي. مير باگي جيڪو پنهنجي جاگير ۾ واهہ کوٽايو هو ۽ رڻ کي آباد ڪيو هو، اُن واهہ جو اڄ بہ نالو "باگو واهہ" آهي.

## مائي سونيتي ۽ مير باگي جي ڳالهہ جا خاص نڪتا:

1. سونيتيءَ جو اصل نالو مريم هو. جنهن کي سوني پڻ چيو ويندو هو. هوءَ ذات جي اُڊيجي هئي. ڪيس بہ ڀيرا سنڌ راڻيءَ جو لقب مليو. پهريون پهريون ميان سرفراز سان مڱڻو ٿيڻ کان پوءِ ٻيو ڀيرو ميان عبدالنبي جي مڱڻي ٿيڻ کان پوءِ مليو.

سندس ياءُ سائينڏنو ساٽس آخر تائين ساٿ ۾ رهيو. هوءَ جنهن جي بہ نالي ٿـي ٿـي، اُهو تباهہ ٿي تيو. صرف مير باگو ئي هو جو جان بچائي سگهيو. پر اُن تي بہ محبت جي ڪري "حڪومت وڃائڻ" جي مصيبت نازل ٿي. سونيتيءَ سن 1204هہ ۾ وفـات ڪئي. وفات وقت سندس عمر 24-25 ورهيہ هوندي. انهيءَ حساب سان هوءَ سن 1180هہ ڌاري ڄائي هوندي. ننڍي هوندي تہ سهڻي هئي، پر جوانيءَ ۾ وڏيڪ حسين ٿي ويئي هئي. مير نارو ڪيس پنهنجي پيـڻ ڪري سڏيندو هو. جيسين سونيتيءَ حيات هئي، مير باگو ڪيٽين ۾ رهندو آيو. سونيتيءَ جي وفات کان پوءِ مير باگي وجي ٿندو باگو وسايو.

2. اڳي ننڍي وهيءَ ۾ شاديون ٿينديون هيون، پر سونيتيءَ جو پيءُ ننڍي هوندي جي شاديءَ جي خلاف هو. ننڍي هوندي شادين جو رواج هاڻي گهٽي قدر نڪري ويو آهي. پر اڳي عام جام هو. ميرن جي ڏينهن ۾ بہ ننڍي ڄمار ۾ شاديون عام طرح ٿينديون هيون، پر ڪو ڏيءُ جو پيءُ انهيءَ ڳالهہ تي اعتراض ڪندو هو، تہ گهوٽيتا صبر کان ڪم وٺندا هئا.

3. مڱڻو شاديءَ کان اڳ ٿيندو هو. مڱڻو حق جتاڻي هوندو هو. ميرن جي ڏينهن ۾ اِهو رواج جاري هو ۽ اڄ بہ اِهو رواج جاري آهي ۽ "موهن جي دڙي" کان وٺي اِهو رواج هليو ٿو اچي.

4. سائينڏنو اُڍيجو پنهنجي پيڻ سونيتيءَ سان هر هنڌ گڏ رهيو. هنن جي محبت مثالي هئي. مير باگي جي جاگير کي پهريسن پهريـن زور سائينڏني وٺرايو. سونيتي، سائينڏني تي ساهہ ڇڏيندي هئي. عمر ڪوٽ جي راڻي سان چوئيڙ راند تان سائينڏني جو ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ تڪرار ٿيو هو. آخر راڻي ئـي ڪيس مارايو. سندس لاش اباڻي قبرستان، جيڪو نري (ماتلي) جي پرسـان "ديوانو شاهہ" نالي سان اڄ بہ موجود آهي، تنهن ۾ دفنايو ويـو. سائينڏني جي ڏک ۾ سندس پيڻ سونيتيءَ ڪيٽين ۾ وفات ڪئي ۽ اهڙيءَ طرح پيڻ، ياءُ جي مرڻ جو ٻڌي، پنهنجو ساهہ ياءُ مٿان صدقي ڪيو.

5. مير باگو ماڻڪاڻي ميرن مان هو. هن جو شجرو ماڻڪ خان سان هينئنءَ ريت وڃيو ٿو گڏجي:

مير باگو پٽ مرزو خان، پٽ الله يار خان پٽ ماڻڪ خان. مير باگو خان ڪيٽين واري قبرستان ۾، جيڪو مير "عبدالله جو قبرستان" سڏيو وڃي ٿو، جن

کي "ڏيڻي وارا قبا" بہ چيو ويندو آهي، ۾ مدفون آهي. اهڙ قبرستان ديهہ ڏيڻي تعلقي ٽنڊي باگي ۾ آهي.

مير باگو عشق جو شيدائي هو. هن پاڳ ورتو، پر راڄ ڇڏيو. مير ناري جا ساٿس پائرن جهڙا تعلقات هئا. مير باگي خان کي ميرن عشق جي ڏوهہ ۾ غريب ڪرڻ تي گهريو، پر سونيتيءَ کيس ڏاج ۾ گونيءَ مان واهہ کوٽڻ جي موڪل وٺي ڏني، تہ هو رڻ آباد ڪري، پنهنجي حالت سڌاري ويو ۽ ٻين ميرن وانگر عزت ۽ آبروءَ سان رهندو آيو. هن کي "سرڪار باگو خان" جي نالي سان ياد ڪيو ويندو هو.

6. مير فتح علي خان بہ سونيتيءَ تي فدا ٿي پيو هو. پر اُن ۾ مير باگي جيترو جوش ڪونہ هو، جو حڪومت ڇڏي ڏئي ۽ سوني ڪٽي.

7. ٻيا مير بہ سونيتيءَ تي عاشق هئا، پر مير باگي جهڙو محبت جو جذبو منجهن ڪونہ هو، تنهن ڪري انهن کي حڪومت پياري لڳي ۽ هو سونيتيءَ ڏانهن وڌي نہ سگهيا، پر مير باگو حڪومت ڇڏي، سنڌڙيءَ ڏانهن وڌيو، تہ پنهنجيءَ جاگير ۾ راڄ بہ ڪري ويو ۽ محبت بہ ماڻي ويو.

8. سن 1204هہ کان پوءِ ميرباگو پنهنجي جاگير جي ڪوٽ ۾ وڃي رهيو. اُن کان اڳ هو عشق جي واديءَ ۾ گذاريندو هو ۽ جاگير سائينڏنو پيو سنڀاليندو هو. هڪ اندازو آهي تہ، ٽنڊو باگو شهر سن 1204هہ کان پوءِ نهيو ۽ ماڻهو اچي منجهس رهڻ لڳا. اِهو شهر اڄ ضلعي بدين جو مشهور شهر آهي ۽ مير غلام محمد خان جي جوڙايل انگريزي هاءِ اسڪول سبب، اِهو شهر جڳ مشهور آهي.

## ول واري جنگ:

"مرڪان جو ڳوٺ" جيڪو ديهہ مرڪان تپو قائمپور تعلقي بدين ۾ آهي، اُن جي اُتر تي "ونگي واهہ" آهي. مذڪوره واهہ اڳي گونيءَ مان نڪرندو هو، نون سڌارن موجب اُن جو منهن چينل مان نڪرندڙ آهي. ول واري جنگ انهيءَ واهہ جي ڪناري تي سن 1813ع لڳي هُئي.[1] ان جاءِ تي هينئر ٻنيون آباد آهن، پر اڳي ميدان هو. انهيءَ ميدان تي مير ناري ۽ مير صوبدار جا لشڪر آمهون

[1] روايت شفيع محمد جمالي ۽ ڳوٺ حسين پرڳڙي جو نبي بخش پٽ غلام نبي (ليکڪ)

سامهون ٿيا هئا. مير ٺارو ڪيٽين جو حاڪم هو ۽ مير صوبدار مير غلام علي حيدرآباد واري جو پائٽيو هو.

مرڪان ۾ رهندڙ بزرگ ٻڌائن ٿا ته، ”ول واري جنگ رات جو به هلندي رهي ۽ تلوارن جا چمڪاٽ اسان جي ڳوٺ ۾ ڪنوٽين جي تجلن (شعلن) وانگر ڏسڻ ۾ پئي آيا.“

ول واري جنگ به عجيب نموني سان شروع ٿي. ونگي واهه جي پرسان ڪنهن هاريءَ آرڻ پوکيو هو. [ميرپور وارا مير پوءِ سڏيا ويا، پر اُن وقت ڪيٽين وارا مير سڏبا هئا.] انهن جي ۽ حيدرآباد وارن ميرن جي هارين جي ٻني لڳو لڳ هئي. آرڻ مير ٺاري جي پاسي وارن هارين جو هو. انهيءَ جي ول مير صوبدار وارن هارين جي پاسي وڃي چانهين جهلي.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ آرڻ واري هاريءَ ڏٺو ته، هاڻ چانهين پڪي هوندي، تڏهن پٽڻ جو خيال ڏيڪاريو. مير صوبدار جي طرف وارو هاري اِها ڳالهه تاڙيو وينو هو. اُن هاريءَ کي چانهين پٽڻ نه ڏني. جواب هي ڏنائين ته، ”هيءَ اسان جي سام پيئي آهي، سا اوهان کي ڪونه ڏينداسون.“ آرڻ واري هاريءَ چيو ته، ”اِها منهنجي ول جي چانهين آهي، سا ڪونه ڏيندس.“ انهيءَ ڳالهه تان ٻنهي هارين ۾ ”تون چا؟ تون چا؟“ ٿيڻ لڳي. گوڙ ۽ هل وارين آوازن کي ٻُڌي ڪجهه هُن طرف جا، ڪجهه هِن طرف جا هاري اچي گڏ ٿيا. هو چانهين پٽڻ لاءِ تيار ٿيا ۽ هي چانهين نه ڏيڻ لاءِ ڪمرڪشي بيٺا. ڳالهه وڃي لٺ ڏُڪي کان متي چڙهي. جهيڙو وڏو ٿي پيو. جهڳڙي ۾ ول ۽ چانهين ته ختم ٿي، پر مڙس به رت ۾ ڳاڙها ٿي ويا. چانهين ٻنهي ڌرين مان ڪنهن کي به حاصل ڪونه ٿي.[1]

ٻنهن ڌرين اِهو محسوس ڪيو، ته اسان سان مخالف ڌر ظلم ڪيو آهي. اهي ڳالهيون سوچي، هڪ ڌر مير ٺاري وٽ ڪيٽين ۾ دانهن ڪٺي ويئي ۽ ٻي ڌر وري حيدرآباد ڏانهن مير صوبدار وٽ فرياد ڪٺي ويئي.

نتيجو هي نڪتو جو ميرن هڪٻئي ڏانهن قاصد موڪليا، پر قاصدن جي

---

[1] مقامي راوين مان نبي بخش ولد غلام نبي وينل ڳوٺ حسين پرڳڙي، جنهن جي پڙڏاڏي مير خان پرڳڙيءَ، انهيءَ جنگ ۾ حيدرآباد وارن ميرن جو پاسو ورتو هو. تنهن ٻڌايو ته. ”مير خان اسان جي وڏن بزرگن مان هو ۽ حيدرآباد وارن ميرن جو وڏو فوجي آفيسر هو. تنهن انهيءَ ول واريءَ جنگ ۾ زبردست ڪردار ادا ڪيو.“ (ليکڪ)

ڳالهين مان ڪو ڪڙتيل ڪونہ نڪتو. مير نارو هن خيال جو هو، تہ "اسان جي پاسي جي، شهداداڻي[1] اڄ چانهين قبضي ۾ ڪري ويا آهن، سياڻي اسان جي حڪومت ۾ اڪيون وجهندا! انهيءَ ڪري ڪين ترت سخت سزا ڏيڻ گهرجي، تہ جيئن بيهر اسان جي ڪنهن بہ شيءِ طرف سندن لالچائي اڪيون ڪڇي نہ سگهن." مير صوبدار جو خيال هو تہ، مير ناري وارن کي گهرجي، تہ جڏهن ڪا شيءِ اسان جي سام پوي تہ. شاهي گاديءَ جو احترام ڪن ۽ اُن جي اسان ڪان گُهر نہ ڪن. اڄ هنن چانهينءَ تي ضد رکيو آهي، سياڻي ڪو هُتان مظلوم اسان وٽ اچي سام پيو، تہ هو تڪرار ڪندا. تنهن ڪري هنن جي مِيس هينئر ئي مارڻ گهرجي. آخر ڳالهہ لشڪرڪشيءَ تي وڃي پهتي.

مير نارو، سدا سويارو، اڪيـن جو تـارو هـو. اُن جي سامهون جنگ ڪرڻ ڪا سولي ڳالهہ ڪونہ هئي. ڪنهن کي بہ سَتَ ڪانہ ٿي ٿئي، جو مير ناري تي ڪاهي وڃي. آخر مير خان پرڳڙي مير صوبدار کان تلوار ورتي ۽ مير ناري سان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. مير خان اُن وقت ٻن هزار سپاهين جو اڳواڻ هو. هُو پنهنجي فوج وٺي، مير ناري تي ڪاهي آيو.

تي ڏينهن پراڻ درياءَ جي پرسان ڪيٽين ۾ جنگ هلندي رهي. آخر مير خان، مير ناري کي ماري وڌو. مير ناري جي فوج پنهنجو بادشاهہ قتجندي ڏٺو، سو وٺي مير خان تي ڪاهہ ڪيائون ۽ مير خان کي بہ ماري وڌائون.

مير صوبدار، مير خان جي پٽ عالم خان کي ساڪري ۾ جاگير ڏني، پر جيئن تہ اُها درياءَ جي هـُـن پاسي هئي، تنهن ڪري اُها جاگير عالم خان لاءِ ڪمائتي ڪونہ ٿي. عالم خان انهيءَ جاگير لاءِ بيت چيو هو تہ:

مير ڏنو جاگير اسان کي، ساڪري ۾ صوبدار،
ڪک پَـن ڪم ڪين اچي، داٽا درياهون پار،
هتي ويجهو وسندي مانجهي، نالو تنهن نروار،
وائي گهائي گام اسان جا، چارين ڏڻ ڏنار،
هل پير ڪڻ خير خوشيءَ سان، دير نہ ڪر دک ٽار،
پڪو ڪوهہ مسيت موچاري، وڻ ٽڻ باغ بهار.

---

[1] ميان يار محمد ڪلهوڙي جي سالار مير شهداد خان ٽالپر جو اولاد جن پوءِ سنڌ تي راڄ ڪيو. (نظرثاني ڪندڙ)

عالم خان پوءِ مديني منور ڏانهن هليو ويو. اُتي 40-45 ورهين جي چمار ۾ سن 38-1839ع ڌاري وفات ڪري ويو.

”عرضي خان جمالي، مير نصير خان جو سپهه سالار هو. مير نصير خان عرضي خان کي چيو هو، تہ ’مير ناري کي مارجو اصل نہ، پر جيئرو گرفتار ڪري وٺي اچجو.‘ عرضي خان جمالي مرڪان جي ڳوٺ جو رهندڙ هو.[1] مير ناري ۽ عرضي جماليءَ جي لڙائي ول واريءَ جاءِ تي لڳي. رات جو ڪنوٽن جا تجلا (شعلا) وچ وانگر ڳوٺ مرڪان ۾ ڏسڻ ۾ پئي آيا. آخر انهيءَ جنگ ۾ مير ناري هارايو ۽ عرضي خان کيس با ادب نموني سان نظربند ڪري حيدرآباد وٺي ويو.

مير نصير پوءِ مير ناري کي باعزت آجو ڪيو، جو تہ مير ناري جي ڀيڻ مير نصير خان جي گهر ۾ هئي. سندس اُن ڀيڻ پوءِ مير ناري جو وير عرضي جماليءَ کان هن ريت ورتو، جو ننگرپارڪر جي ڪولهين تي عرضيءَ خان کي چاڙهي موڪليو ويو، پارڪر جا ڪولهي ڏاڍا اڙٻنگ هوندا هئا. پر عرضي خان جماليءَ ماري وجي مات ڪيا. سيني کي قيد ڪيائين. انهن جي پٽيل جي شادي هئي، سو بہ عرضيءَ جو قيدي ٿي پيو هو. ڪولهين منٿ ميڙ ڪندي چيو تہ، ”اسان جو مکي ويڏي پڙهڻ لاءِ ڇڏ. هو وري موٽي ايندو.“ پر عرضي خان اِها هڪ چال سمجهي ۽ ڪولهين جي مکيءَ کي شاديءَ لاءِ آجو ڪونہ ڪيو. پوءِ ڪولهي ڪاوڙجي پيا ۽ هن کي ”وير مُٺ“ هٽي ماري وڌائون. اهڙيءَ طرح مير ناري جي ڀيڻ مير نصير خان کان وِڳهہ ورتو ۽ سندس خاص سپهہ سالار عرضي خان کيس مارائي ڏنو.

راوين جي روايتن ۾ ڪجهہ ڇُڪون آهن. هر ڪنهن راويءَ پنهنجي ماڳ ۽ مڪان واري سپهہ سالار کي اُچو ۽ اعليٰ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

حقيقت هيءَ آهي، تہ ول واري جنگ سن 1218هہ /1803ع ۾ لڳي هئي. اِها جنگ ڪيٽين ۾ ۽ ونگي واهہ جي پر تي لڳي هئي. مير خان ۽ عرضي خان حيدرآباد وارن ميرن جا سرويچ فوجي آفيسر هئا. هيءَ جنگ ”تاريخ تمدن“ جي ليکڪ جي چوڻ موجب پنج ڏينهن هلي. شهداداڻين جا 410 ۽ ماڙڪاڻين جا 300 ماڻهو انهيءَ جنگ ۾ مارجي ويا. شهداداڻين جا چوند

[1] بي روايت جيڪا اسان کي مرڪان جي ڳوٺ مان ملي. اُنهيءَ جو راوي شفيع محمد جمالي پاڻ هو. (ليکڪ)

ماٺهو جهڙوڪ: ٻيڙو خان ڪوڪر، ڏاتو جمالي، نبي بخش خان پرڳڙي، مير خان پرڳڙي ۽ ٻيا هن جنگ ۾ ڪم آيا. ماڪاٽي ميرن شهداداڻي ميرن کي وڏو نقصان رسايو. پر مير نارو جهلجي پيو.

اُن وقت حيدرآباد جي گاديءَ تي مير فتح علي خان (سن 1782ع-1801ع) جو ڀاءُ مير غلام علي خان (سن 1802ع-1812ع) ويٺل هو. مير صوبدار، مير غلام علي جو ڀائٽيو ۽ مير فتح علي خان جو فرزند هو. انهيءَ ڪري مير صوبدار ول واريءَ جنگ ۾ سڌيءَ طرح هٿ وڌو هو. مير نصير خان جيڪو گهٽو پوءِ سن1841ع ۾ گاديءَ تي ويٺو ۽ سن 1843ع ۾ گاديءَ تان ڪيس انگريزن لاٿو. سو ۽ مير صوبدار پاڻ ۾ ڪونہ ٺهندا هئا. انهيءَ ڪري، ول واريءَ جنگ ۾ مير فتح علي خان صرف سرپرست ٿي رهيو ۽ جنگ کي دڪائيندڙ مير صوبدار ۽ مير نصير خان هئا. جيڪي هوندئن تہ حڪومت ۾ شهزادن جي حيثيت رکندڙ هئا ۽ مير نارو جڏهن مير غلام علي خان وٽ نظربند ٿي آيو تہ، مير غلام علي ڪيس ڪجهہ ڏينهن پاڻ وٽ عزت سان رهائي، وڏي شان ۽ مان سان ڪيس پنهنجي جاگير ڏانهن وڃڻ ڏنو. اهڙي طرح هن جنگ جو خاتمو ٿيو.

مٿي راوين جون جيڪي بہ روايتون آهن، انهن ۾ واڌ تمام گهٽي آهي، پر ايترو پتو پوي ٿو. جڏهن تہ مير صوبدار ۽ مير نصير خان کو حڪم ڪندا هئا، پوءِ اُهو غلط يا صحيح هوندو هو، مير غلام علي اُن کي آڏو نہ ايندو هو. چو تہ، مير صوبدار، مير غلام علي خان جي وڏي ڀاءُ جو فرزند هو. مير فتح علي خان انهيءَ لاءِ سرپرست پنهنجو ڀاءُ غلام علي مقرر ڪيو هو. مير صوبدار جي خاص عزيزن ۾ مير نصير خان بہ هو. تنهن ڪري انهيءَ ول واريءَ جنگ ۾ نصير خان جو سپهہ سالار عرضي خان جمالي ۽ صوبدار مير جو سپهہ سالار مير خان پرڳڙي پيش پيش هئا. انهيءَ لڙائيءَ ۾ خانداني دشمنيءَ جو بہ ڪجهہ حصو هو.

شفيع محمد جماليءَ واري روايت ۾ هي عيب آهي، جو هن جي ليکي مير نصير خان جي گهر واري مير ناري جي ڀيڻ هئي. پر اِها راويءَ کان غلطي ٿي آهي جڏهن تہ مير غلام علي واليءَ سنڌ جي گهر ۾ مير ناري جي ڀيڻ هئي.

شفيع محمد ۽ نبي بخش ٻئي راوي ڪيٽين جي ڪوٽ وارن ميرن جي مخالف وارن مان آهن، چوتہ، سندن وڏا حيدرآباد وارن ميرن سان وفاداري ۽

لاڳاپا رکندا هئا. انهيءَ ڪري نبي بخش، مير ناري کي پنهنجي سپهہ سالار ڪان مارائي وڌو آهي. حقيقتاً مير خان ڪان ڪيٽين جي جنگ ۾ مير نارو خان صرف قتيو هو. ڪيٽين ۾ اتڪل روءِ ٻہ ڏينهن جنگ هلي هئي، جنهن ۾ سيد احمد شاهہ خوب جنگ وڙهي هئي. مير ناري جو سيد احمد شاهہ خاص سپهہ سالار هو. پر افسوس جو اسان کي ماڱڪاٽي ميرن جي پاسي وارو ڪجهہ راوي اجا ڪونہ مليو آهي. ٽي سگهي ٿو تہ، انهيءَ پاسي جي راوين وٽ ڪجهہ مختلف روايتون موجود هجن.

**ول واري جنگ جي وچور هن ريت آهي:**

1. ول واري جنگ ذوالحج جي مهيني ۾ 1218ھ / 1803ع ۾ لڳي.
2. اها جنگ شهداداڻي ۽ ماڱڪاٽي ميرن جي وچ ۾ لڳي.
3. اها جنگ مير غلام علي خان جي گاديءَ تي ويهڻ ڪان، هڪ سال پوءِ لڳي.
4. مير غلام علي سن 1802ع ۾ گاديءَ تي وينو. اُن وقت ماڱڪاٽي ميرن جو وڏو بزرگ مير نارو هو.
5. مير ناري جي همشيره مير غلام علي جي گهر ۾ هئي.
6. مير ناري ۽ مير غلام علي خان جي وچ ۾ ول واريءَ جنگ جي شروعات ڳوٺ مرڪان (تعلقہ بدين) ۾ ٿي، اها جنگ ٽي ڏينهن جنگ هلي.
7. مير غلام عليءَ جي ٻاران مير صوبدار خان ۽ مير نصير خان، مير ناري سان وڙهڻ آيا هئا.
8. مير صوبدار ۽ مير نصير خان جا هينيان خاص ويڙهاڪ ماڻهون، هن جنگ ۾ بهرو ورتو:

i- مير خان پرڳڙي
ii- عرضي خان جمالي
iii- ڏاتو جمالي
iv- نبي بخش خان پرڳڙي
v- ٻيڙو خان ڪوڪر

9. مير نارو خود ميدان ۾ آيو، هن جو سپهہ سالار سيد احمد شاهہ ساڻس ساٿي هو.

10. ”مرڪان“ ڪان اُتر طرف ميل پنڌ تي ونگي واهه وٽ هلندڙ انهي جنگ ۾ سوين ڪونڌر ڪسي ويا.

11. آخر سيد احمد شاهه جي صلاح تي، مير ناري ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ وڃي ويٺو ۽ حيدرآباد وارن ميرن اُتي بہ حملا شروع ڪيا.

12. ٻن ڏينهن جي لڙائيءَ ڪان پوءِ مير نارو خود مير خان پرڳڙيءَ ڪي سامهون ٿيو، ۽ ڦٽجي پيو، عرضي خان بہ اُن ڪي ساٿ ڏنو. سپاهين جي هٿان مير خان پرڳڙي مري پيو، جنهن ڪان پوءِ عرضي خان، ڦٽيل مير ناري ڪي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو.

13. شهداداڻي مير فتحياب تہ ٿيا، پر پنهنجي فوجي قوت ختم ڪرائي ڇڏيائون. مير خان، ڏاتو خان، ٻيڙو ۽ نبي بخش ۽ ٻيا سپهه سالار جيڪي شهداداڻي فوج جو نڪ هئا، اُهي هن جنگ ۾ مارجي ويا.

14. هڪ ٻي روايت موجب هيءَ جنگ پنج ڏينهن هلي.

15. هن جنگ ۾ حيدرآباد وارن ميرن جا 410 ۽ ڪيٽين وارن ميرن جا 300 ماڻهو جنگ جو ڪاڄ ٿيا.

16. مير غلام علي خان ڪي هن جنگ جي ڪري گهرو تلخي سهڻي پيئي.

17. مير غلام علي خان، مير صوبدار خان ۽ مير نصير خان ڪي ڪجهہ بہ نہ چيو ۽ پنهنجي عزيز مير ناري خان ڪي عزت آبروءَ سان آزاد ڪيو.

18. عرضي خان جمالي، جنهن هن جنگ ۾ تمام گهڻو حصو ورتو هو، اُن ڪي مير غلام علي خان، پنهنجيءَ گهر واريءَ جي چوڻ تي پارڪر جي ڪولهين تي چاڙهي موڪليو ۽ هو سوڀارو ٿيو.[1]

19. هيءَ جنگ بنا ڪنهن مقصد جي شروع ٿي هئي ۽ بنا ڪنهن مقصد جي ختم ٿي ويئي.

ڪتاب ”جنگناما“ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مختلف راوين وسيلي ”ول واري جنگ“ جو تفصيل هن ريت ڏنو آهي:

---

[1] عرضي خان جماليءَ جا پوءِ ”وير منٺ“ جي ڪري پساهه پورا ٿيس. اهو مير ناري جي پيڻ، عرضي خان ڪان وير ورتو هو. (ليکڪ)

## ول واري جنگ بابت شاعري[1]

(مير ٺاري واري جنگ)

هيءَ جنگ ذوالحج مهيني سن 1218هه (1803ع) ۾ لڳي. هڪ طرف ميرپور خاص جو حڪمران مير ٺارو خان ۽ سندس سپاهه هو ته ٻئي طرف حيدرآباد طرفان مير محمد خان ۽ سندس سپاهه هو. هن جنگ لاءِ ڪو خاص سبب ڪونه هو. ميرپور خاص جي طرف وارن مرين ۽ حيدرآباد جي طرف وارن لغارين ٿوري جهيڙي ڪي وڏائي وڏو ڪيو. مير ٺارو خان بروقت موجود ڪونه هو، ۽ پنهنجين ڪيٽين ۾ هو. جي هتي هجي ها ته ايڏو ممڻ نه مچي ها. ڪيس خبر ٽڏهن ملي جڏهن طرفدار قبيلا جنگ لاءِ تيار ٿي ويا هئا.

سهراب فقير چارڻ جو ان وقت جو وڏو داناءَ سگهڙ هو. تنهن پنهنجن منظوم بندن ۾ هن جنگ جو سمان چِٽيو آهي ۽ جنگ ۾ جيڪي بهادر وڙهيا ۽ ماريا، تن جا نالا وٺي ڪين ڳايو آهي. سگهڙ سهراب جا اهي منظوم بند "جنگنامي" جي نظم جو هڪ انوکو ۽ اعليٰ مثال آهن.

قـــادر قـــدرت جـــو ڌڻـــي، راز رب جبـــار
خـــاوند خـــالق خلـــق جـــو، آ قدرتـــي ڪلتـــار
جنهـن جـوڙي راس جهـــان ڪيـــو، درس ڪـــري ديـدار
خـــاصو خلقيـــائين خلـــق ۾ نـــُـور نبـــي نـــروار
ســـو شـــفاعت ســـائين ڪنـــدو، امـــت تـــي اظهـــار
ٻيـــو علـــي شـــاهه ســـخي چـوان، ديـــن ســـندو دهـــوار

ديمـــي درس ٿيـــا دود ســـتا، ڪليـــون ڪـــڙڳ وهـــاون خســـتا
مـــاريومَـــٽ وهـــاوَن مـــَـستا، راوت رُڪ ٻـــڌا تـــت رســـتا
ڪُـڙها ڪلـِي ٻون ڪاهيـُون
طاهر خان ڪيون ٻه طفيلان، ڪوسي ڪڙڳ هٽي ڪيـون ڪيـلان
زنـگ وڏي ٻيـو زرهـان زيلان، ٻـڙ ۾ پٽنـگ ٻيـون ڪـن ٻيـلان
ماري اُت وجي مُـنهن ڪايون

---

[1] ڪتاب 'جنگناما' مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سال 1984ع سنڌي ادبي بورڊ.

طاهر تيز وڙهيو تت تائُو، غازي گڏ ڪري تت گهائو
ويہ وساڻ صَقيلَن سائو، بيہ بهادر جنگ جُنبائُو
اَرڏو اڏ ڪري اُٿلايون.

واهہ وڙهڻ جا جنهن ڪيا وارا، ڇهڪا چاهہ وڌا تن چارا
سندس سپاهي سي سوپارا، ڪڙڪي ڪُونڌ ڪٽن ڪپارا
وهندو وڍ وجهن وهايون.

دانهہ درس هٽن دو دستي، ڪوپو ڪپي ڪيهر ڪَستي
هُوڪ هنئي تنهن هاڙهي هستي، ماري مَت مناون مستي
تائو تيز وڙهيو هو تايون.

گوهر گنهور چڙهيو غازي، سَٽ ڪُٽ سيف صقيلن سازي
بيہ بندوقن سان ڪئي بازي، اَرڏو اُلٽ وڙهيو اغمازي
عارف اڙٻنگ پيو انايون.

جسوَت جلد وڙهيو تت جائي، ڪنا ڪڙڳ ويس تت ڪائي
سر شهيدن موت لڪائي، وڙهي ورنهہ وک وڌائي
رڻ ۾ رڍ رهي ڪن رايُون.

جوان وڙهيو تت جهڙڪا لائي، اڳ ۾ اڙٻنگ ويو اُنائي
پيو پتنگ جان پاڻ جلائي، بانڪو هشت بهشت سڏائي
راميو نيڪي ويو نباهيُون.

غازي خان مري موچارو، وجن ساڻ وڙهي ڪيائين وارو
سر صقيلن جو ستڪارو، ڇهڪو چست ٿيو چوڌارو
ورنهہ واهہ وڙهيو وک وارو، غازي گڏي تني ڪي گهايو
ڪونڌ مڙئي اُت ڇهہ ڇهڪايُون

عارف عقل ساڻ آلايون، مري مرد وڙهيو مرڪايون
غازي خان تنهن تي گهايون، سهڻو شير شهادت پايون
جعفر خان ڪليريءَ ڪاهيو، نمڪ جو جنهن ننگ ملهايو
پرتئون پير اڳيئون تي پايو، ڇَهڪو چُست هٽي ڇهڪايو
ورنهہ واهہ وڙهي وڌ گهايون.

ڪيهر ڪونڌ اُتي تي ڪُـنا، بـارا ٻهـل وجهـون تنهـن ٻـٽـا
نامئي نسنگ هٽئون لڪ لٽيا، چستئون چست اتـي تـي چٽـا
مڙي ڪليري پاڻ ملهايون.
ميهـر شـاھ مهـايون مـارو، ڏوڪـن ڏار وجهيـو تـن ڏارو
نـامي نيڪـيءَ ننـگ نهـاريو، اڳ ۾ اڙٻنـگ ويـو انـايون.
ڪوڪر خان وڙهيا تت خاصا، سـورهيہ شـير ڪَـٽن شـاباس!
رڻ ۾ رت پريـا تـن پاسـا، جـن مقـابل هنيـو مـُـــهايون.

بيــڙو ٻــول وڙهيــو ٻولائــي ، نهـرو نـاميو نسـنگ نوائـي
ٻهــادر ٻــان نشــان ٻجــائي، ميــل وڙهيــا ات مــچ مچــائي
رڻ ۾ ريلا پاڻ رچايُـون.
رتو راض وڙهيو رنگ لائي، ڪيهر ڪست منجهئون پيو ڪاهي
فوجون ڦـاڙ وجهـي ڦهڪـائي، چــَـتو چوهـہ هليـو چمڪـائي
مڳ وڙهيا سي پاڻ مرڪايُـون.
فتـح خـان اُتـي ڦهڪـايون، ڪوپـي ڪونـڌ اتـي ڪڙڪـايون
مصريون مڳ هنيـون ٻـہ - مـُنهايون، لاشا لال وجهـن ليٽـايون
ستا شير شهادت پايُـون.
ونـگ ونگـارو وهنـگ وهـائي، شير شمشيرون ڪوپـو ڪـاهي
تنهـن ڪي نـپ ڪيـا تنهـن نـاهي، ڪنا ڪوڪـر پيـا ڪـِنوائي
واھ وجهن سي جلد جلايُـون.
ڪـو پـر ڪڙڳ جتـان اُت ڪٽـن، ٻـارا ٻهـل وجهـون جـت پٽـن
ناميـا نسـنگ هنيـو لڪ لٽـن، چورنـگ چست اتـي تـا چـُـٽن
ڌُهرا دست هڻن ڌبايون.
ڪمال خان ڪليري ڪڙڪيو، سورهيہ سيفن سان تي سـرڪيو
اٺڪيـون اڌ ڪيـون تـي اڙڪيـو، غـلام الله ملوتـت مـَـرڪيو
جهور جهڪور ڪنگور ڪڙڪيو، تائو تيـز وڙهيـو تـت تـايون.

جهــان خــان جـوان لغـاري، جلمـل جــن ڪنيــا جونجهــاري
ڇهڪـا چؤڪـس ڪـري چوڌاري، ڪپـي هـول ڪنگـول هـزاري
ڪُوپو ڪُرھ ڪلِي ۾ ڪاهيون.

خيري خان ڪيا تت سٽڪا، لغاري لايا چوڪس چٽڪا
ڦهه تي ڦهه وڏا تنهن ڦتڪا، لوهُو لعل ڪيا تت لٽڪا
شير شهيد ڪيو سر سهيون.
وهه وهه واهه وڙهي ڪن وارا، ڪَٽن سَٽن ڪونڌ قرارا
ماريو وڃن موت نقارا، ڪونڌ ڪُنا تت قرب قرار
جودئون جود وڙهيا جنگ لايون.
واهه ولي محمد جت وڙهيو، جنگ ۾ جوان غازي تت گهڙيو
ڦهه ڦهه ڦيهه وجهي وڏ - ڦڙيو، مَتومَت مَتن ڪي مڙيو
بيحد باز بندوقين لڙيو، نامي لحظي ڪيون لڙايون.

لائي لغاري ڪيا وهه وارا، غلام الله وڏا گلزارا
وڏا شير تتي سٽڪارا، دوڳ ڪپي ڪيا تنهن ڏڏڪارا
غازي گهوٽ وجي تت گهايُون.
شير وڙهيو سهراب سوائي، جنهين جوهر خوب کنوائي
راوت رڍ تيا رڻ وائي، واهه بُوهڙن خوب بَچايون.

عالم شاهه سيد سوپارو، وڃڻ ساڻ ڪيو جنهن وارو
سورهيه صقيلن سان ڪيو وارو، محب مري تيو مڳ متارو
جنهن جواني جس جُڳايُون.
وڏو ڪرم علي رند ور وڏائي، ڪيهر ڪست منجهئون پيو ڪاهي
مهرا مَت ڪيون ڪڳ ڪائي، ستو شير شهادت پائي
پيو پتنگ جان پاڻ جلايُون.
غلام علي مرزو رند حيدر، هٽي هتيار سچا تيا سَبر
ڪُهن ڪونڌ اتي تا ڪيهر، ونگا وير وجهن تا ويهر
چهڪا چهڪ وجهن چهڪارو، گل محمد، محمد خان مارو
تائن تيز هنيو تڪرارو، وَڏئون وَڏو ڪَائن وارو
ڪڙڪيو ڪونڌ ڪٽن ڪاپارو، دانهن درهن هَٽن دل لايون.

خيرو خان جمالي جنگي، ناهر نسنگ وڙهيو تت ننگي
راوت رت منجهئون تيو رنگي، ترت ترارن جي ڪئي تنگي
ڦتڪا ڦاڙ وجهن ڦهڪايون.
اميد علي اتي اچي اٽڪيو، قابل ڪونڌ ڪپر جان ڪڙڪيو
سورهيہ سيفن سان جئن سرڪيو، هيبت ملهہ وڙهي تي مرڪيو
مصريون مرد هٽن مُونهايُون.
حيات خان هئو حَميلان، ڪوسي ڪڙڳ هٽي ڪيون ڪيلان
بهادر پٺ اتي ڪيون بيلان، محمد خان ٻڌا تت ميلان
ناميا نسنگ وجهن نر نايُون.
جنگ جمالي جودئون جوڙن، مصريون ماڳ مُنهايون موڙن
ٽيڪان مار تتان اُت توڙن، ڪنان خان اتان اُت ڪوڙن
واهہ جمالي ڪن جلدايُون.
شير خان اَٽڪيو شير بهارو، فتح خان وڏو ڦهڪارو
چاڪر دودي وڏو چهڪارو، سونو عرضي جيئو جهونجهارو
چاڳ وڙهيو تت چهڪا لايُون.
پيا ڪٽياڻ اتي جنگ جوڙي، ڪنان خانن وڏا ڪوڙي
موسو مُنهين مور نہ موڙي، واهہ اسماعيل وڏو ولوڙي
قابل ڪونڌ وجهن ڪيرايون.
جوان خضر پيو جنگ ۾ جائي، جيري جوان وڙهي جنگ لائي
قوس ڪٽياڻ خوب ڪِنوائي، جن سُتوٽا ڪيون سرسايُون.

ڪُهاوڙ ڪيل ڪيون ات ڪيلان، زنگ چنان ۽ زرهان زيلان
پڙ ۾ پتنگ پئي ڪيون پيلان، تائو ترت ڪيون بہ تفيلان
لائق لڏيون رڻ ۾ لائئون.
بهادر بيل ڪئي تنهن بيلي، هنيون تراريون مڳ جان ميلي
رڻ ۾ تڙقي پيو طفيلي، وڏو بندقن رڻ ۾ ريلي
جوان وڙهيا هوند جند جلايون.

عـزت خـان آيـو ات اُسـري، دانهـ دُرس وهـائي دُسـري
نامي نسنگ هنئي ات نسري، مـاري موڪ هنئي ات مصري
مري موت پنهنجو مرڪايَون.
آدم خـان ڪوپـو پيـو ڪـاهي، اڙن ۾ اڙبنـگ اُنـائي
مـري محـراب وڙهيـو مرڪـائي، سـتو شـير شـهادت پـائي
سانجن ثابت هنيون سرواهيون.
مـري مـڳ هئـا مردانـا، خـاني خـان وڙهيـا وچ خانـا
جـن لائـق سـرناما، مريـد پـٽ پيـا پروانـا
ڏوڪي ڏار وجهن تت ڏايُـون.
ڪاهه فقيرو پيو واهه واري، سـنگت منجهه هيـو سو بـاري
مصريون مڳ هنيـون تنهـن مـاري، دانهـ درس هيسو دلـداري
بانڪو پڙ وڙهيو پڙڪايُـون.
ڪوپـو ڪاهه وڙهيـو تـت ڪـاهي، اڙن ۾ اڻ مـوت اُنـائي
قابل ڪونڌ هنيو ڪڙڪـائي، جنهـن سـتوٽا ڪبـون سرسـايون.

پنـي آهه ڏتـو پـڙ بـانڪو، دولهـ دسـت وڏو تنهـن ڏاڪـو
سٽ قٽ شير وڏو واهه واڪو، جهـڳ مـڳ جوڙ جهڳوڙ جهڙاڪـو
وهندو وجهي هن بہ وهايُـون.
گـل محمـد مگسـي مـارو، ڏاتـو ڏار وجهـي تـت ڏارو
نامي نمڪ جو ننگ پاريو، پتنگ وڙهيا پهچي پٽ پايُـون.
جعفـر خـان ڪلوئـي آيـو، بـاگي يـائن ڪـي پڙڪـايو
سنگت فقيـري سـاڻ سوايو، سورهيہ سرند ڪبـون سرسـايون.
سوين سپاهه وڙهـي ڪـن وارا، چهڪـا چاهه وڏا تـن چـارا
شير وڙهيـا سـي سـخن سـچارا، رڻ رهيـا سـي رت وهـايون.
بيا جي يوءِ آيـا لڳـي لائـي، سـيڪو پنهنجـو قـدر سـجاڻي
پير پنهنجا تو هرڪوئي ڄاڻي، کهڙي ڳالهه ڪيـان واڪاڻي
لڪامورن منهن لڪايُـون.

نـاري ناهـ وڏا تنهـن نهڪـا، ڦٽـي ڦـٽ وڏا تنهـن ڦهڪـا
چورنـگ چسـت وڏا تنهـن چهڪـا، آگـي اڏ ڪيـن اُتلايـون.

ڦهہ ڦهہ ڦاهہ جتـان ات ڦهڪـن، لاون لحظـي دي وچ لهڪـن
چقمق چست چوڙاري چهڪـن، دلمـل دسـت دبـايون دهڪـن
ڪڙهہ ڪلي ۾ پون ڪاهيُـون.
چهڪا ڦڪـا تيـا چوڌاري، ڪڙڪيـون ڪانُ لڳن تـت ڪاري
ڪونڌ ڪـرن ات هفت هزاري، چـُـتڪيا بـانَ اتـي پڙڪـاري
دُهرا دست هٿن دبايُـون.
کهڳـل ڪـوچ تيـو ڪيـڏارو، دارون ڏنـڌ ڪيـو ڏنڌڪـارو
رڻ ۾ رڏ وڙهـي ڪـن وارو، سـورهيہ سـيفن سـان سـٽڪارو
چهڪا چهڪ وجهن چهڪايـُون.
چٺـو سـهراب تنـي جـو وارو، پـڙ ۾ پـتنـگ ڪـرن پوڪـارو
چٽڪيـا مـوت نغـارا مـارو، سـورهيہ سـاک هٽـي ڪـن سـارو
زنگ هٿن تت زور وهايون.
زابـر زهـوان چـاون زيـلان، ڪـَـني ڪـوڙ اتـان ڪـن ڪـيلان
هاڙهـِـي مـارن تـت حميـلان، رهـہ رهـہ ريـج تيـا تـت رَيـلان
خانا خان وجهن تت ڪايُـون.
ڪوپـر ڪـَرنگهہ جتـان رت ڪٽـن، بـارا ٻهـل جتـان ات ٻـٽـن
ناميـا نسـنگ هنيـو لک لـٽـن، لـٽ پـٽ لال لهـو ۾ ليـٽـن
ڪڙهہ ڪلي ۾ پون ڪاهيـُون.
جهان جهان جهور جهڪور جُنباوَن، ڪهہ ڪهہ ڪونڌ ڪيو ڪيرائن
وهہ وهہ ويـر اتـان ورڪـاون، ڪوپـر ڪـرپ ڪلنـگ ڪيـرايـون.

دهہ دهہ دس هٿن سي دهرا، مـَـهہ مـَـهہ ملهہ تيا تـت مهـرا
لايـون لال ليڪـن لهــرا، غـــازي گـــل بـــڏن تـــت گهـــرا
بيحد بانَ نشان بچايون.
پڙڪيـو بـاز ڏيـون پلڪـاري، ڪـٽـن سـٽن ڪونـڌ قـراري
سـر شـهيدن مـوت پڪـاري، مرڪـي مـوڙ بـڏن مٽيـاري
جوان وڙهن جت جنگ جُنبايـُون.

**(ج) سُرهي، مير ٺارو خان ۽ نبي بخش لغاري:**

ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ مير ٺارو خان رهندو هو، پر پوءِ وڃي ميرپورخاص ۾ رهيو.[1] مير ٺارو، پنيان نبي بخش خان لغاريءَ کي ڪيٽين جي نظرداري سونپي ويو هو. هونئن نبي بخش خان لغاريءَ جو ڳوٺ منيءَ ۾ هو. سندس پيءُ بالاچ خان ميرن جي خاص ماڻهن مان هو. ماڻڪاڻي مير متس ڪُل اعتماد رکندا هئا. بالاچ خان کان پوءِ سندس پٽ نبي بخش خان لغاريءَ ۾ پڻ ماڻڪاڻي ميرن جو اهڙو ئي اعتقاد هو. هُو ڪيٽين جي ڪوٽن جي نظرداري ڪندو هو. ميرن جي هر ڪنهن شيءِ کي حفاظت سان رکندو هو. پاڻ جيئن ته بالاچ لغاريءَ جو پٽ هو، جيڪو پير پاڳاري جو خاص خليفو هو، تنهن ڪري نبي بخش کي به ماڻهو خليفو ڪري سڏيندا هئا. پاڻ به شريف النفس ۽ بي حد ايماندار ۽ حيادار شخص هو.

ميرن جا ديرا ميرپورخاص هليا ويا هئا. ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ پنيان نوڪر چاڪر نظر پيا رکندا هئا ۽ ڪوٽ پيا سنڀاليندا هئا. انهيءَ ڪوٽ ۾ مير ٺاري جو سُرهي نالي هڪ عورت سان نينهن جو ناتو هو. سا ڪوٽ ۾ رهندي هئي ۽ نوڪر چاڪر انهيءَ جي خدمت پيا ڪندا هئا. انهن نوڪرن جي مٿان خليفو نبي بخش لغاري نظرداري پيو ڪندو هو.

هڪ ڏينهن سُرهيءَ تي نبي بخش لغاريءَ جي وڃي نظر پيئي، جيڪا هتي مير جي محبت جو مرڪز هئي. اها عورت تمام حسين سهڻي هئي. لغاري هونئن ته تمام شريف النفس هو، پر سُرهيءَ جو هن ڏانهن پرپور نظر سان ڏنو ۽ بنا حجاب جي ڳالهايو، ته هُن جي به دل وٽس نه رهي، ان ريت هو به عورت کي ويجهو اچڻ لڳو.

خليفو سُرهيءَ جي عشق ۾ اهڙو جڪڙيو، جو ڪيس پنهنجي محسن جو نمڪ پاڻي به آڏو نه آيو. سُرهي ۽ خليفو نبي بخش انهيءَ ڪيٽيءَ جي ڪوٽ کي ڪارو ڪندا رهيا.

مير ٺارو خان پنهنجي ڪوٽ ۾ سُرهيءَ سان سال ۾ هڪ به پيرا ملڻ ايندو هو. اڳوٽي (هن پيري) جيئن مير ٺارو پنهنجي ڪوٽ ۾ آيو ته، سُرهيءَ جي محبت ۾ ڪجهه شڪ پيس. نوڪرياڻين کان آڏي پڇا ڪيائين ته، راز کُلي پيو. سُرهيءَ کي به خبر پيئي، تنهن يڪدم خليفي کي ڄاڻ ڪئي ته، ”مير صاحب

[1] روايت محمد خان پرڳڙي، رهندڙ: ننڊو شهر.

اچي ويو آهي ۽ تنهنجي منهنجي عشق جي خبر پئجي ويئي اٿس. توکي جي گهرائي تہ پنهنجي بچاءَ سان اچج.“ نبي بخش کي قاصد نياپو پهچايو تہ تورئءَ دير کان پوءِ مير ناري خان جو بہ ماڻهو اچي پهتو ۽ مير طرفان ميار رکي چوڻ لڳو تہ. ”اسان ڪوٽ ۾ پهچي ويا آهيون ۽ اسان جو خدمتگار خليفو صاحب گهر آرام فرمائي رهيو آهي، موصوف اسان جي پنيان ڪيئن ڪاروبار هلائيندو آهي؟ سو اسان کي اچي ٻڌائي.“ خليفي قاصد کي چيو تہ. ”اڄ طبعيت ۾ ڪجهہ نيڪ نہ آهيان، شام جو انشاءَ الله اچي پهچندس.“ قاصد واپس هليو ويو.

مير نارو خان انهيءَ سوچ ۾ هو تہ ڏني مان بہ ڪجهہ ڏسجي. تڪڙو قدم نہ کڻڻ گهرجي. انهيءَ سبب مير ناري خان نہ سُرهيءَ کي ڪڙو منهن ڏنو ۽ نہ ڪا ڪاوڙ ڏيکاري، پر اندر ۾ آنڌ مانڌ متي پيئي هُيس تہ. ”خليفي خيانت ڪيئن ڪئي؟“ سُرهي بہ پنهنجي سر جو آسرو لاهي چُڪي هئي. پر ٻاهريون ٻنو رکيو پئي مُرڪي. هوڏانهن خليفي بہ پنهنجا تمام گهڻا لغاري گڏ ڪيا. پنهنجو سڄو لشڪر وٺي پاڻ اچي مير جو سلامي ٿيو ۽ پنهنجي لغاري پائرن کي ٻڌايائين، تہ جي مير نارو خان مون کي ماري يا حملو ڪري، تہ مير صاحب کي ڪجهہ نہ ڪجو. باقي ٻيو ڪو سپاهي اچي تہ. اُن کي منهن ڏجو.

مير نارو خان اُن وقت ڪيٽين جي ڪوٽ جي ”انصاف ڪرڻ واري“ بنگلي ۾ ويٺو هو. نبي بخش آيو ۽ مير ناري خان کي پري کان سلام ڪري، هڪ گوڏو پٽ تي ڪوڙي ٻيو گوڏو متي جهلي، تلوار جي ٽيڪ تي ويهي رهيو. هُن مير ناري خان کي ڏٺو، جيڪو تمام سنجيدو ٿيو ويٺو هو. پر لغاريءَ جي هيءَ هلت ڏسي ڪجهہ اندر ۾ ارمان ٿيس ۽ کيس چيائين. تہ ”نبو! چا تنهنجي مت ڪِسجي ويئي هُئي ڪَ؟“ نبي بخش سمجهي ويو. تہ مير نارو خان ڇا ٿو فرمائي، جواب ڏنائين تہ. ”آقا! جڏهن عشق ايندو آهي، تڏهن مت هلي ويندي آهي.“ مير ناري خان کي هُن جو اِهو جواب ڏاڍو وڻيو. مير نارو خان اڳي ئي سوچي ويچاري هن ڳالهہ تي پهتو هو. تہ: نبي بخش کي معاف ڪجي ۽ اِها رول رن سُرهي کيس بخش ڪجي. پر سندس خيال هاڻ وڌيڪ مخلصانہ ٿيو ۽ پاڻ خليفي کي چيائين تہ. ”تنهنجو جي انهيءَ سان عشق آهي، تہ اِها آئي توکي.“ انهيءَ کان پوءِ مير نارو خان انهيءَ محل روانو ٿي ويو. ٻيئي پراڻ مان منزل طرف هلڻ لڳيون. مير نارو خان ٻيڙين ۾ ويهي دل کي وندرائي رهيو هو.

۽ مير ناري خان جي حڪم تي ٻيءَ ٻيڙيءَ ۾ ڳائڻيون راڳ ڳائڻ لڳيون. اِهو شاهي ٻيڙين جو ميڙ اُتر طرف وڌندو ويو.

ايتري ۾ مير ناري خان جي ڪنهن نوڪر چيو تہ، ”آقا! لغاري نبي بخش هڪ ٻيڙيءَ ۾ وينو آهي ۽ ملاح ٻيڙيءَ کي تکو ڪاهيندا پيا اچن.“ مير ناري خان پنهنجي ٻيڙين کي بيهڻ جو حڪم ڏنو. سج لهڻ تي هو تہ مير ناري خان جي اڳيان خليفي نبي بخش جي ٻيڙي بہ اچي بيٺي. خليفو گنديءَ ۾ وٽيل ڪا شيءِ ڪڍڻ لڳو ۽ پوءِ سيني ڏنو تہ، نبي بخش سُرهيءَ جي وڍيل سسي جي وارن ۾ هٿ جهليو مير ناري خان جي اڳيان بيٺو هو ۽ چئي رهيو هو تہ، ”آقا! جنهن سُرهيءَ تو ۽ مون کي ارهو ڪيو هو، اُها توهان جي اڳيان حاضر آهي.“

مير ناري خان سُرهيءَ جي ڏڙ ڪان ڏار ٿيل سسي ڏسي نبي بخش کي چيو تہ، ”منهنجو ياءُ آهين. هن رن پاڻ ۾ ويچو تي وڌو، سو تو عقل سان دور ڪري ڇڏيو. پوءِ نبي بخش جي عرض تي، مير نارو خان وري موٽي واپس ڪيٽين ۾ اچي رات رهيو.

اوسي پاسي جي ڳالهين ڪان پوءِ سُرهيءَ جي ڪفن دفن جي ڳالهہ نڪتي. پر نبي بخش چيو تہ، ڪميٽي رن جا ڪهڙا دفن ۽ ڪفن جا سعيا ڪبا. مون ڪيس ”راڄ ڊوهي ڪوهہ“ ۾ اُڇلرائي ڇڏيو آهي. ڏڙ تہ اڳي ئي اُن ڪوهہ ۾ اُڇلارايو ويو هو ۽ سسي بہ اُتي پهچائي ويئي آهي. اهڙي طرح وري بہ مير نارو خان ۽ نبي بخش لغاري ڪيرڪنڊ تي ويا. مير نارو خان ڪجهہ عرصو ڪيٽين ۾ رهي پوءِ واپس وريو.

”مائي سُرهي ميرن جي ديرن ۾ ايندي ويندي هئي ۽ مير گهٽو مانِ ڏيندا هئس.“ هڪ روايت موجب ”مائي سُرهي ميرن جي ديرن جي دائي هئي.“ بهر صورت جيترا وات اوتريون ڳالهيون. ڪوڙ سچ راوين جي ڪنڌ تي. اسان کي سُرهي امير بخش ۽ محمد خان جي روايتن موجب مٿي ذڪر ڪيل قصي جو مکيہ ڪردار تي ملي آهي. اها ڳالهہ ڪيٽين جي تخت گاهہ سان وابستا آهي، تڏهن مشهور تي راوين جي وات پيئي آهي، نہ تہ معمولي ڳالهيون ڪٿان ٿيون ياد رهن![1]

---

[1] هن ڳالهہ جو، مون مٿي رڳو هڪ راوي محمد خان ٻڌايو آهي، پر حقيقتاً اها ڳالهہ امير بخش مگٿهار، عمر اٽڪل روءِ 90 ورهيہ، مون کي ٻڌائي. راوي محمد خان کي اُن معاشقي واري ۽ عورت سُرهيءَ جو نالو ڪونہ تي آيو. اِهو نالو امير بخش جي روايت مان مليم. ڪيٽين جي پرسان جوٽيجا رهن ٿا. انهن مان سلطان جوٽيجي پڻ اهو قصو ٻڌايو هو. (ليکڪ)

## سُرهي ۽ مير ٺاري خان واري ڳالهه جا خاص نڪتا:

1. سيد احمد شاهه جي وفات کان پوءِ نبي بخش خان لغاري ڪيٽين جي ڪوٽ جو نگهدار ۽ محافظ ٿي رهيو. اُن وقت نبي بخش لغاري نوجوان هو.

2. نبي بخش لغاريءَ جو والد بالاچ بہ ميرن جو خاص ماڻهو هو. ماڻڪاڻي مير هن کي بہ وڏي عزت ڏيندا هئا. هي ٻئي پيءُ پٽ پير پاڳاري جا مريد ۽ خليفا هئا.

3. ول واريءَ جنگ کان پوءِ، مير ٺاري خان هتي رهڻ پسند نہ ڪيو ۽ آخر سن 1806ع ۾ ميرپورخاص جو بنياد پيو.

4. مير گهڻو ڪري ڪيٽين ۾ پنهنجا شڪارگاهہ رکندا هئا، جتي اڇيو سال ۾ هڪ بہ دفعو شڪار ڪندا هئا. ماڻڪاڻي ميرن جي ڪيٽي، جا پهريون تخت گاهہ بہ هئي، سو پوءِ سندن شڪارگاهہ ۽ هڪ تفريح جي جاءِ ٿي رهي.

5. ميرن مان ڪنهن جي ڪنهن سان محبت ٿي ويندي هئي تہ، انهيءَ کي پنهنجي نڪاح ٻڌيءَ زال جهڙا حق تہ نہ ڏيندا هئا، پر هن کي سڀ زماني جا سهنج ڪريو ڏيندا هئا. اهڙين سُريتن وٽ سال ۾ هڪ يا ٻہ دفعا ويندا هئا.

6. جيڪي سريتون هونديون هيون، انهن جي هٿ ۾ نوڪر ۽ غلام هوندا هئا. اُهي هنن جي هر وقت خدمت چاڪري، سچيءَ سائڻ وانگر ڪندا هئا.

7. مير سچ ڳالهائڻ تي وڏا وڏا ڏوهہ بخش ڪري ڇڏيندا هئا. جيئن مير ٺاري خان، نبي بخش کي مذڪوره ڏوهہ بخشي ڇڏيو.

8. مير سخا جا مالڪ هئا، جي روح خوش ٿين، يا ڪنهن جي ڪا ڳالهہ وڻي وين، تہ انهن کي لک لُٽيو ڏيندا هئا. جڏهن سخاوت ڪندا هئا، تڏهن ايڏا درياءُ دل ٿيندا هئا، جو پنهنجي توهين کي بہ درگذر ڪري ويندا هئا.

9. مير وڏيءَ نظر وارا هوندا هئا، هر ڪنهن ڳالهہ کي تڪي توري، اڳ پوءِ جاچي پوءِ هٿ ۾ ڪڻندا هئا. جيترو تي سگهندو هو، اوترو ٻين جو پلو ڪندا هئا ۽ ڪين ڇيهو پوندو هو، تہ اُهو خوشيءَ سان برداشت ڪري ويندا هئا، انهيءَ نقصان جي جذبات کي وات تي نہ آڻيندا هئا ۽ نڪو پلجي ڪڏهن هلڪا ٿيو اهڙي ڳالهہ ڪندا هئا.

10. مير ڪنهن دشمن تي بہ پنهنجي فياضاڻي طبعيت موجب ٿورو ڪندا هئا ۽ اُهو دشمن موٽ ۾ وري ڪين راضي ڪندو هو، تہ اُن کي بنهہ پنهنجي پاءُ جهڙو ڪري سمجهندا هئا. انهيءَ تي انعامن جو مينهن وسائيندا هئا.

11. مير جنهن کي نوازيندا هئا، اُهو جيڪڏهن نمڪ حرام ٿيندو هو، تہ بہ وڏي نظر ڪري، اُهو سُور پي ويندا هئا ۽ انهيءَ کان پنهنجيون ڏنل نوازشون واپس نہ وٺندا هئا. جيئن نالائق اولاد تي مشفق والد مهرباني ڪندو آهي، مير پنهنجي رعيت سان اهڙي هلت هلندا هئا.

12. مير گهڻو ڪري ڏوهين کي ڪاٺ ۾ وجهندا هئا ۽ ڏوهيءَ جو ڏاڙهي مٿو ڪوڙيندا هئا. پر ڪو مُلڪ سان غداري ڪندو هو، يا ميرن کي راڄو ليکي[1] بنجيو وڙهائيندو هو، تہ اُن کي "راڄ ڊوهي" جو لقب ملندو هو. راڄ ڊوهيءَ لاءِ مير سنها ڪوهہ کٽائيندا هئا، اهي ڪوهہ مٿان 3-4 فوٽ ويڪرا هوندا هئا ۽ هيٺ آهستي 2-3 فوٽ وڃيو ٿيندا هئا. راڄ ڊوهي فردن کي ماري يا جيئرو اُن ڪوهہ ۾ وڌو ويندو هو. جي ڏوهي جيئرو هوندو هو، تہ اُن اونهي ڪوهہ جي تر ۾ چرڻ ڦرڻ کان سواءِ سوڙهہ ۽ گُهٽ ۾ دانهون ڪري ڪري مري ويندو هو. اهڙو ڪوهہ ڪيٽين جي ڪوٽ کان 100 گز اُيرندي تي اڃ بہ ڏسي سگهجي ٿو. سُرهي جو لاش اُن ڪوهہ ۾ اُڇليو ويو هو. جو تہ هن جي وجود جي ڪري حاڪم ۽ امير پاڻ ۾ وڙهيا هئا.

13. راڄ ڊوهي سزا کائيندو هو، مير ۽ سندس مخالف ڏر نهي ويندا هئا. ميرن جي حڪومت ۾ "راڄو ليکي" / "راڄ ڊوهي" ٿيڻ سڀ کان وڏو ڏوهہ هو. مير چاهيندا هئا تہ ڪوبہ فرد، ڪنهن بہ انسان سان وفاداريون وابستا ڪري، تہ آخر تائين اُن سان وفاداريون قائم رکي. جيڪڏهن ڪنهن سان ڪو وفادار رهي نہ سگهي، تہ جنهن سان اُهو فرد وفادار آهي، اُتي وڃي رهي ۽ منافق ٿي، ساڳيءَ جڳهہ تي نہ رهي.

14. مير سچ کي وڏي اهميت ڏيندا هئا. سچي جا مارا ڪونہ ٿيندا هئا ۽ انهيءَ جو قدر ڪندا هئا. پوءِ ڪٽي سچ ڳالهائيندڙ ڪو وڏو سماجي ڏوهہ ڪندو هو، تہ بہ ڪيس بخشيو ويندو هو.

---

[1] راڄو ليکي، ڪلهوڙن جو ماليات جو وزير هو، جنهن جي سازش ڪري ڪلهوڙا ۽ ٽالپر پاڻ ۾ وڙهيا هئا. سنڌ جي دربار ۾ ڪيترائي اهم ٽالپر امير قتل ٿيا. (نظرثاني ڪندڙ)

باب ٽيون

# ماڻڪاڻي ميرن سان لاڳاپيل برادريون

ماڻڪاڻي ميرن سان لاڳاپيل جيڪي برادريون هيون، انهن سڀني جو تذڪرو ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم آهي. البت جو ڪجهه مواد مليو آهي، اُهو ٻن حصن ۾ پيش ڪجي ٿو:

(الف) پهرئين حصي ۾ انهن برادرين جو ذڪر آهي، جيڪي برادريون ميرن سان گڏ اچي ڪيٽين ۾ رهيون ۽ اڄ ڏينهن تائين اُتي رهيون پيون آهن. انهن برادرين مان: جوٽيجا، ڪوسا، لنڊ ۽ ملاح مکيه برادريون آهن.

(ب) ٻئي حصي ۾ انهن برادرين جو بيان ڏنو ويو آهي، جن سان ماڻڪاڻي ميرن جا تمام گهاٽا لاڳاپا هئا. انهن مان: جيلاني پير، ٽالپر، فاروقي ۽ لغاري اهم برادريون آهن.

**(الف) ڪيٽين ۾ رهندڙ برادريون:**

هن وقت ڪيٽين جي ڪوٽ واري جڳهه تي هڪ به گهر آباد نه آهي. چبون ۽ چيها پيا گهارين، البت ڪيٽين جي ڪوٽ جي پرپاسي، ڪوسا، لُنڊ ۽ جوٽيجا رهن ٿا. جوٽيجا ڪيٽين جي ڏکڻ مان، ڪوسا ۽ لُنڊ ڪيٽين جي ڪوٽ جي اولهه ۽ ڏکڻ کان رهن ٿا. جوٽيجن کان اُپرندي ڪجهه گهر ملاحن جا پڻ آباد آهن. ڪيٽين جو جهنگ مذڪوره برادرين جي دم سان آباد آهي. انهيءَ جا گهاٽا وڻ جوٽيجن، ڪوسن، لنڊن ۽ ملاحن کي پنهنجن عزيزن وانگر سڄاڻن ٿا. ۽ اهي برادريون پڻ اُتي جي وڻن ٻوٽن کي عزيزن وانگر سڄاڻن، پالين ۽ نپائين ٿيون. سچي ڳجھ ڪيٽين کي ڇڏي ڏنو، پر مذڪوره ذاتين ڪيٽين سان پوري وفاداري ڪئي آهي. اهي برادريون آهن، جي ميرن جي وقت کان وني اڄ تائين ڪيٽين کي آباد رکيو اچن.

**1. جوٽيجا:**

ڪيٽين جي ڪوٽ جي ڏکڻ کان سڌ پنڌ تي ڪيٽين وارا جوٽيجا رهن ٿا. جوٽيجا ميرن جا خدمتگذار هئا. ٻڊو جوٽيجو ميرن جو بهادر ۽ سوپارو سپاهي هو. مٺي جوٽيجي کي اهڙي بهادر پيءُ لاءِ فخر هو. مني کي حسين ۽ ملهار نالي ٻه پٽ هئا. حسين کي ٻڊو نالي فرزند هو. ٻڊي جا حسين ۽ محمد رحيم نالي ٻچڙا اڄ به ڪيٽين ۾ گهارين پيا ۽ وڏن کي ساريو، انهن جا ڳڻ پيا

ڳائين. ملهار کي مِنو ۽ صاحبڏنو نالي فرزند هو. منوءَ کي صاحبڏنو فرزند ٿيو، جو موجوده ڪيٽين کي سينگاريو وينو آهي. اِها ٻڌي جو نسل آهي، جنهن ڪيٽين کي واسيو ۽ سينگاريو آهي.

اُنهن جوٽيجن مان خانو فقير وڏو درويش ٿي گذريو آهي. مذڪوره فقير عبدالله جوٽيجي جو ٻچڙو هو. خانوءَ کي عبدالله ۽ عبدالله کي خانو ۽ صديق نالي فرزند ٿيا. ڪيس غلام حيدر نالي فرزند آهي. صديق نانگو وفات ڪري ويو. خانو فقير ولد عبدالله جوٽيجو ميرن جي ڏينهن ۾ مشهور الله لوڪ هو. الله جو نالو ونڻ سندس دلي مشغلو هو. انهيءَ زماني ۾ ڪڏي وارن سيدن هن کي هڪ گهوڙو ڏنو، ته ڪانئي وارن کوسن فقيرن کي اِهو گهوڙو ڏيئي اچ. پر پاڻ ڪيٽين جي پرسان اچي مراقبو ڪڍي ويهي رهيو. ٽي ڏينهن گذري ويس، گهوڙو بين ماڻهن وجي کوسن کي پهچايو. پاڻ اُتي ئي مسجد ناهي رهي پيو. مدفن به اُتي ئي آهي. انهيءَ فقير جو هميشه جو ماڳ ديهه ڪناڊ هو، تپو هگورجاڻي تعلقو ٽنڊو باگو ۾ واقع آهي. مٿس جوٽيجا سال بسال ميلو لڳائيندا آهن.

يار محمد جوٽيجو ميرن جو عام مختيارڪار هو ۽ حد درجي جو ايماندار هو. ٻيا، ميرن مان پنهنجا گهر ناهي ويا، پر هيءُ بزرگ اهڙو جو اهڙو رهيو. پنهنجي ايمانداريءَ جا افسانا ڇڏي ويو. يار محمد کي ڪوبه اولاد ڪونه ٿيو.

ميرن جي ڏينهن ۾ موسو جوٽيجو پنهنجي راڄ جو پَٽيل هو. موسي کي ڪوبه اولاد ڪونه ٿيو. البت آبس ۽ اوپايو پائٽيا هئس. انهن کي به ڪو پُٽيتو اولاد ڪونه ٿيو. اوپائي کي هڪ ڌيءَ هئي، جا دائم سان پرڻي هئي، جنهن مان يوسف ڄائو. يوسف کي اوپايو نالي فرزند آهي.

ميرن جو ڪجاوا لڏيندڙ ۽ انهن جي مٿان نظرداري رکندڙ لالو جوٽيجو هو. لالوءَ جو شجرو هن ريت آهي:



جوٽيجا. جيئن تہ ميرن جا اونار هئا. تنهن ڪري هو ميرن ڪي ويجهڙائيءَ ۾ رهندا هئا. ميرن جي وقت ۾ اُنن جي سنپال سندن حوالي هئي. مير ويا تہ انهن جا اُٺ جوٽيجن وٽ رهيا ۽ جوٽيجن جي ملڪيت ٿي رهيا. پوءِ هوريان هوريان اٺ آهستي آهستي مري کپي ويا. البت اُنن ۽ اونارن سان جيڪي ڳالهيون وابستہ هيون. سي پراڻي فساني وانگر آهستي آهستي ختم ٿي رهيون آهن.

**2. ڪوسا:**

جيئن تہ ٽالپر بلوچ هئا ۽ ڪوسا بہ بلوچ هئا. ڪوسا حيدرآباد وارن ميرن سان گهٽا ڪونہ نهندا هئا. انهن ٿر ۽ ڪڇ ڪي چورين سان تپائي ڇڏيو. انهن ڪوسن مان شادي ڪوسو، ڌاڙيلن جو اڳواڻ هو. شادي ڪوسو 700 ڌاڙيلن سان گڏ ڌاڙا هڻندو هو. هن ڪي ڪوبہ سامهون ڪونہ ٿيندو هو. ڳالهہ ٿا ڪن، تہ روپاماڙيءَ جي پرسان بندڙي جت جون ڏاچيون هن ڌاڙيل اچي هنيون هيون. بندڙو جت ولاسي ۾ وينل بخشي ديري وارن ميرن وٽ ويو. پر انهن ڪيس ڪابہ مدد ڪونہ ڏني. البت شيخاٽي گهاڙي واري لُنڊ فقيرن مان نظر علي، ساٿس واهرو ٿيو هو ۽ ڌاڙيلن سان وڙهندي شهيد ٿي ويو هو. مذڪوره لنڊ فقير ڊوري پراڻ تي شهيد ٿيو هو. شيخاٽي گهاڙيءَ وارا لنڊ اُن جي ياد ۾ محرم ڪندا آهن. ڪوسا انگريزن جي وقت تائين حيدرآباد وارن ميرن سان تو َ ڏبا (ڪونس ڪندا) ايندا هئا. البت ماٺڪاٺي ميرن سان هنن جو پورو ساٿ هوندو هو. ماٺڪاٺي ميرن تان هو ساهہ صدقو ڪندا هئا. ڪيٽين ۾ جڏهن ماٺڪاٺي مير رهيا پيا هئا، اُن وقت دريا خان ڪوسو ماٺڪاٺي ميرن جي طرفان نائب سپهہ سالار هو. سيد احمد شاهہ جي زير نگرانيءَ فوج تي نظر رکندو هو ۽ فوجي تنظيم ڪندو هو. درياءَ خان ڪوسي جا بہ پاڻ پڻ ساٿس گڏ ماٺڪاٺي ميرن وٽ فوجي خدمتون بجا آڻيندا هئا. انهن جا اسم شريف جادو ۽ سرطان (سلطان) هئا. دريا خان جو شجرو نسب،[1] هن ريت آهن:




[1] بروايت امين محمد پٽ نبي بخش ڪوسو رهندڙ لڳ ڪيٽيون، عمر 75 ورهيہ

دريا خان ڪوسي جي اولاد مان امين ڪوسو پڻ آهي.[1]

دريا خاناڻي ڪوسا ميرن جي وقت کان ڪيٽين ۾ رهندا اچن ٿا. سندن ڳوٺ ڪيٽين جي اُلهندي کان لڳو لڳ واقع آهي. مذڪوره ڪوسا پنهنجي اباڻي ڌنڌي کان سواءِ ٻني ٻارو پڻ ڪندا پيا اچن. مير هليا ويا، ٻيون برادريون لڏي ويون، پر مذڪوره ڪوسا، جوٽيجا ۽ لُنڊ ڪيٽين کي آباد رکيو اچن. پنهنجي اباڻين رسمن کي وسائڻ مڙسن جو ڪم آهي، اِهو مڙساڻو ڪم، مذڪوره برادريون ڇڏي نٿيون سگهن.

3. لُنڊ:

ڪيٽين جو ڪوٽ اسان جي تاريخ جو هڪ وسريل ورق آهي. سنڌ جا محقق پنهنجن بزرگن جي ڪارنامن کي ميڙڻ لاءِ ڳوڻن ڳوڻن، ڳلين ڳلين ۾ پيا چڪر لڳائين، ته جيئن ڪٿان نه ڪٿان ڪجهه نه ڪجهه تاريخي ڳالهيون ملي سگهن. اهڙن بزرگن جو سرواڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پڻ آهي. موصوف سنڌ جي هرهڪ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهتو آهي. هر هنڌ سنڌ جي تاريخ، تمدن ۽ تهذيب لاءِ ڄاڻ پئي حاصل ڪئي اٿس. انهي ڳولا ڦولا ۾ ڪيٽيون ٻه سندن مبارڪ قدمن سان سرفراز ٿيون آهن. "ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ" کي ڪيٽين جي ڪوٽ جي بلڪل پرسان، ڪيٽين جي ٻيلي ۾ هڪ بهترين موسيقار مليو. اُهو موسيقار مير محمد لُنڊ هو. مير محمد لنڊ جا گهر ڪيٽين جي ٻنهه پرسان آهن. مير محمد کي اها ڪل ڪانه هئي، ته ڪيس سنڌ ۾ مشهور ڪرائيندڙ هستي ڪيٽين جا ماڳ ۽ مڪان ڏسي رهي آهي. هو پهنجيءَ ڌُن ۾ هڪ ڪنڊيءَ هينان ٿڌيءَ ڇانوَ ۾ اڪوٽي وانگر پنهنجي دل وندرائي رهيو هو ۽ نڙ پئي وڄايائين، ته انهيءَ جي سريلي آواز ڊاڪٽر کي هن فنڪار ڏانهن ڇڪيو. ٻنهي جو مڪا ميلو ٿيو ۽ اِهو ڪيٽين جو لڪل فنڪار، جنهن جي نڙن کي رڳو ڪيٽين جا ماڻهو ۽ ڪيٽين جا وڻ ٻڌي رهيا هئا.[2] انهيءَ فنڪار کي ڊاڪٽر

---

[1] هن بزرگ پوري روايت نه ٻڌائي. جنهن ڪري دريا خان جي پوٽين جو شجرو نسب پوريءَ طرح پيش ڪري نه سگهيو آهيان.

[2] هنن لُنڊ ڀروچن ۾ اڃا تائين نڙ ۽ ٻيا ساز وڄائڻ جو فن وڏن توڙي ننڍن ۾ اڄ بہ موجود آهي. هن خاندان انهيءَ فن جي مڃتا ۾ صدارتي ايوارڊ پڻ ماڻيو آهي. بہ سال اڳ سن 2004ع بهار جي مند ۾ لُنڊن جي ڳوٺ تان پيرو ٿيو هو. دوست ابراهيم جمالي، حيدرآباد شهر جا دوست وحيد وارا گڏ هئا. تمام سهڻي رهاڻ هئي جا سڄي رات هلي. (نظرثاني ڪندڙ)

صاحب ريڊيو تي پيش ڪيو ۽ هُن کي سڄيءَ سنڌ ۾ ۽ هن سڄيءَ سنڌ کي جهومائي ڇڏيو. مير محمد لُنڊ اصل کان ڪيٽين ۾ رهندو پيو اچي. هن بزرگ جا وڏا ميرن جي وقت ۾ فوجي زندگي گهاريندا هئا. جڏهن ميرن جي حڪومت ڇيهه ڪيو، تہ انهن لنڊ بروچن بہ فوجي زندگيءَ کان ڪنارهہ ڪشي ڪئي. ”پلي بڪ پرم جي، شال مَ وڃي شان.“ چئي، پنهنجن اباڻن ڪکن ۾ حياتي گهاري. لُـــنڊن جـون وفـاداريون سـڏيون ماٽڪـاٽي ميـرن سـان هيـون ۽ اُهـي وفاداريون آخر تائين اُنهن سان رهيون. انهن لنڊ فقيرن جي اولاد مان نڙن جو وڄائيندڙ مير محمد لنڊ پڻ هڪ آهي، جو اڄ بہ ڪيٽين جي ڪوٽ جي پرسان رهندڙ آهي ۽ پنهنجن لنڊن پاڻن سان ڪيٽين جي پرسان اباڻي اجهي ۾ حياتي گهاري رهيو آهي. هن خاندان جو اڄڪلهہ چڱو مڙس غلام محمد لُنڊ آهي. جيڪو آئي وئي جو آڌرياءُ ڪندو آهي.

4. ملاح:

ڪيٽين جي وڪڙ ۾ سڀ کان وڏي رهندڙ برادري جوڻيجا آهي. اُن کان پوءِ ڪوسن ۽ لنڊن جو نمبر آهي. پراڻ جي اولهہ کان هالن جا پڻ گهر آهن. هتي جا ملاح جي سُرهي مهاڻيءَ جي اولاد مان آهن ۽ جوڻيجن کان ايرندي اڌ ميل تي وينا آهن.

هڪ روايت موجب ”سُرهي مهاڻي ميرن جي دائي هئي. ميرن جي گهرن ۾ ماءُ جي نالي سان سڏبي هئي. انهيءَ ڪري ڪيٽين ۾ سُرهيءَ کي بہ ٽي نمبر بطور انعام مليل هئا. عثمان ملاح هينئر انهن نمبرن جي مالڪي رکي ٿو، جو تہ اُهو سُرهيءَ مهاڻيءَ جي اولاد مان آهي.“ هڪ روايت موجب ”اِها بني مير ناري خان سُرهيءَ کي ڏني هئي. سرهيءَ وارا ملاح مذڪوره بنيءَ واري جاءِ تي وينل هئا. اُن جا عزيز قريب اُن بنيءَ تي اڄ تائين پنهنجو حق جتائيندا اچن ٿا ۽ مالڪي ڪريو وينا آهن.“[1]

بهرحال ڳالهہ ڪيئن بہ آهي، سُرهيءَ مهاڻيءَ جو اولاد ڪيٽين جي ڪوٽ جي ڏکڻ - اوڀر کان ميل پنڌ تي اڄ بہ وينو آهي. غريباڻا جهوپڙا اڏيو، پنهنجي اباڻي ورثي کي سنڀاليو، ڪيٽين جي ڪوٽ جي پرسان جوڻيجن، لنڊن ۽ ڪوسن سان گڏ، تاريخي يادگيريءَ لاءِ مذڪوره ملاح پڻ وينا آهن.

---

[1] روايت عثمان جوڻيجو ۽ منو جوڻيجو.

**(ب) ماڻڪاڻي ميرن سان لاڳاپيل برادريون:**

زمانو گذرڻ سبب هن وقت اهو ٻڌائڻ تمام ڏکيو آهي، تہ ماڻڪاڻي ميرن سان ڪهڙيون برادريون لاڳاپيل ۽ وفادار رهيون. مگر ايترو چئبو، تہ جيڪي بہ برادريون سندن حڪومت جي حلقي ۾ اچي تي ويون، سي ماڻڪاڻي ميرن سان لاڳاپيل هيون، پر انهن برادرين مان ڪي خاص برادريون هنن ڪي ٻين برادرين کان بلڪل ويجهو هيون. انهن مان بدين جا جيلاني پير، ٽالپر، فاروقي ۽ لغاري مکيہ برادريون هيون. بهرحال اڻ پوريءَ معلومات هوندي بہ ڪن برادرين جو ذڪر هت ڏجي ٿو.

**1. جيلاني پير:**

لاڙ ۾ بادشاهہ پير دستگير جي اولاد مان شاهہ قادري عليہ الرحمة يارهينءَ وارو پير سڏجي ٿو. لاڙ ۾ پاڻ روحاني راڄ جا پيشوا ۽ سردار آهن. سندن اولاد ڪي پڻ ساڳيو شرف حاصل آهي. ميرن جي وقت ۾ پير عالي شاهہ اول ۽ سندس فرزند پير ياون علي شاهہ بحري جو هسوار يارهين واري پير جي گاديءَ جا سينگاريندڙ هئا. جيئن تہ ماڻڪاڻي مير شهداداڻي ميرن جي پيٽ ۾ پڪا سُني هئا، انهيءَ ڪري هن درگاهہ سان سندن وابستگي قدرتي امر هو. انهيءَ ڪري ماڻڪاڻي مير هن درگاهہ جا سلامي ۽ نيازمند هئا.

جڏهن سنڌين جو ستارو ٽٽو، تڏهن سنڌ جا والي انگريز ٿيا. يارهين واري پير جناب ياون علي شاهہ بحري جي هسوار جو انگريزن (نصارن) سان دلي وير هو. اُن کان سواءِ انگريزن کان جيلاني پيرن سان ميرن جو وڏيڪ عقيدت جو ناتو هو. اِهوئي سبب هو، جو انگريزن جي ڪنڻ مهل پير ياون علي شاهہ اِهو محسوس ڪيو تہ، جڻ هن هارايو آهي. هن مرشد هاديءَ پنهنجيءَ پر ۾ ميرن سان پوري وفاداري ڏيکاري. مير شير محمد خان کي پنهنجي مريدن جون پوريون همدرديون حاصل هيون. پير صاحب جي چوڻ تي جيلانيءَ جي مريدن انگريزن کي ڍل ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ پرڏيهي واپار کان بہ دُوري ڏيکاري. پوپٽ راءِ جي چار ۾ ڦاسي، سر چارلس موصوف کي حيدرآباد گهرايو، مگر پوپٽ دل ٽنڻ ڪري مري ويو ۽ سائين جن باسلامت واپس ٿيا. اِهو ڪيس پڻ ميرن سان وفاداريءَ جي ڪري پير صاحب تي ٿيو. آخر مُلڪ ميرن کان ويو. شير- سنڌ بہ گـجڻ ڇڏيو. نتيجي طور سائين ياون

علي شاهہ پڻ مريدن کي انگريزن سان وفادار تي رهڻ جو چيو. اهڙيءَ طرح سان انگريزن جا لاڙ ۾ پير پُختا ٿيا.

ميرپورخاص وارن ميرن جا جيلاني پيرن سان نيازمنديءَ جا ناتا هلندا آيا. بدين جي جيلاني درگاهہ جي ڏهين سجاده نشين پير پاون علي شاهہ "ساقيءَ" وفات ڪئي تہ، هـُـن جو معصوم فرزند پير عالي شاهہ جيلاني، جيڪو هن درگاهہ جو يارهون سجاده نشين آهي، سو ابهم ٻار هو. مريدن انهيءَ پير جي درگاهہ جو انتظام هلائڻ لاءِ ٽرسٽ ناهيو. اُنهيءَ ٽرسٽ جو سرواڻ، مير يار محمد خان ٽالپر هو. موصوف پير صاحب جي جوانيءَ تائين درگاهہ جو انتظام ٽرسٽ وسيلي هلائيندو رهيو.

ميرپورخاص جا ماڪاڻي مير اڄ بہ هن درگاهہ جا سلامي آهن ۽ اڳي بہ سلامي هئا. ماڪاڻي ميرن سان پير صاحب جيلانيءَ وارن جا قديمي ۽ اَٽُٽ ناتا آهن، جي عقيدي ۽ نيازمنديءَ جي ڏاڍي ۾ ٻڌل آهن. جيلاني پير ۽ ماڪاڻي ميرن جو اِهو ناتو مير ٺاري خان کان وٺي شروع ٿيو هو ۽ اِهو اڄا تائين ساڳيو ناتو ٻنهين ڌرين جو اولاد نڀائيندو اچي ٿو ۽ ٻئي ڌريون هڪٻئي لاءِ پنهنجون وفاداريون قائم رکيو اچن.

**2. ٽالپر:**

هيءُ خاندان هڪ وسيع ترين خاندان آهي، جنهن ۾ ڪافي ذاتيون لڪيون پيون آهن. انهن ذاتين مان ٽالپرن کي سنڌ ۾ وڏي اهميت پئي رهي آهي. ماڪاڻي ۽ شهداداڻي مير پڻ انهيءَ ذات سان منسلڪ آهن. ٽالپرن مان ماڪاڻي ۽ شهداداڻي مير تہ مُلڪ جا مالڪ ۽ حاڪم هئا. پر ٻيا بہ ڪيترا خاندان هئا، جيڪي پڻ ٽالپرن جي ذات ۾ اچي ٿي ويا. انهن مان ڪن سان شهداداڻين جو رشتو هو، تہ ڪن سان ماڪاڻين جي مائٽي هُئي.

ماڪاڻي ميرن جو سڌوسنئون واسطو راڃي خاناڻي ۽ ٽنڊي باگي وارن ميرن سان هو. جيڪي انهن جي رت پَٽَ ۾ هڪجهڙائي جا حامل هئا. باقي ٻيا مير پڻ، جيڪي ماڪاڻين جي ڏيهہ ۾ رهيا ٿي، اُنهن جون وفاداريون ۽ همدرديون بہ ماڪاڻي ميرن سان هيون، جيڪي شهداداڻي ميرن جي وسنئون ۾ رهيا ٿي، انهن جون وفاداريون بہ انهن سان وابستا هيون.

راڄي خاناڻيءَ وارا ٽالپر، ماڙڪاڻي ميرن جا ويجها عزيز هئا. جنگ جي وقت مير شير محمد خان پنهنجي ماماڻڪي ميرن سان وڏي آس لڳايو ويٺو هو، پر سندس مامي ساڻس ساٿ نہ ڏنو. پوپٽ راءِ جي سازش ڪم ڪري ويئي. اهو نائون مل جو چاڙتو ڪامياب ويو، جو ويجها مائٽ ۽ عزيز ڦري ويا.

ٽنڊي باڳي وارن ميرن سان بہ ماڙڪاڻي ميرن جو رت جو ناتو هو. ٽنڊي باڳي وارا مير پڻ ماڙڪاڻي ميرن جي شجري سان وابستا آهن. مير باگو تہ مير ناري خان سان ڪجھ عرصو گڏ ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ پڻ رهيو هو. جنگ جي وقت ۾ مير شير محمد خان کي، مير باڳي جي اولاد ڪا خاص مدد ڪونہ ڪئي ۽ هُو دل شڪستو ٿي ڪيٽين ۾ پهتو هو.

ولاسي ۾ پڻ ٽالپر خاندان جا گهر رهندا هئا، پر اُهي شهداداڻين سان وابستا هئا. اندهلي وارن ٽالپرن توڙي بدين ۾ ويٺل رهندڙ ٽالپرن جون وفاداريون ماڙڪاڻي ميرن سان لاڳاپيل نہ هيون.

ان کان سواءِ ٻيون بلوچ ذاتيون جهڙوڪ: لنڊ فقير، کوسا وغيره پڻ ٻن حصن ۾ ورهايل هئا. ڪن جون وفاداريون ماڙڪاڻي ميرن سان، تہ ڪن جون وفاداريون حيدرآباد وارن ٽالپرن سان شامل هيون. جنگ ۽ جهيڙي وقت هر ڪا ڌُر پنهنجي پنهنجي بزرگ جو پاسو وٺندي هئي. جيئن ول واريءَ جنگ ۾ ڪن جمالين ماڙڪاڻي ميرن جو طرف ورتو هو، تہ ڪن وري شهداداڻين سان پال پلايا هئا. پرڳڙين جو بہ گهڻو تڻو اهڙو ئي حال هو. مطلب تہ، ٻن ٽالپر خاندانن جي حڪومت هُئي. مُلڪ ۾ ٻروچ پريا پيا هئا، پوءِ جنهن جي بہ روح، جنهن پاسي جُڪي ٿي ڏني، انهيءَ برادريءَ يا پاڙي، انهيءَ سان وفاداريون وابستا ٿي ڪيون. ڪنهن بہ خاندان ڪڏهن بہ ائين ڪونہ چيو، تہ هيءَ حد منهنجي آهي، هيءَ برادري مون سان لاڳاپيل آهي. آزادي هئي، جنهن کي جتي مفاد ٿي نظر آيو، اُن برادريءَ، اُن خاندان سان ناتو ٿي ڳنڍيو. جيڪڏهن ميرن جي وقت ۾ ڪي برادريون غير جانبدار ٿي رهيون، تہ انهن کي اِهو حق پڻ آسانيءَ سان ڏنو ٿي ويو. ڦرهيي پوٽا شيخ ماڙڪاڻي ميرن خواهہ شهداداڻي ميرن کي هڪجهڙي عزت ڏيندا هئا، ٻنهي خاندانن سان تعلق رکندا هئا. انهن جي وڏن کي ٻنهن لاءِ هڪجهڙي عزت هُئي ۽ اهي ٻئي خاندان انهن جي غير جانبداريءَ سبب انهن کان بلڪل مطمئن رهندا پئي آيا. ٻئي خاندان درگاهہ شيخ پير ڦرهيو پانداريءَ

ڪي وڏي عقيدت سان ڏسندا هئا ۽ جڏهن شڪار لاءِ ديهه پٽيجي ۾ رهڻ تي ايندا هئا. تڏهن درگاهه شيخ پير قرهئي پانداريءَ تي نذر ۽ نياز اچيو رکندا هئا ۽ درگاهه سان وابستا خادمن جون دعائون وٺڻ کي سعادت سمجهندا هئا.

3. **فاروقي:**

ماڻڪاڻي ميرن جي خاص ماڻهن مان فاروقي پڻ مکيہ آهن. بدين جي فاروقين مان فاروق آباد وارا ميرن جا خاص ماڻهو هُئا.

فاروقين جو وڏو بزرگ رحيمڏنو فاروقي ماڻڪاڻي ميرن سان تعلق رکندو هو. مير شير محمد خان پنهنجن وڏڙن کان رحيمڏني فاروقيءَ جو نالو ٻڌو هو. انهيءَ نالي پنيان هو بدين پهتو ۽ فاروق آباد رسيو. عبدالڪريم فاروقيءَ سان روح رهاڻ ڪيائين. عبدالڪريم کيس ٻڌايو، تہ "اسان جو وڏو بزرگ رحيمڏنو يتيميءَ جي حالت ۾ ميرن جي خدمت ۾ پهتو هو. کيس پهرين "فراش" جي انتظام تي رکيو ويو. ميرپورخاص وارا مير ڪيڏانهن بہ ويندا هئا، تہ رحيمڏنو اُن منزل تي اڳواٽ وڃي، انهن جي لاءِ شاهاڻي نموني جو انتظام رکائيندو هو. اهڙي انتظام رکڻ واري جو، ميرن جي راڄ ۾ عهدو "فراش" هو. رحيمڏنو انهيءَ عهدي تي ڪافي عرصو رهيو. پوءِ ميرن کيس ترقي ڏيئي، خزانچي بنايو. مير شير محمد خان جي ڏينهن ۾ پاڻ اچي ۽ ڪاري جو مالڪ بڻجي ويو هو. ميرن جو سڄو خزانو سندس زيرنظر رهڻ لڳو.

اوچتو زماني جو ڦيرو آيو. سنڌ جا والي انگريز ٿيا. مُلڪ ۾ ڀاڄ پيئي. مير شير محمد خان، رحيمڏني کي خزاني جا خچر ڀري ڏنا ۽ ڪيٽين جي ڪوٽ جي پرسان رهڻ لاءِ حڪم ڪيو. ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ حملي جو خطرو هو ۽ ملڪيت وڃڻ جو وڏو ڀؤ هو. آخر رحيمڏنو سڄو خزانو ڪٺي ننڊي شهر جي پرسان مرڪان جي ڳوٺ جي ويجهو، حيات ماڇيءَ جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. خزانو پر پاسي ۾ لڪائي ڇڏيائين. مير شير محمد خان بہ هيتان هُتان ٿي اچي ڪيٽين ۾ پهتو. رحيمڏنو بہ وڃي وٽن پهتو. مير صاحب حالتن کان سخت بدظن هو، انهيءَ ڪري خزاني کي رحيمڏني وٽ رهڻ ڏنو. شير - سنڌ، ڪيٽين کان ٿي، بدين ۾ پهتو. سائين بحري جي هسوار پاون علي شاهه جن جي خدمت ۾ ٻين سان گڏ رحيمڏنو بہ اچي شامل ٿيو. صلاح مصلحت ٻيني، تہ ڍل نہ ڏجي ۽ انگريزي شيون نہ وٺجن. انهن ڳالهين تي ڳنڍ ٻڌي ٻين سان گڏ رحيمڏنو بہ

وجي فاروق آباد ۾ آرامي ٿيو. ڪنهن ڪي بہ اهو شڪ ڪونہ پيو، تہ ميرپورخاص وارن ميرن جو خزانو حيات ماڇيءَ جي ڳوٺ ۾ پوريو پيو آهي. رحيمڏني ۾ شيرِ سنڌ جو پورو پروسو هو. آخر شيرِ سنڌ جڏهن موٽي آيو، تڏهن ماڻ ميٺ ۾ رحيمڏني کان هيءُ خزانو ڏٽين وٺ پهچي ويو ۽ ميرن پنهنجي هن خزاني مان رحيمڏني کي بہ گهڻو ڪجهہ ڏنو.

هينئر فاروقين جا بدين ۾ ٽي ڳوٺ آهن، جن مان فاروق آباد ئي پراڻو ۽ قديم ڳوٺ فاروقين جو مرڪز آهي.[1]

**4. لغاري:**

گولاڙچيءَ کان 5-6 ميل اولهہ طرف لغاري بلوچ رهن ٿا. انهن بلوچن جو ماٽڪاٽي ميرن سان گهڻو ناتو ۽ تعلق هو.

ميرپورخاص ۾ ميرن وٽ خان محمد لغاري وڏي فوجي عهدي تي فائز هو. ڪن ڳالهين جي ڪري ميرن سان لغارين جي ناسازي ٿي پيئي ۽ هو لڏي روانا ٿيا. مير شير محمد خان اهو برو سَنوڻ سمجهيو. بدين ۾ لغاري پهتا، تہ مير شير محمد خان بہ اچي بدين پهتو. پير پاون علي شاهہ بحري جو هسوار، جو بنهي ڌرين جو مرشد هو، تنهن ويهاري بنهي جون ڳالهيون ٻڌيون. جيئن تہ مير صاحب ۽ لغاري پاڻ ۾ نہ ٺهي رهيا هئا. خان محمد لغاريءَ جو بدين کان سڌو ڪڇ وڃڻ جو خيال هو، ڇوتہ خان محمد لغاريءَ جو ڪڇ جي راجا سان وڏو گهرو تعلق هو. انهيءَ ڪري اُهو پنهنجي اتالي سوڏو اوڏانهن وڃي رهيو هو. پر مير صاحب جي پهچڻ جي ڪري، پير صاحب وچ ۾ پيو. آخر فيصلو هن ريت ٿيو تہ، خان محمد ڪڇ نہ وڃي، پر گونيءَ ۾ پنهنجي پسند واريءَ جاءِ تي رهي ۽ پنهنجون وفاداريون ماٽڪاٽي ميرن سان قائم رکي. لغاريءَ اها ڳالهہ منظور ڪئي. هُو گاجيا واهہ جي پوڇڙيءَ ۾ وڃي رهيو. اِهو پاڻو پڻ ماٽڪاٽي ميرن جي توصلي ۾ هو. گاجيا واهہ مان مير شير محمد خان، لغارين کي شير واهہ کيرائي ڏنو. لغاري اُتي ئي رهي پيا. خان محمد جا بہ جري جوان پٽ هئا. صوبدار خان ۽ قربان علي خان، سندن اسم هئا. صوبدار خان کي وري اُميد

[1] متئين روايت عبدالڪريم، غلام محمد ۽ خير محمد فاروقي گڏجي ڪئي. فاروقي خاندان بدين ۾ تمام وڏو خاندان ليکجي ٿو. بهراڙيءَ وارن مان هنن جو مان ۽ مرتبو مٿانهون آهي. هن خاندان جي وڏن مان خير محمد ۽ پير بخش فاروقي "دلريش" وڏا شاعر ٿي گذريا آهن. (ليکڪ)

علي نالي هڪ پٽ هو. صوبدار توڙي قربان علي خان دٻي واريءَ جنگ ۾ شهيد ٿي ويا. البت اُميد علي زنده رهيو ۽ مير شير محمد خان سان آخري وقت تائين وفادار رهيو. مذڪوره لغارين جو شجرو نسب هن ريت آهي:















مٽيان لغاري هينئر ڳوٺ غلام علي لغاريءَ ۾ رهندڙ آهن. وٽـن وڏن جـون امانتون ۽ نشانيون سلامت آهن. جن مان تلوارون ۽ پراڻي زماني جون بندوقـون ڏسڻ وٽان آهن. هنن بلوچن ڪي خاناڻي لغاري پڻ چئبو آهي. ماٽڪاڻي ميـرن ڪان سال بسال وجيو وظيفا وٺندا آهن. انهن لغـارين جو ماٽڪـاڻي ميـرن جـي پوئين سان ڪافي تعلق رهيو آهي. انهن لغارين پنهنجي سر جـون سـٽون ڏيئـي ماٽڪاڻي ميرن جي حفاظت ڪئي

انهـن لغـارين ۽ ماٽڪـاڻي ميـرن جـو پـاڻ ۾ گهـرو تعلـق هـو. لغـاري، ماٽڪاڻي ميرنِ جا سپاهي ۽ مجاهد هئا، "شيرِ سنڌ"، مير شير محمد خان ٽالپر جو لغـارين تـي وڏو اعتمـاد هـو. لاڙ ۾ ماٽڪـاڻي ميـرن جي راڄ ۾ سندن هـڪ وڏي اميد علي خـان لاڙ جي جاگير جي تحفظ لاءِ "ڪيٽيـن جي ڪـوٽ" جـي اڏاوت ۾ سهڪـار ڪيو ۽ هن ڪي محفوظ ڪـرڻ لاءِ رڪ مـان توبـن جي ڍلائـي ڪرائي، اهي توبون ڪوٽ تي نصب ڪرايون هيون.

اهي ڪوٽ ماٽڪاڻي ميرن جي ميرپورخاص ڏانهن وجي ٽانيڪو ٽيڻ ڪـان پوءِ ڪنهن زماني تائين قائم هئا. سال ڇهـ مـاهي ماٽڪـاڻي مير پنهنجـي هـن اباڻي جاگير تي پيـرو ڪـرڻ يـا سـهڪار سـانگي ضـرور اينـدا هئـا. پوءِ هوريـان هوريان ميرن جي اينـدڙ پيڙهيـن جي دلچسـپي گهٽجـڻ، ڍوري ۽ پـراڻ ۾ پـاڻيءَ جي ڪوٽ جي ڪري، اهي شاهي ڪوٽ ويا پچندا ۽ پرندا. انـگريزن پـاران سـنڌ تي قبضو ڪرڻ ڪان پوءِ مير شير محمد خان هنن لغارين وٽ پهتو هو. مير شـير محمد خان هونئن تہ پنهنجي وقت ۾ لغارين وٽ ايندو رهندو هو. هـو چريجـا ۽ ٻين جاين تي شڪار ڪندو هو، پر جنگ ۾ هـارائڻ ڪـان پـوءِ بـہ هـُـو اُتـي پهتـو هو. هـُن ڪجهہ عرصو لغارين وٽ وقت گذاريو، اُن ڪان پوءِ پاڻ اُميد علي خـان جي مدد سان چريجا پتڻ تي پهتو ۽ مائي پاڳو جي بهادريءَ سبب درياءُ اُڪـري هـُن پاسي ٿيو.

لغارين جو ماٽڪـاڻي ميرن سان پوءِ بہ تعلق رهندو پي آيو. اُميد علي خـان ئي هو، جيڪو پوءِ سنڌو سر چارلس وٽ لنگهي ويو. هـُـن لاءِ انـگريزن ڪيتـرو انعام رکيو هو. پر اُميد علي خود اچي پيش ٿيو ۽ اُنهيءَ جي بهادريءَ ڪـان سـر

چارلس ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ ڪيس معاف ڪري ڇڏيائين. اُميد علي خان کي مير شير محمد خان کي هاٿوڪي پنجاب اڳوٽي سنڌ جي ڊيره غازي خان واري علائقي مان ونءي آيو. مطلب تہ ماڇڪاٽي ميرن جي فوجي طاقت ۾ خاناٽي لغارين جو تمام وڏو حصو هو. انهيءَ حصي سبب ماڇڪاٽي ميرن سان ذڪر ڪيل لغارين جا خانداني تعلقات اڄا تائين قائم ۽ دائم آهن.

**4. لاڙ ۾ ماڇڪاٽي ميرن جو آبپاشي نظام:**

**(الف) پراڻ:**

ميرن جي ڏينهن ۾ آبپاشيءَ جي انتظام ۾ ڪجهہ ڦيرگهير ٿي هُئي. انهيءَ ڦيرگهير جا باني ڪلهوڙا هئا. جن پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ ڪافي نوان واهہ کوٽرائي مُلڪ آباد ۽ شاد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. نہ تہ هونئن قديم وقت کان سنڌ جي ماڻهن کي پاڻي قدرتي ڦاٽن مان يا سنڌو درياءَ جي وهڪرن مان ملندو هو. ڊوري پراڻ جي آسپاس جيڪي بہ برادريون رهنديون هيون، سي ڊوري پراڻ مان واهہ کوٽي پنهنجون پنيون آباد ڪنديون هيون. وڏا وڏا زميندار وڏا واهہ ڪڍندا هئا ۽ ننڍڙا زميندار ننڍا واهہ ڪڍندا هئا. هر ڪو پنهنجي حال سارو الله جي وسيع زمين ڪيتري اَنُ اُپائيندو ۽ ڪمائيندو هو. ”جيڪو ڪمائي (ڪيڙي) سو کائي،“ اِهو سنڌ ۾ قانون هو.[1] انهيءَ ڪري هرڪو هرڪاهيندو هو ۽ هرڪو پنهنجن پيرن پر هو. ڪوبہ ڪنهن جو محتاج ڪونہ هو.

اِهو دستور ميرن جي ڏينهن ۾ بہ هليو آيو. مير رڳو ڍل وٺندا هئا. اها ڍل بہ اَنَ جي صورت ۾ هوندي هئي. بني ڪنهن جي بہ ڪاٽي ڪونہ هوندي هئي، جيڪو جيتري بہ سنڀالي سگهي، سو اوتري سنڀالي. البت اُن وقت بہ جيڪو ڏاڍو سو گابو وارو قانون ڪجهہ قدر رائج هو. پراڻ جيئن تہ اونهاري ۾ پرجيو وهندي هئي، انهيءَ ڪري اُنهيءَ جي ڪناري تي خوب ساريون ۽ چانور ٿيندا هئا. هونئن ولهارن ۾ مارو ماڻهو جوئر ۽ ٻاجهر گهٽو ڪري برسات جي آسري تي پوکيندا هئا. ميرن ڪوشش ڪري پراڻ مان وڏا وڏا واهہ ڪيرائي زميندارن کي سک ڪري ڏنو هو.

---

[1] انهيءَ سنڌ جي قديم قانون جو ورجاءُ شاهہ عنايت جهوڪ واري جي تحريڪ ۾ نظر اچي ٿو. ”الله سندي راڄ ۾ جو کيڙي سو کائي“ انهيءَ تحريڪ جو مُک نعرو هو. (نظرثاني ڪندڙ)

اهڙي طرح گونيءَ مان پڻ ماڻڪاڻي ميرن واهه کوٽرايا هئا، جن مان باگو واهه ۽ شير واهه خاص طور مشهور آهن.

**(ب) باگو واهه:**

باگو واهه سائين ڏني اديجي، سونيتيءَ جي ياءُ چيڙون ڪرائي ڪڍيو هو ۽ رڻ پٽ واري غير آباد زمين کي آباد ڪيو. اهو رڻ پٽ هينئر تعلقو ٽنڊو باگو سڏجي ٿو. اڳي اهو ميدان تي پوئو لڳو پيو هوندو هو، آهستي آهستي ڪري اتي آبادي ٿيڻ لڳي. اڄ ته سڄو ٽنڊو باگو شاد ۽ آباد لڳو پيو آهي. سائين ڏني اديجي جي مدد کان پوءِ باگي واهه تي خود مير باگو نظرداري ڪرڻ لڳو. آبادي خاصي ٿيڻ لڳي ۽ هو ڪيٽين کي ڇڏي، اچي موجوده ٽنڊي باگي ۾ رهيو. اِهو شهر به پاڻ ٻڌايو هئائين.

**(ج) شير واهه:**

گونيءَ مان ماڻڪاڻي ميرن جيڪي واهه ڪڍرايا، انهن مان شير واهه پڻ هڪ هو. هي واهه ننڊي شهر جي اُلهندي کان لنگهي، تمام گهٽي غير آباد زمين کي آباد ڪندو هو. هي واهه مير شير محمد خان ”شيرِ - سنڌ“ کوٽرايو هو ۽ انهيءَ واهه جي زمين تي پنهنجي تعلق وارا ماڻهو ويهاريا هئا.

**(د) خان واهه:**

تعلقي گوني (ٽنڊو محمد خان) ۾ گاجيا واهه مشهور واهه هو. انهيءَ واهه مان ميرن، ”مير واهه“ کوٽرايو هو. اِهو ميرواهه گوني تعلقي جي ڏکڻ واري ياڱي کي آباد ڪرڻ لڳو. پر خان محمد لغاري اڃا به انهيءَ واهه جي پيچ کان پري هو، ته هن پاڻ ڪوشش ڪري انهيءَ واهه مان پنهنجو ذاتي واهه کوٽايو هو. گولاڙجيءَ جي اُلهندي کان 6 - ميل تي اڄ به ”خان واهه“ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. اِهو ماڻڪاڻي ميرن جي خاص ماڻهو، خان محمد لغاريءَ کوٽرايو هو ۽ پاڻ اَنهيءَ واهه جي پاٽيءَ تي زمين آباد ڪندو هو ۽ پنهنجي ڏيٽ ويٽ وارين برادرين کي خانواهه تي آبادي ڪرڻ ڏيندو هو.

انهيءَ کان سواءِ ٻيا به لاڙ ۾ ماڻڪاڻي ميرن جا گهڻا واهه کوٽايل آهن، پر افسوس جو مون کي پوري معلومات مهيا نه ٿي سگهي آهي.

**(5) مير شير محمد خان ۽ ڏکڻ سنڌ:**

**(الف) انگريزن سان لڙائي ۽ هار:**

حيدرآباد جي شهداداڻي ميرن جنگ ۾ هارايو. جنرل هوشو شيدي، سنڌ جي شان کي بالاتر رکڻ لاءِ ڊوڙي وجي ميرپورخاص ۾ "شيرِ سنڌ"، مير شير محمد خان وٽ پهتو. جيڪو اُن وقت ماڻڪاڻي ميرن جو مُک اڳواڻ هو. هوشو شيديءَ ڏکائيندڙ اکرن ۾ حيدرآباد جي ميرن جي هار جو ذڪر ڪيو. "شيرِ سنڌ" گَجي اُٿيو. جوڌا جوان وٺي هوشوءَ سان گڏ حيدرآباد ڏانهن ڪاهڻ لڳو. انگريزن کي جو خبر ملي، تہ هو بہ فوجون وٺي اُيرندي طرف وڌڻ لڳا. دبي جي ميدان تي ٻئي فوجون آمهون سامهون ٿيون. زبردست لڙائي ٿي. انگريزن پراڻي چال هٿ ۾ ڪئي. ڪجهہ غدار سپاهي ۽ سردار پئسا ڏيئي پنهنجي پاسي ڪيا. "شيرِ سنڌ" جا راز انگريزن وٽ پهچي ويا. نتيجي طور جنگ جي ڪمزور محاذن تان انگريزن حملا ڪري ميرن کي منجهائي وڌو. اُميد علي خان لغاريءَ، مير شير محمد کي عرض ڪيو تہ، "غداري ڪم ڪري ويئي آهي. هي ميدان پنهنجي فائدي ۾ نہ آهي. پنتي هٽي ٻئي ميدان کي جنگ لاءِ چوندڻ گهرجي." پر شيرِ سنڌ مڃي ٿي نہ. چوي "ميدان تي مربو، يا ڪٽبو يا سر ڪٽبو، پر هٽبو ڪونہ." اُميد علي چيو تہ، "هتي غداريءَ سبب رڳو سر ڪٽائبو، ڪٽبو ڪونہ. جي اوهان هارايو تہ چڻ تہ سنڌ هارايو. هاڻ چاهيو ٿا، تہ سنڌ ختم ٿئي تہ بيشڪ هن ميدان تي وڙهي مري وڃو ۽ دشمن پلي تہ مُلڪ تي بي پرواهہ ٿي راڄ ڪري." اُميد علي جي اِها صلاح مير شير محمد کي دل سان لڳي. اُميد علي لغاريءَ جي صلاح سان پاڻ ميرپورخاص موٽي آيا. انگريزن سان بہ ٽي ٻيون بہ چڪريون ٿيون، پر حالتون ڏينهون ڏينهن مير شير محمد جي خلاف ٿينديون ويون. انگريز زور پوندا ويا. خراب حالتن ڪان مير شير محمد خان سخت بدظن ٿي چڪو هو.

اُميد علي لغاريءَ آخر ڪيس صلاح ڏني تہ، "هاڻ جنگ ۾ اسان سڀ ڪجهہ هارائي چڪا آهيون، جوان مري چڪا آهن. باقي کي ٿورا ڪونہ ر وڃي رهيا آهن. منهنجو خيال آهي تہ لاڙ ڏانهن هلجي ۽ اوهان جي ڏاڏاڻي ڏيهہ مان ڪجهہ مدد ونجي. پير پاون علي شاهہ سان حال اورجي. ڪيٽين جي ڪوٽ جي ڪونڊرن کي سڏجي. لغارين جي لالڻن کي ياد ڪجي. پوءِ پاڻ وٽ وڏي فوج ٿي ويندي ۽ انگريزن سان ملهہ ڪري سگهنداسون."

اُميد علي لغاري هو ئي لاڙ جو، مير شير محمد انگريزن سان جنگ وقت ڪيس سڏايو هو. هن پنهنجا عزيز قريب گهڻي تعداد ۾ دبي جي ميدان تي قربان ڪيا هئا. مير شير محمد ڪي اُميد علي جي صداقت ۽ سورهيائيءَ ۾ پروسو هو. آخر اُميد عليءَ جي چوڻ موجب پاڻ لاڙ ڏانهن وڃڻ جو خيال ڪيائون.

**(ب) راڄو خاناڻي ۾:**

پنهنجي سورهيہ سپاهين سان پلن گهوڙن تي سوار ٿي، "شيرِ سنڌ" ڏکڻ سنڌ ڏانهن وڌيو. انگريزن جي جاسوسن يڪدم انگريزن کي خبر پهچائي تہ مير شير محمد لاڙ ڏانهن وڃي رهيو آهي. نائونمل کي گهرايو ويو. نائونمل سر چارلس نيپيئر کان هڪ ڏينهن جي اجازت گهري. هُن پوپٽ راءِ سان صلاح مصلحت ڪئي. ٻئي ڏينهن نائونمل ۽ پوپٽ راءِ سر چارلس نيپيئر وٽ پهتا. صلاح هيءَ ٻيني تہ جيئن مير شير محمد خان جا ماماڻا راڄي خاناڻيءَ ۾ رهن ٿا، مير صاحب يقيناً اُتي ويندو. تنهن ڪري پهرين پهرين انهن کي ڊيڄاريو وڃي. اُن ڪان پوءِ ٽنڊي باگي جي ميرن کي دپ ڏياريو وڃي. باقي ڪيٽين جي ڪوٽ جي ماڻهن کي متاثر ڪري ڪونہ سگهبو. مير صاحب جيڏانهن بہ رخ رکي اوڏانهن اڳواٽ جاسوس موڪلي انهن کي مير شير محمد سان ساڻ ڏيڻ ۽ سهڪار ڪرڻ کان منع ڪيو وڃي، تہ مير جي مدد نہ ڪن. جي هنن مدد ڪئي تہ انهن کي ختم ڪيو ويندو، جي مدد نہ ڪئي تہ ڪين نوازيو ويندو ۽ انهن جون جاگيرون بحال رکيون وينديون.

صلاح موجب پوپٽ راءِ ساڳئي ڏينهن تيز بيڙيءَ ۾ چڙهي ڏکڻ سنڌ ڏانهن روانو ٿي ويو. ٽنڊي محمد خان جي پرسان خبر پيس تہ "مير شير محمد خان اڄ هتي آهي." اها خبر ٻڌي پوپٽ راءِ تيز بيڙيءَ کي هاڪارائي ڏکڻ سنڌ طرف وڃڻ لڳو.

ٽنڊي محمد خان ۾ مير شير محمد خان گهڻو عرصو ڪونہ رهيو ۽ ڏکڻ سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. پوپٽ راءِ راڄو خاناڻيءَ جي پرسان بيڙيءَ مان لهي سڌو ميرن وٽ ويو. راڄي خاناڻيءَ ۾ مير محمد خان جو وڃي سلامي ٿيو. مير محمد خان وٽ هو وڏي ادب سان پهتو. ڪرنشون بجا آڻي حال احوال ڏيڻ وقت هو مير محمد خان کي سر چارلس نيپيئر جو پيغام ڏيڻ لڳو تہ.

"مير شير محمد خان اوهان ڏانهن پيو اچي. اوهان هن کي ساٿ نہ ڏيندا. جي ساٿ ڏيندا تہ پوءِ اوهان کي انگريزن جي خلاف سمجهيو ويندو ۽ اوهان کي سزائون ڏنيون وينديون. جاگيرون ڦريون وينديون. جيڪڏهن اوهان هُن سان ساٿ نہ ڏنو، تہ پوءِ اوهان جي عزت وڌائي ويندي. جاگيرون بحال رکيون وينديون ۽ اوهان کي انگريز سرڪار طرفان انعامن سان نوازيو ويندو."

مير محمد اِهو پيغام ٻڌي سوچ ۾ پئجي ويو. اُن کان پوءِ هن پوپٽ راءِ کي چيو، تہ

"تون سر چارلس نيپيئر کي چئج تہ اسان اوهان جي خلاف ڪونہ ويندا سون. مير شير محمد خان کي ساٿ نہ ڏيو. اوهان يقين رکو."

پوپٽ راءِ هن کي چيو تہ،

"سر نيپيئر کي اوهان مان اِهائي اميد هئي. هُو توهان جو پاڻيجو آهي، هن کي سمجهائجو تہ بغاوت ڇڏي ۽ انگريزن جو فرمانبردار ٿي رهي."

مير محمد خان چيو تہ، "شير محمد خان ضديرو آهي. آءٌ ڪوشش ڪندس، پر هو مڃيندو ڪونہ."

اُن کان پوءِ پوپٽ راءِ هليو ويو. ٻيءَ تي چڙهي ٽنڊي باگي جي پرسان لهي، ٽنڊي باگي پهتو. پنيان مير شير محمد خان پنهنجي لاهہ ۽ لشڪر سان راڄو خاناڻيءَ ۾ پهچي ويو. سندس مامي وڏي خاطر تواضع ڪئي. مير شير محمد خان چيو تہ، "ماما! هن وقت سنڌ تي ڏکيو وقت آيو آهي. توهان مون کي مدد ڪريو تہ، انگريزن کي تڙي مُلڪ مان ڪڍون." مير محمد خان چيس تہ، "پٽڙا! انگريزن سان پُڄي ڪونہ سگهندين. ڪٿي آنءُ مڃ ۽ سک جي زندگي گهار. انگريز فيل مست آهن، انهن سان جنگ ڪري، پورو پئجي ڪونہ سگهندين." اِهو ٻڌي شير - سنڌ چيو تہ، "ماما! هينئر نصيحتن جو وقت نہ آهي، مدد جو وقت آهي. منهنجي مدد ڪريو يا جواب ڏيو!" مير شير محمد خان کي، مير محمد خان چيو تہ، "پٽ! تون آسمان ڦاڙيو پيو اچين، سو توکي ڪير مدد ڏيندو. ڪنهن کي پنهنجا ٻچا رلائڻا آهن. مون کي پنهنجا ٻچا پيارا آهن." پنهنجي مامي کان اهڙو جواب ٻڌي، مير شير محمد جي دل ۾ ڏاڍو ڏک ٿيو. هُو موٽي پنهنجي فوج ۾ آيو ۽ پنهنجيءَ فوج کي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڪيائين. ڦُليلي اُڪري مير شير محمد ٽنڊي باگي ڏانهن رخ رکيو. مير محمد

خان سڪ جو ساهہ ڪنيو ۽ پنهنجو خاص ماڻهو موڪلي سر چارلس نيپيئر کي يقين ڏياريو تہ، "اسان اوهان سان وفادار آهيون. ٻئي ڪنهن سان بہ ساٿ نہ ڏينداسون. هتي چوڪرو شير محمد آيو هو، پر ناڪامياب ٿي روانو ٿي ويو آهي." جواب ۾ سرچارلس نيپيئر هن کي شاباس ڏياري موڪلي.

**(ج) ٽنڊي باڳي ۽ ڪيٽين ۾:**

هوڏانهن ٽنڊي باڳي ۾ مير شير محمد خان کي ڪو پروسي جهڙو ساٿ نہ مليو. لاچار ٿي، هُو ڪيٽين جي ڪوٽ ڏانهن وڌيو. اُن وقت ڪيٽين جي ڪوٽ ۾ گهڻا جوڌا اچي گڏ ٿيا هئا ۽ مير شير محمد بہ پنهنجا فوجي وٺي اچي اُتي پهتو. ٽنڊو باڳو ۽ راڄي خاناڻيءَ کان هن جي، جيڪا دل شڪني ٿي هئي، سو هو صفا دل هٽڻ لڳو. ڪيٽين ۾ ويهي هُن جوانن کي رخصت ڪيو. البت انهن کي ايترو چيو هئائين تہ، "اوهان کي اسان جو چٺو اهڃاڻ ملي تہ مرڻ مارائڻ لاءِ تيار ٿي اچجو." اُتي هڪ رات رهي هن اُميد علي سان صلاح ڪئي. اُميد علي چيو تہ، "دل نہ لاهيو." پر مير شير محمد ڏنو، تہ "جتي پنهنجن عزيزن قريبن ساٿ نہ ڏنو، اُتي ڌاريا ڪهڙو ساٿ ڏيندا؟"

**(د) بدين ۾:**

پوءِ اُتان پاڻ گيڙو رتا ڪپڙا ڪري اُميد علي لغاريءَ سان بدين ڏانهن روانو ٿيو. ميرن کان اڳ سنڌ جا والي ڪلهوڙا هئا. اُهي گيڙو رتا ڪپڙا ڪريو ملڪ پيا گهمندا هئا. اُهي مياڻوالي پير سڏبا هئا.[1] مير شير محمد ڪيٽين جي ڪوٽ کان مياڻوالي پيرن جي ويس ۾ نڪتو ۽ رات جي پيٽ ۾ بدين پهتو.

جيئن تہ پوپٽ راءِ، پير پاون علي شاهہ سان نہ نهندو هو، تنهن ڪري هُو سرچارلس نيپيئر جو پيغام پير پاون علي شاهہ کي ڏيئي نہ سگهيو. هن وڏي ڪوشش ڪئي، پنهنجا ٻہ - ٽي برادريءَ جا ماڻهو ڏانهنس موڪليان، پر انهن محسوس ڪيو تہ، پير پاون علي شاهہ انگريزن جي خلاف آهي. انهيءَ ڪري پوپٽ راءِ کي مُنهُن جي ڪاٽي پيئي. هن کي اوچتو پنهنجي چاڙتن وسيلي خبر پيئي تہ، مير شير محمد ڪيٽين جي ڪوٽ مان غائب ٿي ويو آهي. ڪيڏانهن ويو آهي؟ تنهن جي خبر ناهي!! هن اِها خبر يڪدم حيدرآباد

---

[1] سنڌ ۾ "ميان" بزرگ، مرشد کي چيو ويندو آهي. ڪلهوڙا بزرگي ۽ مرشديءَ مان وڌيا، سگهارا ٿي، سنڌ جا حڪمران بڻيا هئا ۽ سندن تحريڪ جو نالو "ميان وال" تحريڪ هو. (نظرثاني ڪندڙ)

موڪلي. نائونمل سان صلاح ڪئي ويئي. نائونمل انگريزن کي چيو تہ ”جيئن تہ مير شير محمد دل شڪستو ٿي پيو آهي. هاڻ هو بلوچستان ويندو. ڇو تہ، پاڻ بلوچ آهي، ان ڪري هاڻ هو بلوچن کان مدد وٺندو. تنهن ڪري سنڌو درياءَ جي چر پر بند ڪريو. جيئن ڪوبہ ماڻهو هتان جو هوڏانهن ۽ هُتان جو هيڏانهن اچي نہ سگهي. وچ ۾ ڪوبہ خطرو نہ آهي. اسان جي پروپيگنڊا ڪم ڪري ويئي آهي.“ ماٽ ميٽ ۾ مير شير محمد خان بدين پهتو. پير پاون علي شاهہ بحري جي هسوار سندس دل کولي مرحبا ڪئي. هن مرشد جي خدمت ۾ سڄو احوال پيش ڪيو. پير پاون علي شاهہ اُن ڏينهن پنهنجا ماڻهو چوڌاري موڪلي، پنهنجا خاص مريد گهرائي ورتا. انهن کي واپار ڪرڻ جي منع ڪئي ويئي. ديسي شيون وٺڻ ۽ انگريزن جي شين کان پاسو ڪرڻ جو چيو ويو. اُن کان پوءِ مير شير محمد، اُميد علي لغاريءَ سان گونيءَ ڏانهن روانو ٿيو. پير پاون علي شاهہ جي دربار ۾ ڇا ڇا ٿيو؟ انهيءَ جو ذڪر اڳتي هلي وضاحت سان ايندو. ڇو تہ پير پاون علي شاهہ کي پوپٽ راءِ جي شڪ ۽ دشمنيءَ سبب انگريز سرڪار جو سڏ ٿيو هو. خير، مير شير محمد ۽ اُميد علي لغاري موجودهہ گولاڙچي شهر کان اولهہ طرف 5-6 ميلن تي اُميد علي لغاريءَ جي ڳوٺ پهچي ويا. هن پنهنجي ڳوٺ پهچڻ شرط پنهنجا ٻار ٻچا بدين ڏانهن جيلاني پيرن وٽ موڪلي ڏنا. پاڻ مرڻ ۽ مارڻ لاءِ تيار ٿي وينو. پنهنجي ڳوٺ جي چوڌاري ڪٽي مورچا ناهيائين. اُن تي تويون لڳرائي جوانن کي ديوٽي ڏيئي، پاڻ مير شير محمد سان رهاڻ ڪرڻ لڳو. هن جو غم غلط ڪرڻ لڳو. اُميد علي لغاريءَ کي شڪ هو، تہ جاسوسن کي متان شڪ پئجي وڃي ۽ انگريز حملو ڪري، مير شير محمد کي تڪليف ڏين. تنهن ڪري هن سڀ فوجي بندوبست رکيا هئا. ڪجهہ عرصو مير شير محمد، اُميد عليءَ جي ڳوٺ ۾ آرام ڪيو. پوءِ پاڻ درياءَ جي هُن پار وڃڻ لاءِ اُميد علي سان گڏ روانو ٿيو. خيال هو تہ چريجا پتڻ کان هن پاسي لنگهبو.

**(هہ) چريجا پتڻ:**

مائي پاڳوءَ ٻيڙيءَ تي ويهي ونجهہ سنڀاليو. هوءَ موتيل عمر جي هئي. زماني جون سرديون گرميون ڏٺيون هئائين. ٻيڙيءَ کي ڏکي اچي ڪناري سان لڳايائين، ڇو تہ ٻيڙي ڪجهہ ڪناري کان پرڀرو هئي. پريان ٽي مرد وينا هئا. تنهن کي گيڙو رتا ڪپڙا پهريل هئا. ٻيڙيءَ کي ڪناري سان لڳندو ڏسي، تنهن ٻيڙيءَ ڏانهن وڏيڪ توجهہ پئي ڏنو.

هڪ جوان جيڪو پويان بيٺو هو، اُن جون اکيون وچي بيڙيءَ جي خالي ٿيل وچ وارين ڪانين ۾ ڪُتيون. هو هڪ جاسوس سپاهيءَ جيان بيڙيءَ ۾ اکيون ڦيريندو رهيو ۽ پوءِ اڳئين گيڙو رتن ڪپڙي وارو بزرگ اڳيان وڌي آيو ۽ ڪنڌ سان اڻ لکي اهڙي نموني سان "ها" ڪئي، جو ڄڻ تہ رپورٽ پيش ڪري، تصديق ڪري رهيو هجي، تہ بيڙيءَ ۾ ڪوبہ دغابازيءَ جو چار وچايل نہ آهي. اِهو سڀ ڪجهہ بيڙيءَ جي ڪناري لڳڻ سان اک ڇنڀ ۾ ٿي ويو.

اڳيون بزرگ بيڙيءَ ۾ سٽائي هنڌ تي ٿي وينو. بہ بيا جوان جن پاڻ کي خليفو ٿي سڏايو، سي پنهنجي بزرگ کي ٽانيڪو وينل ڏسي، پاڻ بہ پيڙيءَ تي چڙهيا، پر احتراماً پريرو ٿي وينا. سيني جون نظرون اوسي پاسي جاسوسيءَ نموني سان ڦري رهيون هيون، پر مائيءَ کي لکا ڪوند ٿي ڏنائون ۽ وريو اڳوٺي جيئن روحاني ڳالهين ۾ مشغول ٿي ٿي ويا.

ڪلاڪ ڪن اڳ اهي ٽيئي بزرگ مهاڻن وٽ آيا هئا ۽ انهن کي چيو هو، تہ "اسين ميانوالي طريقي سان ڳنديل آهيون. مريدن ۾ وڃون ٿا. اسان کي درياءَ جي هن پر اُڪاريو." ملاحن جيتوڻيڪ پيرن کي وڏو مان ڏنو هو. هڪ ڇٽو دوڙ ڪري، نئين نهيل رلي ڪٽي آيو هو ۽ پير صاحب کي اُها وڇائي ڏني ويئي. پير صاحب اُن رليءَ تي ٿي وينو هو ۽ خليفا پرسان ادب سان ويهي رهيا هئا. خليفن ۾ خاموشي هئي. اهڙي خاموشي جهڙي "جوالا مکي جبل" ۾ ٿيندي آهي. پر پير صاحب وري پنهنجي ڳالهہ مهاڻن اڳيان دهرائي. تڏهن مهاڻن مان مينهن وسائي چيو تہ،

"اي مرشد سائين! هينئر اسان جا سرتاج مير نہ رهيا. فرنگي حاڪم ٿي ويا آهن. انهن اسان غريبن تي هي ظلم ڪيو آهي، جو ڇٽن ڏينهن کان حڪم مليو آهي تہ، ملاح جيڪو جتي آهي، سو تتي رهي. پاٽيءَ واري ڇُرپر صفا نہ ٿئي. ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي نہ هِن پر آندو وڃي، نہ هُن پر نيو وڃي. انهيءَ حڪم جي ڪري، اسان جو روزگار بيهي ويو آهي، لاچار آهيون، اوهان کي اسان هُن پر پهچائي نٿا سگهون. اسان فرنگين جي ظلمن پر دڃون ٿا. الائي جي ڪهڙو سبب آهي، جو انهن فرنگين اِهو حڪم ڪڍيو آهي."

مينهن وسائي جي انهيءَ حڪم جي پس منظر کان اڻڄاڻائي بڌي ڏني ملاح چيو تہ،

”سائين! مون کي خبر آهي، تہ ڪجهہ ڏينهن کان سنڌ جو سورهيہ مير شير محمد خان ٽالپر انگريزن کان دور ٿي ويو آهي. انگريزن کي دپ آهي، تہ مير شير محمد ڪٿي پنيٽ نہ ٻاري، انهيءَ ڪري هنن سنڌو نديءَ جي سڀني ملاحن کي ڪنهن بہ ماڻهو اُڪارڻ تي بندش وڌي آهي.“

اهو ڏني ڇڻ مينهن وسائي کي اطلاع ڏنو ۽ پير صاحب کي بہ عرض ڪيو. اِهو ٻڌي پير صاحب جي منهن تي ڪجهہ جلال اچي ويو. پر پوءِ پنهنجا جذبا روڪي چيائين، تہ ”اوهان اسان فقيرن کي اُڪاري ڇڏيو. الله ڪندو، اوهان جو وار ونگو ڪونہ ٿيندو.“ پر ملاحن چيو تہ، ”سائين اسان لاچار آهيون.“ اِهي ڳالهيون مائي پاڳُـوءَ ٻڌيون پيئي. جيڪا پير صاحب کي پيرين پئي، پرسان بيني هئي. مائي سراپا عقيدت مند ٿيو بيني هئي. مرشد جي هر ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ همہ تن گوش هئي. اُن جڏهن پنهنجن مانجهي ملاحن جون دليون لڏندي ۽ ٻڏندي ڏٺيون، تڏهن هن زال جي اندر مان ڪو وچ درياءَ جهڙو گهور ڪري ڏڏڪو اُٿيو، اُهو ڏڏڪو شينهن جي گروڙ جهڙو هو. اِهو آواز زال جو نہ، پر سنڌ جي سورهيہ دودي جي آواز جهڙو آواز هو. مائيءَ جيڪو چيو، تنهن ڳالهہ مرد مانجهين کي بہ شرمائي ڇڏيو. مائيءَ چيو تہ، ”يا مرشد! اوهان هلو، هلي منهنجي جهوپڙيءَ ۾ رهو. اوهان ڳني جي رڻ کان آيا آهيو، سو بک بہ لڳي هوندوَ.“ مائيءَ، پير ۽ خليفن جي منهن ۾ نهاري چيو تہ، ”ها! اوهان ڏاڍا بکايل تا ڏسجو، پوءِ الله چڱي ڪندو.“ پير ۽ خليفن جي آزمودگار اکين ڏٺو تہ مائي جذبي وهيٽي تي پيئي آهي. هنن ڏٺو تہ، شايد هتان ئي سولائي ٿيندي، پوءِ پير ۽ خليفا مائيءَ وٽ ويا. پاڳوءَ جو بخت سڻائو ٿيو. سندس مڙس واڍو بہ پنهنجي گهر مهمان ۽ مهمان بہ پير ۽ خليفا ڏسي سرهو ٿيو. مائي پاڳوءَ يڪدم ماني پچائي، چانورن جي ٻيڙي مانيءَ مٿان مکڻ مکيو ۽ ان مٿان ديسي کنڊ وجهي پهرين پير اڳيان ماني رکي ۽ وٺو گهاٽيءَ لسيءَ جو پڻ گڏ رکيائين، جيئن تہ جهڻ ڪجهہ کٽي ٿي پيئي، تنهن ڪري اُن ۾ لوڻ پڻ وڌائين. خليفن کي بہ ماني کارايائين....

واڍي مرشد کي پنهنجي گهر ڏسي هٿ ٻڌي عرض ڪيو تہ، ”اي سهڻا هادي، دعا ڪر تہ مُلڪ تان فرنگين جو راڄ ختم ٿئي. وري اسان جي منڙن ميرن جي حڪومت هلي. ميرن جي وقت ۾ اسان تي ههڙيون تڪليفون ڪونہ آيون. هينئر تہ ظلم هي بہ ٿيو آهي، جو اسان کي حڪم مليو آهي، تہ ڪوبہ

مسافر نہ ڪٿو." مرشد جي منهن مان ظاهر هو، تہ هو اندرئي اندر ڪا باهہ سانديو وينو هو، پر ڪجهيو ڪونہ ٿي. صرف ايترو چيائين، "وادِا! ڏک جا ڏينهن نيٺ ڏاتار لاهي ڇڏيندو." وادِي ۽ ياڳوءَ "آمين" چئي.

ياڳُوءَ جي مڙس کي پير صاحب روحاني تلقين ڪئي ۽ هر وقت ۾، هر حال ۾ رب کي ياد ڪرڻ جي ڳالهہ دهرائي. وادِو سهٽيون روحاني ڳالهيون ٻڌي قبول ڪندو ويو، تہ "اهو صحيح آهي." مائي ياڳو ڳالهيون ٻڌندي ۽ پير صاحب ۽ خليفن ڏانهن ڏسندي رهي. آخر رهيو نہ ٿيس ۽ مڙس کي چيائين: "وادِا! سائينءَ کي بيڙيءَ ۾ چاڙهي پار اُڪاري اچ."

وادِو زال جو هي اوچتو انگل ٻڌي، پهرين تہ ٿبيءَ ۾ پئجي ويو، پر پوءِ چيو تہ، "ياڳي، ائين ڪٿي ڪجي، پر فيل مست فرنگيءَ کي منهن ڏيڻ ڏکيو ڪم آهي، تنهن ڪري آءُ ائين ڪري ڪونہ سگهندس." ياڳوءَ مهٽو ڏيندي چيس، تہ "مڙس آهين! اتيئي زالن جهڙي دل، تون وينو رهہ. آءُ تي مرشد کي پار اُڪاريان. توتي ميار بہ ڪونہ ايندي ۽ زال ذات تي فرنگي يا بيو هٿ ڪونہ ڪٽندو... جي ڪنهن مون تي هٿ کنيو، تہ بہ مرشد تان صدقو ٿي ويندس."

مڙس ڪجهہ چوي ئي چوي، تنهن کان اڳ مائي ياڳوءَ مرشد کي عرض ڪيو، تہ "سائين هلو تہ، اوهان کي پار اُڪاري اچان." وادِو بہ وچ ۾ نہ پيو.

بيڙي درياءَ جي ڪناري کان پريرو ٿي ويئي. ياڳُو وڏي احتياط سان، ونجهہ هلائيندي اڳتي وڌندي رهي، جڏهن وچ سير ۾ پهتي، تڏهن سندس ٻانهن ۾ وڏيک ٻَر (ٻل) اچي ويو ۽ بيڙيءَ کي وڏي ڪمال سان سير جي چڪ مان ڪڍي پرينءَ پر ٿي.

مرشد ۽ خليفا خاموش وينا هئا. ياڳو ونجهہ هلائيندي چيو تہ، "سائين، آءُ اوهان کي سڃاڻان ٿي."

"اسين ڪير آهيون، سو اسان توکي ۽ بين کي ٻڌايو آهي."

"ائين تہ ڪونهي."

"پوءِ ڪيئن آهي."

"سائين! پير صاحب سنڌ جو حاڪم مير شير محمد خان ٽالپر ماٽڪاٽي آهي ۽ اوهان جيڪي خليفا ٿيا وينا آهيو، اُن مان هڪ کي سڃاڻان ٿي تہ اُميد علي لغاري آهي."

"چا تو اسان کي ايندي شرط سڃاڻي ورتو هو؟"

”ها سائين! مون ايندي شرط اوهان کي سڃاڻي ورتو هو. انڌي تہ ڪونہ تي آهيان. اوهان اڇي ڇريجا جي پرسان شڪار ڪندا هئا. اُهي ڏينهن مون ڪان وسري ڪونہ ويا آهن.“ مائي پاڳو ڳالهائيندي بہ رهي ۽ ٻيڙي بہ هلائيندي رهي. مير شير محمد خان چيس تہ، ”جڏهن تون اسان کي سڃاڻين بہ ٿي، تہ پوءِ اسان سان ساٿ ڏيڻ جي سزا کان شايد واقف ڪونہ آهين.“

پاڳوءَ ٻيڙي هلائيندي چيو تہ. ”منهنجا سائين! واقف آهيان. وڏ ۾ وڏ آءٌ مري ويندس. منهنجا ٻچا پيڙهيا ويندا. ان کان گهٽ ڪا سزا ٿيندي تہ اُها بہ گذاري وجبي.“

”پوءِ تو اسان کي ساٿ ڏنو. ڇو؟“

”سائين! رڳو هن ڪري تہ اوهان جي حياتي هوندا. تہ فرنگين سان پــڄي سگهندا ۽ سنڌ آجي ٿي ويندي. پر جي اوهان هنن جي هٿ اچي ويا. تہ هو توهان کي قسمين قسمين عذاب ڏيئي ماريندا. تنهن ڪري، وطن لاءِ، اوهان جو هئڻ ضروري آهي.... آءٌ جي فرنگين جي عتاب ۾ اچي اوهان جي صدقي مري ويس، تہ بہ اِهو موت شاناٿو ڇٽبو.“ اُميد علي، مائيءَ جا جذبا ڏسي ڏاڍو سرهو ٿيو ۽ چيائين تہ: ”جي حيات هونداسون، تہ تنهنجو گُڻ وساري ڪونہ سگهبو.“ ايتري ۾ ٻيڙي اچي ڪناري لڳي.

مير شير محمد ۽ اُميد علي ۽ سنڌن ٽيون ساٿي ٻيڙيءَ مان لٿا. مير شير محمد ڪجهہ سونيون مهرون مائي پاڳُوءَ کي ڏنيون ۽ اهي ٽيئي مرد مجاهد وڻن ۾ هليا ويا. پاڳو ٻيڙي ڪاهي واپس هلي ويئي ۽ وڃي واڍي اڳيان پنهنجي مرشد جي ڪاني ڪرامت جون ڳالهيون ڪيائين ۽ اِها ڳالهہ بہ ڪيائين تہ، ”مرشد مون کان راضي ٿي پرئين ڪناري تان متي ڪڻي اُن کي ڦوڪ ڏني، تہ هي سونيون مهرون ٿي پيون. جي مون کي ڏنيون اٿس.“ واڍو سونيون مهرون ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ زال کي چيائين تہ. ”جو ٿيو سو ٿيو. پر ڪنهن سان اِها ڳالهہ متان ڪرين، تہ ڪو مون پير صاحب کي هُــن پر اُڪاريو آهي، نہ تہ. پنهنجو ٻيڙو ٻڏي ويندو.“ پاڳوءَ مڙس کي يقين ڏياريو، تہ آءٌ اِها ڳالهہ ڪنهن سان ڪونہ ڪنديس. پر تون بہ ڪنهن سان متان ڪرين.

اهڙيءَ طرح زال مڙس هڪٻئي کي پڪو ڪري رهيا هئا. تہ سنڌن ٻ ڻ پٽي آيو. سو اِهي ڳالهيون ٻڌي، ٻيون ڳالهيون ڪرڻ لڳا ۽ هيڏانهن هُ ڏانهن

نهاري رهيا هئا. ته هتي بيو ته ڪو ٻڌنڙ ڪونه هو. پر سوءِ سندن، بيو ڪير به سندن ڳالهيون ٻڌنڙ ڪونه هو.

شير- سنڌ مير شير محمد خان درياءُ سنڌ اُڪري ويو. درياءُ جي هُن پر ٽيڻ سان اُميد عليءَ سان روانو ٿي ويو. بلوچستان کان ٿيندو، وڃي پنجاب پهتو.

پوپٽ راءِ مُلڪ ۾ ”جيئي جيلاني“ جو نعرو ٻڌي شڪيو ۽ اُنهيءَ آڌار تي هن پير پاون علي شاهه تي سر چارلس نيپئر وٽ پير خلاف ڳالهيون ڪيون. انهيءَ ڳالهه هيٺ سر چارلس پير پاون علي شاهه کي گهرايو.

**(و) انگريز ۽ پير پاون علي شاهه بحري جو هسوار:**

اڄ سيد قاسم شاهه لڪياري ڦليليءَ جي ڪناري تي پنهنجي مرشد پير پاون علي شاهه بحري جي هسوار جو شدت سان اوسيئڙو ڪري رهيو هو. ٻن ڏينهن کان هن پرواري باغ ۾ تنبو لڳائي ڇڏيا هئا. جن لاءِ هن تنبو لڳايا هئا، اُهي اڄ اچڻا هئا. گهڙيءَ گهڙيءَ هن پلاري ڦليليءَ جي سير ڏانهن پئي نهاريو، ڪا ٻيڙي پريان ٿي اُڀڙي ته دوربين کڻيو ڏيان سان تي ڏنائين. جڏهن اُن ٻيڙيءَ ۾ عام رواجي ماڻهو تي ڏنائين، ته اڻ لکي ڦڪائي محسوس ڪندي، هن پنهنجن نوڪرن کي ڪنهن نه ڪنهن ڪم ۾ ٿي لڳايو.

سيد قاسم شاهه ڪا معمولي هستي ڪونه هو. پر هُو ميرن جو وزير رهي چڪو هو. تازو ميرن جي حڪومت ختم ٿي، ته هن ماٺ جي زندگي گهارڻ شروع ڪئي. سرچارلس نيپيئر هن جي چُر پُر پنيان ڪافي ڏوتڙيا (جاسوس) ڇڏيا هئا، پر سندس هلت کي ڏسي، انهن به چارلس نيپئر کي مثبت رپورٽ ڏني هئي. انهيءَ ڪري هن کان چارلس نيپيئر ڏاڍو خوش ٿيو هو ۽ کيس خاص مصاحبن ۾ رکڻ تي گهريائين، پر هن اها مصاحبي نه قبولي ۽ الله جو منو نالو ياد ڪري، حياتيءَ جا ڏينهڙا گهارڻ لڳو. ٻن ٽن ڏينهن کان هن بزرگ حڪومت جي خاص دشمن پير پاون علي شاهه (بحري جي هسوار) جي لاءِ جيڪو انتظام ڪرڻ شروع ڪيو هو، سو سر چارلس کي نٿي وڻيو ۽ هن وري به سندس پنيان جاسوسن جا ولر لڳائي ڇڏيا هئا. پر هو ڪابه اعتراض جهڙي ڳالهه نه ڏسي رهيا هئا... البت هُو پنهنجي مرشد لاءِ جيڪو مرحبائي بندوبست ڪري رهيو هو، انهيءَ جي چُرپر کان جاسوس نيپئر کي واقف ڪندا رهيا ۽ جنرل اِها ڪاروائي اعتراض جوڳي نه سمجهي ماٺ ۾ رهيو، پر سيد لاءِ سندس دل ۾ شڪ شبها وڌي ويا هئا.

انهن شڪن ڪي پوپٽ راءِ وڏيڪ وسيع ڪري رهيو هو. هي سچو پنيٽ پوپٽ راءِ ئي باريو هو. پوپٽ راءِ جي ڪجهه ٻني بدين ۾ هـُئي. پاون علي شاهه جيلانيءَ سان هو نـہ نهندو هو. هنن جا پاڻ ۾ زميني تڪرار هوندا هئا. پر جيئن تـہ حڪومت هن ڪان اڳ ميرن جي هوندي هئي، حيدرآباد وارا ٽوڙي ميرپورخاص وارا مير درگاهه شاد قادري، بدين جي پيرن ڪي عقيدت سان ڏسندا هئا ۽ ٻئي ڏريون هن در جون سلامي هيون، سو پوپٽ راءِ ڪجهه ڪري ڪونـہ سگهندو هو.

اوچتو انقلاب آيو. نائونمل جي غداري ڪم ڪري ويئي، سنڌ ميرن ڪان ويئي ۽ وڃي انگريزن جي ٿي. سرچارلس نيپيئر هڪ ڊڪٽيٽر ٻڻجي سنڌين ڪي هيسائڻ لڳو. سنڌي سڀاجهڙا ڪي جيل ۾ هئا، تـہ ڪي ويل ۾ هئا، البت نائونمل جي لوڏ سنڌين جي شڪار ڪرڻ ۾ پوري هئي، جتي بـہ هنن ڪي ڪو انگريزن جي خلاف ماڻهو نظر ٿي آيو، اُن جو ذڪر سرچارلس نيپيئر سان ڪيو ٿي ويو ۽ هـن انهن سڀاجهڙن سنڌين ڪي گهرائي ڪورٽ مارشل ٿي ڪيو ۽ انهن سڀاجهڙن تي طرحين طرحين تڪليفون ٿي آيون .

اُن وقت هڪ بي بـہ ڳالهه ٿي هئي. جو مير شير محمد شيرِ سنڌ ڏکڻ سنڌ ڏانهن ٽپي آيو هو، هو ڪيپٽن جي ڪوٽ ڪان ٿي، ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ بدين پهتو ۽ پنهنجي مرشد وٽ پهچي پير چمايائين. انگريزن جي ظلم، نائونمل جي غداري ۽ ميرن جي گهرو لڙاين جو ذڪر، پير پاون علي شاهه جي خدمت ۾ پيش ڪيائين. پير سائين پاون علي شاهه تـہ اڳي ئي فرنگين جي سخت خلاف هو. وري جو وٽن شيرِ سنڌ مير شير محمد خان ٽالپر ماڻڪاٽي پاڻ پيهي آيو هو، تـہ پاڻ سڄيءَ مانڌر، (ماجر)، جاتي، ولاسي ۽ ٽر ڏانهن خليفا ڊوڙايائين، تـہ جيئن ڳوٺ جا چڱا مڙس يڪدم گڏ ڪري سگهجن ۽ انگريزن جي تشدد جو مدبراڻي نموني سان مقابلو ڪري سگهجي. جيئن تـہ سائين جن وٽ مير شير محمد خان ٽالپر رات جي پيٽ ۾ آيو، تنهن ڪري ڪنهن ڪي ڪا خبر ڪونـہ پيئي هئي. رات جي پيٽ ۾ ماڻهو ايندا هئا، ڏينهن جو هر ڪا ڳالهه لڪيل رهندي هئي. ٻن ٽن ڏينهن ۾ گهرايل ڳوٺن ڪان ماڻهو پهچي ويا. چوڌريءَ ۾ ڳجهه ڳوهه ۾ محفل متي.

انهيءَ محفل ۾ مير شير محمد خان، اميد علي خان لغاري ۽ سائين پاون علي شاهه جن انهن چڱن مڙسن ڪي خطاب ڪيو ۽ نئين پيدا ٿيل حالتن ڪان واقف ڪيو. سيني پٽيلن ۽ سردارن ڳالهيون ٻڌڻ ڪان پوءِ فيصلو ڪيو تـہ،

"بادشاهه پير دستگير جي اولاد کان جو به امر ملندو، اُهو امر سر سٽ ۾ ڏيئي به پورو ڪيو ويندو."

پر جيئن ته، مير شير محمد ٽالپر ڏنو ته، ماڻهو ته جنگ لاءِ تيار آهن، پر انگريزن وٽ نوان هٿيار آهن. باقاعده سکيا ورتل فوج آهي، اسان وٽ سواءِ جذبي ۽ پراڻن هٿيارن جي، ٻيو ڪجهه به ڪونه آهي. تنهن ڪري ڪو اهڙو رستو اختيار ڪيو وڃي، جو سواءِ جنگ جي انگريز پاڻهي سنڌ ڇڏي ڏين. انهيءَ ڳالهه کان مير شير محمد محفل کي به آگاهه ڪيو. اِهو ٻڌي پير پاون علي شاهه فرمايو ته "آءٌ سمجهان ٿو ته ڪوبه حاڪم سواءِ پئسن جي لالچ جي مُلڪ کي هٿ ۾ نٿو ڪٽي. انگريزن کي به اِها لالچ آهي. مُلڪ مان هو ٻن طريقن سان پئسا حاصل ڪري سگهن ٿا. هڪ ڍل رستي ۽ ٻيو واپار رستي. منهنجو خيال آهي ته انگريزن کي ڍل به نه ڏجي ۽ وٽائن يا انهن جي ايجنٽن کان يا انهن جي ڪوٺين تان واپار به نه ورتو وڃي. جي اسان ائين ڪرڻ ۾ سوبارا ٿياسون، ته انگريز پاڻهي پنهنجا ٽپڙ ٻڌي هليا ويندا." مير شير محمد کي پير پاون علي شاهه جي اها رٿ ڏاڍي وڻي. سڏايل سيني مکيه مريدن اِهو انجام ڪيو ته، "اسين دستگير جي درگاهه اڳيان قول ٿا ڪريون، ته انگريزن کي ڍل نه ڏينداسون ۽ انهن کان واپار به نه ونداسون، جيسين اسان کي ٻيو حڪم نه ملي، تيسين اسين انهيءَ انجام تي پورا (سامان) رهنداسون ۽ پنهنجي ڳوٺ وارن کي به انهيءَ ڳالهه تي سختيءَ سان پابندي ڪرائينداسون.

رات جي پيٽ ۾ اهي ڳالهيون ٿيون. اسر ذاري محفل ختم ٿي. سيني کي پنهنجن پنهنجن ماڳن ڏانهن وڃڻ جي موڪل ٿي. سڀ سائين پاون علي شاهه کان موڪلائي روانا ٿيا ۽ باقي وڃي مير شير محمد، پير پاون علي شاهه ۽ اُميد علي لغاريءَ پنيان رهيا.

پير پاون علي شاهه، مير شير محمد کي چيو ته، "درياءَ کان هن پر سڄو ملڪ توسان آهي، تون درياءَ جي هُن پر وڃ ۽ ڪجهه بلوچستان جي بلوچن کان به مدد وٺ. جيسين تون مڪمل طاقت هٿ ڪري اچي انگريزن کي سامهون ٿين، تيسين اسين نڪو ڍل ڏينداسون ۽ نڪو انگريزن کان واپار ڪنداسون. هاڻي تون جلد وڃ ۽ درياءَ جي هن پر ڪجهه وڃي ڪر."

انهيءَ رات پرهه ڦٽيءَ مهل اُميد علي ۽ مير شير محمد ۽ سندس ساٿي پلن گهوڙن تي چڙهي، هوا سان ڳالهيون ڪندا اُلهندي طرف روانا ٿي ويا.

ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ ننڍين وڏن شهرن ۾ ماڻهن ولائتي ڪپڙي وٺڻ کان صفا انڪار ڪيو ۽ ڊل جي اُڳاڙيءَ کان بہ جتان ڪتان جواب ملڻ جون خبرون اچڻ لڳيون. جن تي ظلم ۽ تشدد ٿيو ٿي، انهن صبر سان برداشت ڪيو ٿي. ٻن ٽن زميندارن تي جاتيءَ ۾ ڊل نہ ڏيڻ جي ڪري ڪجهہ تڪليفون آيون. انهن "جيئي جيلاني" جا نعرا هڻي، اُهي تڪليفون اکين تي سنيون. ننڍي شهر ۽ بدين مان پڻ، جيئي پير! جيئي مير، جا نعرا بلند ٿيا. ٽنڊي باگي ۾ پڻ اهڙيون حالتون هيون. ڏيپلو بہ ائين ئي منصور ٿيو بيٺو هو.

پوپٽ راءِ "جيئي جيلانيءَ" جي نعري مان اِهو محسوس ڪيو، تہ هجي نہ هجي، اِها ٻُسڪ پير پاون علي شاهہ جي ڏنل هجي. هن کي ذاتي وير اڳي ئي هو. هن وجي انگريزن جا ڪن ڀريا تہ،

"ميرن کان تہ حڪومت ورتوَ! پر جيسين بدين واري پير کي هٿ نہ ڪندا، تيستائين اوهان جهڙي حڪومت ورتي، تهڙي ڪونہ ورتي. هي جيڪو لاڙ جي ماڻهن اوهان سان قطع تعلقات جو سلسلو شروع ڪيو آهي. اُهو بہ مير شير محمد جي مدد ۾ پير پاون علي شاهہ ئي ڪرايو آهي."

اهڙيون ٻيوَن بہ ڪيتريون ڳالهيون، هن سر چارلس جي ڪن ۾ وڌيون. هوبہ هڪ وڏو ڄاڻو سياستدان هو. اُن پير پاون علي شاهہ کي خاص مصاحب هٿان نياپو موڪليو، تہ "اسان سان اچي ملو، ضروري صلاح مصلحت ڪرڻي آهي ۽ پوپٽ راءِ اوهان خلاف ڪي شڪايتون ڪري ٿو، سي روبرو ويهي نبيرڻيون آهن ۽ لاڙ جي مسئلن تي پڻ ڳالهين جي ڏي وٺ ڪرڻي آهي." پير پاون علي شاهہ کي اِهو نياپو مليو. پاڻ هتان پنهنجن خليفن ۽ نوڪرن سان قليليءَ جي وسيلي ٻيڙن جي ٻهير ۾ وڃڻ جو فيصلو ڪيائون. اُن کان اڳ سيد قاسم شاهہ لڪياريءَ کي نياپو موڪليو هئائون، تہ "اسين اچي رهيا آهيون، اسان جي منزل جو بندوبست رکجو."

آخر پاڻ مقرر ٿيل ڏينهن تي نڪتا. ٻن ڏينهن جي سفر کان پوءِ، اهو سڄو ساٿ اچي سيد قاسم شاهہ لڪياريءَ جو مهمان ٿيو. جاسوسي ڪندڙ ايندا رهيا، خبرون ونندا رهيا. جنرل کي ذري ذري جي خبر پوندي رهي. ڪنهن مهل ڪو، ڪنهن مهل ڪو ڄاڻ ڏئي رهيو هو تہ، "سر! هينئر پير پاون علي شاهہ ۽ سيد قاسم شاهہ الله جو ذڪر پيا ڪن." هن وير "پير پاون علي شاهہ جماعت سان نماز پيا پڙهن." ڪو اچي چوندو هو تہ، "سر! هتي تہ سواءِ تصوف،

دين اسلام جي بين ڳالهين جو تہ ذڪر ئي ڪونہ ٿو ٿئي." مسلسل چارلس نيپيئر وٽ اهڙيون رپورٽون پهتيون، جو هو پير پاون علي شاهہ جي شخصيت کان زبردست متاثر ٿيو. پوءِ بہ رپورٽر رپوٽون ڏيندا رهيا، هو ٻڌندو رهيو ۽ متاثر ٿيندو رهيو.

صبح جو پير پاون علي شاهہ 9 بجي ڌاري حاضر ٿيو. جنرل سرچارلس نيپيئر سندس ڏاڍي تعظيم سان خوش آمديد ڪئي.

جنرل پير پاون علي شاهہ سان اوسي پاسي جون ڳالهيون، سندس تعلقات جي باري ۾ پڇيو. پوپٽ راءِ ڏانهن ماڻهو ڊوڙايا ويا. چوتہ اُهو مذڪوره ڪيس ۾ شاهد طور ڪم اچڻو هو. پوپٽ راءِ نہ اچڻو هو نہ آيو. وقت تنگ ٿيندو ويو. آخر اطلاع مليو تہ راءِ صاحب رات جو دل جي دوري پوڻ سبب مري ويو.

چون ٿا تہ نيپيئر بہ اها بين سنڌي مريدن وانگر پير جي ڪرامت سمجهي. پير پاون علي شاهہ جنرل ۽ عوام جون ڳالهيون ٻڌيو مرڪندو رهيو. الائي ڪرامت هئي، يا پوپٽ راءِ ڪوڙي ڪيس سبب پريشان ٿي مئو. بهرحال جنرل توڙي عوام تي سٺو اثر پيو.

ڪيس هلڻ جو هاڻ ڪو سوال ئي ڪونہ ٿي اُٿيو. پوپٽ راءِ مري ويو ۽ جنرل زبردست متاثر ٿيو. پير پاون علي شاهہ کي وڏي تعظيم سان بدين ڏانهن وڃڻ جي موڪل ملي. پير موصوف بہ ٽي ڏينهن حيدرآباد ۾ رهي، واپس بدين پهچي ويو.

ماڻهو ڊل ڏيڻ کان انڪاري هئا. ماڻهن ۾ ساڳيو جوش ۽ خروش موجود هو. مير شير محمد خان ڏار ڏار جڳهين تان ٿيندو، انگريزن سان جهيڙيندو لاهور پهتو. سکن ساڻس پوري همدردي نہ ڪئي. آخر اُميد علي خان لغاري کين واپس وٺي آيو. انگريزن کين سٺي طرح نوازيو ۽ جڏهن مير شير محمد پنهنجيءَ رعيت وٽ موٽي آيو ۽ عوام کي ڊل ڏيڻ ۽ واپار ڪرڻ لاءِ موڪل ڏني، اها موڪل ساڳئي پير پاون علي شاهہ جي بنگلي ۾. ساڳين چڱن مڙسن کي گهرائي ڏني ويئي. انهيءَ کان پوءِ انگريزن جو واپار بہ لاڙ ۾ شروع ٿيو ۽ انهن کي لاڙ مان ڊل پڻ وصول ٿيڻ لڳي.

---

پاڳو پيو

# ڳنڍي جو ڏورو

”پرڏي سا پرماڻ، جا ڳنڍي جا وڙ اُڪري“

باب پھريون

# ڳنـي ڍوري جو وهڪرو

ريڻ درياءُ قديم وهڪرو آهي. سنڌو درياءُ جا جيڪي قديم گس پئي رهيا آهن، انهن مان هڪ اهو بہ هو. هينئر ريڻ جا پراڻا گس ۽ پنڌ ڳولڻ، انهن جي نشانن ۽ اهڃاڻن کي ڏسڻ بہ نصيب نٿو ٿئي. چوتہ، انهيءَ جي وهڪري جي سير ۾ جتي سوين سنسار رهندا هئا، جتي وڏا واڻ لهرن جي لپيٽ ۾ اچي ويندا هئا، اُتي اڄ هاري هر ڪاهي آبادي ڪري رهيا آهن، سارين ۽ ڪٽڪ جا فصل لهرون هڻي رهيا آهن. جتي اڳي وڏا وڏا ڪُن هوندا هئا، اُتي هينئر معمولي ڍنڍون وجي رهيون آهن. جتي ريڻ درياءُ جو اهو حال آهي، اُتي ڳنـي ڍوري جو ڪهڙو حال هوندو؟ اُن جي وهڪري جا نشان ڪيئن لهي سگهبا؟ اهو هڪ وڏو معاملو ٿي پوي ٿو. بهرحال مون ڪوشش ڪئي آهي، تہ ڳنـي ڍوري جا پراڻا پيچرا ڳولي لهجن.

ڳوٺ غلام حسين جماليءَ جي اُيرندي تان، پراڻي قليليءَ جي وهڪري واري هنڌ تان اڳي ريڻ درياءَ وهندو هو. اُن مان ڳوٺ غلام حسين جماليءَ جي پرسان ”ڳنو ڍورو“ ڦُٽي ٿي نڪتو.

ڳنـي ڍوري جو قديم وهڪرو ريڻ کان نڪري اولهہ ڏکڻ طرف رخ رکي ٿو. اهو ڍورو پيرو لاشاريءَ جي ريلوي روڊ ۽ بدين حيدرآباد جي روڊ جي ڇهين ميل کان اولهہ طرف وجي مخدوم نوح جي ڪُنيءَ جي اُتر تان ٻاريجي ڍنڍ ۾ پوي ٿو. اُن جي ڏکڻ تان اهو ڍورو دڦريءَ [1] ۾ وجي پوي ٿو.

مذڪوره ڍوري جي آسپاس سجاڻپ لاءِ ڳوٺ غلام حسين جمالي، جمڙو پير، احمد شاهہ، مخدوم نوح جي ڪُني ۽ رپ نالي سان ماڳ، مڪان ۽ اولياءَ ڪرام آهن. مذڪوره ڍوري جمالي غلام حسين جي پرسان اڳي هڪ وڏو ڪُن هوندو هو. جنهن جا نشان اڄ بہ ”دلن جي دڙي“ جي پرسان موجود آهن. انهيءَ ڪُن کي اڄ بہ ڪنب جو ڪُن ڪري چيو وجي ٿو. اهو ڪُن قديم وقت ۾ زبردست ۽ خطرناڪ ليکبو هو.

---

[1] دڦري ڍنڍ هينئر بہ، بدين ضلعي جي اهم ڍنڍن ۾ شامل آهي، جتان پڪي ۽ مڇيءَ جو گهڻو شڪار ٿئي ٿو. هن ڍنڍ جي مڇي مشهور آهي. (ليکڪ)

احمد شاهه جي پرسان، ڏکڻ تان اُوناري ڍنڍ آهي، ڳڻي ڍوري جي هڪ چاڙ انهيءَ ڍنڍ کان ٿيندي، ٿورو اوپر ڏکڻ ڪنڊ تي 'ميئن موسي' جي ڪاڻ ۾ وڃيو پوندي هُئي. انهيءَ کان پوءِ اها شاخ ٿورو اولهه طرف ور کايو، اُونڪي دڙي جي اُيرندي تان لنگهندي هئي ۽ اِها شاخ اُيرندي طرف لاڙو ڪريو پنيرلو ڍنڍ ۾ وڃيو پوندي هئي. مذڪوره ڍنڍ مان اها چاڙ پيرو لاشاري اسٽيشن جي پرسان اولهه طرف رخ رکندي هئي، ۽ وڃيو دقري ڍنڍ ۾ ڳڻي ڍوري سان گڏبي هُئي. جيتوڻيڪ پيرو لاشاريءَ جي پرسان انهيءَ چاڙ جا نشان گهڻي قدر ختم ٿي ويا آهن، پر پيروءَ جي اسٽيشن جي سڌو اولهه تان ٿوري جُهڪاڻ انهيءَ وهڪري لاءِ شاهدي پري ٿي. اها جهڪاڻ پيرو لاشاريءَ جي اولهه کان اڄ به موجود آهي. انهيءَ جُهڪاڻ جي ڏکڻ کان آرين جو دڙو هو، جنهن کي ڊاهي، آباديءَ لاءِ زمين هموار ڪئي ويئي آهي.

دقري ڍنڍ کان پوءِ مذڪوره ڍورو اوپر ڏکڻ طرف رخ رکي ٿو ۽ تاجن چانڊئي ۽ ناٿن چانڊئي جي ڳوٺ جي اولهه کان وهي، ڏکڻ اولهه طرف روانو ٿئي ٿو. انهيءَ جي اڳتي وڌڻ جا آثار نذر علي چانڊئي جي ڳوٺ جي اُيرندي تان ڏسي سگهجن ٿا. انهيءَ کان پوءِ مذڪوره ڍورو بدين ۽ گولاڙچي (ٽنڊو اڪرم) جي چوٿين ميل وٽ پهچي ٿو.

مذڪوره ڍورو حاجي هاشم چانڊئي جي ڳوٺ جي اولهه کان بن ٿاڪن ۾ ورهائجي ٿو. هڪ چاڙ اولهه طرف رخ رکي ٿي، جنهن کي مقامي ماڻهو "آڏو ڳنو" جي نالي سان سڏين ٿا. حقيقت ۾ ماڻهو "ڳنو" لفظ استعمال ئي گولاڙچي روڊ کان ڏکڻ واري ڍوري لاءِ ڪندا آهن ۽ اهو لفظ حاجي منڌري جي ڳوٺ تائين هن ڍوري لاءِ ڪم اچي ٿو، پوءِ وري به ماڻهو هن ڦٽوڙ کي "ڍورو" ڪري چوندا آهن ۽ کي "ڦٽو" به چوندا آهن. آڏو ڳنو مورجهر نالي ٽپي، اولهه طرف ٿئي ٿو، اُتان ٿورو ڏکڻ ڏانهن موڙ کائي، انهيءَ موڙ جي اولهه تان وليج چڪ نمبر 66، جاڪيجي نمبر ون اچي ٿو. انهيءَ موڙ جي ڪري انهيءَ ڳني کي "آڏو ڳنو" به ڪري چوندا آهن. انهيءَ جڳهه کي ڪي "آڏي ڳني" جي بدران "بير ڪڏو" پڻ چوندا آهن. مذڪوره چاڙ اتان کان سڌو اُيرندي لڙي ٿي، ڪو وچڙيل جيئن پنهنجي وڏي سان ملڻ لاءِ حبائتو هوندو آهي، اهو موڙ بلڪل اصل ڳني سان ملڻ لاءِ انهيءَ حب جي تمثيل پيد ظاهر ڪري. آڏو ڳنو، موجوده

مورجهر نالي کان اوپر طرف لنگهي، ڀلو خاصخيليءَ جي ڳوٺ جي اُتر کان تـي، شاهه اسماعيل جي پرسان اچيو اصل ڳنني سان گڏجي.

اصل ڳنو حاجي هاشم چانڊئي جي ڳوٺ جي اولهه کان ۽ حاجي عثمان چانڊئي جي ڳوٺ جي پرسان ٻن حصن ۾ ورهائجي ٿـو: هڪ حصـو وجيـو ڪنيـرو ڍنـڍ ۾ داخل ٿئي ۽ ٻيو حصو ٿورو اُپرندي لڙيو آجهڙي ڍنڍ ۾ ٿـو پـوي. آجهڙي ڍنـڍ جي آسپاس ڪيترا ڳوٺ آهن، جن مان ڳنڀيرن جو ڳوٺ، ننگر چانگ جو ڳوٺ ۽ اولهه تان شير خان چانگ جو ڳوٺ آهي. آجهڙي ڍنڍ جي ڏکڻ کان ڏاتا واهه ڍوري تان لنگهي ٿو. ڏاتا واهه مان ڀلي خاصخيليءَ پنهنجو واهه ڪيرايو هو. اُن ڪري ڏاتا واهه مان ڀلوءَ جو ڪڙيو ڳنني جي ڍوري سان لڳ فقير جي ڪُـن کي ڪٽي اڳتي وجي زمين آباد ڪري ٿو. فقيـر جو ڪُـن اصـل ڍوري کـان ٿـورو ڏکـڻ اوپـر طرف پنهنجي ذار حيثيت جتائي بيهي ٿو. مذڪوره ڪُن کان پوءِ ڳنو اولهه طرف روانو ٿئي ٿو، جنهن کي ٻيبين جو ڍورو ڪري سڏبو آهي. اِهو ڍورو اولهه طرف وڏيو، آڏي ڳنني سان اچيو گڏجي. ائين اهي ٻئي چاڙون وريو مليو هڪ ٿيو وڃن. ورهاڱي جو وڇوڙو ختم ڪري، ڳنو ڍورو اولهه ڏکڻ طرف روانو ٿئي ٿو. اُن ڍوري جي ٿورو اڳيان غلام حسين پرهياڙ جو ڳوٺ آهي، جتي اڳي ٿوت بادشاهه جو ڪوٽ هو. اِهو ڳوٺ ڍوري جي ڪاٻي ڪناري تي آهي. اتان اولهه ڏکڻ ڏانهـن رخ رکي، اِهو وهڪرو پنهنجي ساڄي ڪناري تي ڳوٺ ڦتن پرهياڙ ۽ ڪاٻي ڪناري تي پير جنون، درس محمود ٻانهاڻي، ساميءَ جو دڙو ۽ سيد حسن جون يـادگيريون رکندو، شيرخان چانگ جي قديم پڊ کان ڏکڻ ڏي رخ رکي ٿو. ڪيسر ٻائيءَ جي وٿاڻ کان پوءِ، اِهو وهڪرو سڌو ڏکڻ اولهه طرف وهي ٿو، جنهـن جي سـاڄي ڪناري تي اڪن واري ڪنگار آهي. اها چاڙ گمان غالب آهي، تہ پٺيهل درياءَ جي آهي، جا هن ڍوري سان اچيو گـڏجي ٿـي. موجودهہ ڪنگـار جـي پرسـان، اُپرندئين پاسي هڪ نامعلوم ولي سڳورو ابدي آرام ڪري رهيـو آهي. ڪنگـار جي ڇن جي اُپرندي تان صوبي جو پـُڙو آهي. ساڳيو ڍورو اتـان ٿـورو اڳتـي هلي، اُپرندي رخ رکي ٿو، جيڪو ڳوٺ غلام حسين پرهياڙ جي نئيـن ڳوٺ وٽـان نـانگ جيئن ور ڪايو اولهه ڏکڻ طرف منهن ڪري ٿو. انهيءَ هنڌ ڍوري جي اُپرنـدي تـان تاجن جو ڪوٽ هو ۽ سليمان شاهه بہ مذڪوره ڪوٽ جي اُتـر اوپـر کـان آرامي آهي. اِهو ڍورو ڀڻ تاجن جو ڳنو سڏجي ٿو. هڪ ٻي بہ ڳالهه ياد رکڻ جهڙي آهي، اُها هيءَ تہ ڪنگار جي ڇن کان ويندي تاجن جي ڪوٽ تـائين جيڪو ڍورو آهي،

اُن کي ڇانگن جو ڳنو ڇئبو آهي. ڇو تہ انهيءَ جي ساڄي ڪناري تي ڇانگن جا گهرڙا آهن. تاجن جو ڳنو، ڇانگن جي ڳني کان پوءِ شروع ٿئي ٿو.

تاجن جي ڳني کان پوءِ، نمر جو ڳنو شروع ٿئي ٿو. اهو ڍورو سڌو اوپر کان اولهہ طرف وڃي، نمر جي دڙي وٽ ور کائي ٿو ۽ اولهہ ڏکڻ طرف رخ رکي هڪ نامعلوم اولياءِ جي اولهہ تان ٿورو ڦيرو کائي، مگرو جي ڇن ۾ وڃي پوي ٿو. مگروجي ڇن وٽ ڳنو ڍورو بہ حصا ٿئي ٿو. هڪ حصو ڪاڇهر جي ڇن ۾ سڌو ڏکڻ طرف وڃي ختم ٿئي ٿو. ٻيو حصو اوپر ڏکڻ تاجهڙي ڇن سان ساٿ ڏيئي، سهيلي منڌري جي ڪوٽ جي اولهہ کان، اولهہ ڏکڻ طرف منهن ڪري ٿو. تاجهڙي ۽ لنڍي ڇن جي ور ۽ وچ ۾ ڳوٺ حاجي منڌرو معروف ڳوٺ آهي. ڍوري کي لنڍيءَ ڇن وٽ هينئر سر نالي ڪاٽي ٿي. لنڍيءَ ڇن جي اوپر تان قاضيا واهہ (پراٽو) ويجهو آهي. قاضيا واهہ جي اُپرندي تان گجڻ پير جو قبو آهي. اهو قبو ڇن لنڍي کان پڻ ڏسي سگهجي ٿو.

ڳني جو ڍورو لنڍي ڇن کان ڏکڻ طرف وهندو، غير معروف هنڌن تان گذرندو، آخر ابراهيم ٻـِـچي جي ڳوٺ جي اولهہ تان ٿو لنگهي. ابراهيم جي ڳوٺ جي اولهہ تان ۽ پڻ ڍوري جي ساڄئي طرف کان شيخ نورئي جو قبرستان آهي ۽ ساڄئي نالي سان دڙو بہ آهي. شيخ نورئي جي ڏکڻ تان ڳني ڍوري جي ڪيٽيءَ ۾ راجا نند جو "نند ڪوٽ" آهي. مذڪوره ڪوٽ کان پوءِ ڍورو ڏکڻ طرف وڌي ٿو. ٽن- ڇئن ميلن جي پنڌ ڪرڻ کان پوءِ، ڍوري کان 2 ميل اوپر طرف پڳڙا ميمڻ جو ڳوٺ آهي. ڍورو ساڄيو رخ وٺي، ڏکڻ طرف گولي منڌري جي ڳوٺ جي اولهہ کان ڏيڍ ميل پنڌ تان لنگهي، هميت ڍنڍ ۾ ٿو ڪري. اها ڍنڍ ڪوهن ۾ آهي. انهيءَ ڍنڍ سان جڏهن سانيوهہ ڍنڍ وابستا ٿئي ٿي، تڏهن اجا بہ هن ڍنڍ کي وڏائي ۽ جاجهہ پلئہ پئي ٿي. هميت ڍنڍ جي اولهہ کان ٽي چار لاڳيتا ڪُـن پڻ آهن. اها پڻ ڳني ڍوري جي هڪ ڇاڙ ليکجي ٿي. سانيوهہ ڍنڍ جي ڏکڻ کان درگاهہ شيخ پير قرهيو پانداري آهي. هميت ڍنڍ جي ڏکڻ اولهہ تان سهٽيءَ جو دڙو آهي. سهٽيءَ جي دڙي کان اِهو ڍورو ڏکڻ طرف وهي، سرن جي ڪُـن مان پئي، جکار جي اولهہ تان وهي، رڻ ۾ پئي ٿو ۽ پوءِ لاڳيتو وهي، ڪيناهہ جي ڪُن ۾ ڪـُهري ندي (ڪوري ندي) ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. ساڄئي هنڌ پنيهل دريا، ريڻ درياءُ بہ ڪنهن زماني ۾ ڪوريءَ ۾ اچي ڪرندا هئا.




**محمد سومار شيخ جو جوڙيل لاڙ جو هڪ نقشو**

(ڳني ڍوري جو وهڪرو، ڍنڍون، تلاءَ ۽ ڪُن)

# ڳڻي ڍوري جي آسپاس وارا ڳوٺ ۽ ڳام

ڳڻي ڍوري جي آسپاس هينئر جيڪي موجوده ڳوٺ آهن، انهن ڳوٺن جو سهارو ڪو ڳڻو ڍورو ڪونہ آهي، پر بيا واهہ ۽ ڪسيون انهن ڳوٺن جي آبپاشيءَ جون گهرجون پوريون ڪن ٿا. انهن ڳوٺن جو، تہ فقط انهيءَ ڪري ذڪر ڪيو آهي، تہ هن قديم ۽ پراڻي ڍوري جي نشاندهيءَ ۽ ڳولا ۾ آساني ٿئي ۽ انهيءَ ڪري بہ اُهي ڳوٺ ڪجهہ اهميت جا حامل آهن، جو پراڻي ڍوري جي پراڻن رهاڪن جون نيون وسنديون آهن. انهن بستين مان اسان کي ڳڻي ڍوري جي ڪناري تي وسندڙ قومن جي چُرپُر جو ڌنڌلو خاڪو ذهن ۾ اُڀري ٿو اچي.

هيءُ ڍورو جيئن پراڻ کان ٽٽي ڌار ٿيو، اولهہ ڏکڻ ڏي رخ رکندو هو، تہ انهيءَ کي قديم وقت ۾ دل ذات جو ڪوٽ منهن پوندو هو. هينئر دل ذات وارن جي ڪوٽ جي پر سان غلام حسين جماليءَ جو ڳوٺ موجود آهي ۽ دل ذات وارن جو دڙو ويران ٿيو پيو آهي. غلام حسين جي ڳوٺ کان ٿورو اولهہ ڏکڻ هلي، هي ڍورو ٻن شاخن ۾ ورهائبو هو. هڪ شاخ ساڄيو رخ وٺيو اولهہ ڏکڻ ويندي هُئي. اُن کي مخدوم نوح رح جي ڪُنيءَ جي اُلهندي کان ڏکڻ ڏي مڙندو ڏسبو هو. اِها شاخ رپ جي اولهہ کان ڏکڻ ڏي وڌندي ويندي هئي. انهيءَ شاخ ۾ ٿورو ڏکڻ هلڻ سان اُها ڇاڙ بہ اچيو گڏبي هئي، جيڪا ڇاڙ ميئن موسي جي پرسان، پيرو لاشاريءَ جي لڳ وهيو، سڌو اونڪيءَ دڙي جي ڏکڻ تان ٿيو، اولهہ ڏکڻ رخ رکندي هئي ۽ وجيو رپ کان اينگر شاخ ۾ گڏبي هئي. پوءِ ڳڻي جو ڍورو ڏکڻ طرف وهندو هو. اُن جي اولهہ ڪناري تي هينئر ڪارن چانڊئي جا گهر آهن، جن مان تاجن چانڊئي، ناٿن چانڊئي ۽ نذر علي چانڊئي جا ڳوٺڙا مشهور آهن. اِها ڳڻي ڍوري جي ڌارا ڏکڻ ڏي وهندي، موجودهہ بدين ۽ ڪراچي رستي کي 4 ميل وٺ گڏبي هئي. هينئر انهيءَ ڍوري جي اولهہ تان فريد فارم آهي.

ڪراچي ۽ بدين روڊ جي ڏکڻ کان ويندي حاجي منڌري جي ڳوٺ تائين، هن ڍوري کي ماٿهو ڳڻي جو ڍورو چوندا آهن، نہ تہ اُتر طرف ڪٿي هن کي ڍورو تہ ڪٿي ڦٽو ڪري چوندا آهن ۽ حاجي منڌري جي ڳوٺ کان ڏکڻ ۾ بہ هن ڍوري جي نالي سان ساڳئي حالت ٿيندي پئي رهي آهي. رستي جي ڏکڻ کان ٿورو ڏکڻ هلي اِهو ڍورو ٻن حصن ۾ ورهائجي ٿو. هڪ اولهہ طرف رخ رکي ٿو ۽ وليج چڪ نمبر 66 جاکيجي ون کان اُڀرندي، نانگ وانگر وٽ ڪائي مُڙي ٿو. اِهو وليج زمين کي غلام محمد بئراج

جي سڏارن موجب مليو آهي، نه ته، اڳي انهيءَ جڳهه تي ماڻهن کي بگهڙ کائيندا هئا. ڳنو پوءِ اُيرندي وري ٿو ۽ پلو خاصخيليءَ جي ڳوٺ کان ٿي اچيو اُن چاڙ سان گڏجي، جا حاجي هاشم چانديو، حاجي عثمان چانديو، ڳنپيرو، ننگر چانگ، فقير جي ڪُن ۽ شير خان چانگ جي ڳوٺ جي پرسان وهيو ٿي اچي. اهي ڊورا ڦتن پرهياڙ جي ڳوٺ جي اُتر ڪان پاڻ ۾ گڏجي وري ڏکڻ طرف رخ رکن ٿا. ڦتن پرهياڙ ۽ غلام حسين پرهياڙ جا ڳوٺ ڏسيو، ڳنو اولهه ڏکڻ ڏي رخ رکي ٿو. انهيءَ ڊوري کي موڙ ڪيسر ٻائيءَ جي ڳوٺ وٽان اچي ٿو، جنهن کي هينئر اڪبر آباد چون ٿا. ڪيسر ٻائي جي وٽان ڪان ڳنو ڏکڻ ور ڪايو اوير لهي ٿو ۽ غلام حسين پرهياڙ جي نئين ڳوٺ جي ڏکڻ تان ٿي، تاجن منڊري جي ڳوٺ جي اُلهندي تان وهي اولهه طرف رخ رکي ٿو. تاجن منڊري جي ڳوٺ جي پرسان، تاجن منڊري جو پراڻو ڪوٽ هو. جيڪو ڪلهوڙن نابود ڪيو. ڳني جي انهيءَ ور ۾ ڳنائي چانگن جا گهر آهن. اُن کان پوءِ هن ڊوري جو ڏکڻ طرف لاڙو ٿئي ٿو. گهڻو ڏکڻ هلڻ کان پوءِ سهيلي منڊري جو ڪوٽ ملي ٿو، اهو ڪوٽ ڳني ڊوري جي اُيرندي تي واقع آهي. انهيءَ کان ٿورو ڏکڻ کان ڳني جي ڪنڌيءَ جي اولهه تان حاجي منڊري جو ڳوٺ آهي. انهيءَ کان پوءِ اهو ڊورو ڏکڻ ڏانهن وهندو وڃي ابراهيم ٻـُچي جي ڳوٺ جي اولهه کان وهي پڳڙا ميمڻ، گولو منڊرو ۽ ڳوٺ پير شيخ قرهيو پانداري جي اولهه تان، اٽڪل روءِ تي ميل پنڌ تان وهي وڃيو ڪُهريءَ ۾ ڪري.

اهي ڳوٺڙا هن ڊوري جي آسپاس موجود آهن. انهن ڳوٺن مان ڪن مکيه ڳوٺن جو ذڪر ڊوري جي نشاندهيءَ لاءِ هيٺ ڪجي ٿو:

**(الف) ڳوٺ غلام حسين جمالي:**

ڳوٺ غلام حسين جماليءَ کي ڪوهر جمالي پڻ چئبو آهي. هن ڳوٺ ۾ اڳي استاد غلام محمد جمالي فائينل جي تياري ڪرائيندو هو. هر سال پاڻ اٽڪل 50 کان مٿي شاگرد موڪليندو هو ۽ گهڻو ڪري سڀ جا سڀ پاس ٿيندا هئا. هن اسڪول ۾ ڪي غريب شاگرد پڻ فائينل جي تياري ڪرڻ ايندا هئا.

سنڌي فائينل جي بند ٿيڻ کان پوءِ، انهيءَ اسڪول جو ڦٽي وڃڻ قدرتي هو. استاد صاحب به تلهار لڏي ويو. مذڪوره اسڪول ڦٽي ويو آهي. جمالي به گهڻا لڏي اچي تلهار ۾ رهيا آهن. انهيءَ ڳوٺ جي ڏکڻ اوير کان ”دل ذات جو دڙو“ آهي، جنهن جي پرسان ”ڪنب“ جو وڏو ڪُن آهي، جو ڳني جي ڊوري جو وڏي ۾ وڏو ڪُن ليکجي ٿو.

**(ب) پيرو لاشاري:**

هي بدين حيدرآباد ريلوي رستي تي مشهور اسٽيشن آهي. چون ٿا تہ، جڏهن ريلوي لائين وڇائي رهيا هئا ۽ اتي اسٽيشن قائم ڪري رهيا هئا، تڏهن پڇا ڪيائون تہ هتي ڪو ڳوٺ آهي يا نہ؟ ڏس ملين تہ پيرو لشاري پرسان رهي ٿو. پوءِ اسٽيشن جو نالو انهيءَ تان رکيو ويو.

هن اسٽيشن جي پرسان ڳنو ڊورو گذرندو هو. پيرو لاشاريءَ جي اسٽيشن تي شين جا ٻہ ٽي دڪانڙا آهن. هن اسٽيشن جي اُبرندي تان ٻن ميلن جي مفاصلي تي، شاهہ گُهريو جو قبرستان ۽ مقبرو آهي. جنهن جا شيخ مجاور آهن. پير شيخ قرهئي پانداريءَ وانگر هي بزرگ ڏاتار پير سان طريقت واري سلسلي ۾ ڳنڍيل آهي. هن درگاهہ تي فيبروريءَ ۾ ميلو لڳندو آهي، جيڪو هفتو ڪن هلندو آهي ۽ اتي جا رهاڪو مريدن جي آرام لاءِ ننڍيون ننڍيون اوطاقون اڏيندا آهن. هن ميلي تي پنجن هزارن تائين ماڻهو زيارت لاءِ ايندا آهن. شاهہ گهرئي جي درگاهہ ڏانهن وڃڻ لاءِ اتان ئي رستو آهي.

تورو پريان اسماعيلي خواجن جو مرشد شاہ طريل جو مقبرو آهي. پر اُن درگاهہ تائين پهچڻ لاءِ تلهار ڪان آسانيءَ سان پهچي سگهجي ٿو. تلهار ڪان نڪري، ٽنڊي باگي جي رستي تان شاهہ طريل جي درگاهہ تي اسماعيلي پهچندا آهن. آغا خانين جي سنڌ ۾ اها وڏي ۾ وڏي درگاهہ آهي. اِها درگاهہ پڻ پيرو لاشاريءَ ڪان نظر پيئي ايندي آهي.

پيرو لاشاريءَ جي پرسان ٽالپرن، خاصخيلين، ملاحن، اونن ۽ ٿيبن جا ڳوٺ آهن. پيرو لاشاريءَ جي اُلهندي ۽ ڏکڻ ڪان آرين جو دڙو آهي. مذڪوره دڙي مان شاهہ جهان جي وقت جا سڪا هٿ لڳا آهن. آرين جو دڙو نڪراڻ جو ميڙ هو. هينئر اُتي بني ٿي ويئي آهي. پيرو لاشاري جي اوسي پاسي ڇڙوڇڙ نموني ۾ تاريخي مواد تمام گهڻو پيل آهي. ڪو ڳولائو هٿ ڳنڍي لڳندو تہ سهڻي ۽ گهڻي معلومات ملڻ جو وڏو امڪان آهي.

**(ج) ڳوٺ مولوي تاج محمد چانگ:**

هيءُ ڳوٺ مخدوم نوح رح جي ڪُنيءَ جي اولهہ ڪان آهي. هن ڳوٺ ۾ 20 ڪن گهر آهن. هن ڳوٺ جي اُتر ڪان اڌ ميل تي ڳنو ڊورو وهندو هو. اِهو ڊورو آڳاٽي وقت ڪان وهي وجيو دقري ۽ مچياريءَ ۾ پوي ٿو. مچياريءَ جا چانگ مشهور آهن. تاج محمد وارا چانگ بہ انهن چانگن سان لاڳاپيل آهن.

**(د) رپ:**

پراڻي ڳنڍي جي ڪناري تي "رِپُ" نالي ننڍڙو ڳوٺڙو پڻ آهي. "رِپُ" جو جمع "رپون" آهي. "رِپَ" لفظ جي معنيٰ آهي وڏي آفت، مصيبت. وڏو پٽر ۽ پڻ رپ جي معنيٰ "چالاڪ" ۽ "هوشيار" بہ آهي. رپ تي اهو نالو چا تان پيو، سو پتو ڪونہ آهي. هن ڳوٺ ۾ تيبا رهن ٿا. محمد اشرف تيبو مشهور تي گذريو آهي.

محمد اشرف تيبي 40 ورهين جي ڄمار ۾، ڀرين نومبر سن 1955ع ۾ وفات ڪئي. پاڻ هڪ دفعو حج ڪرڻ ويو تہ پاڻ سان 8 بيا بہ ماڻهو حج تي وني ويو هو. پاڻ مهمان نواز بہ اول درجي جو هو. جيستائين وٽس ڪو مهمان نہ ايندو هو، تيستائين ماني نہ وٺندي هئس. پاڻ تہ ايرا سيرا ڪپڙا پائيندو هو، پر نوڪرن کي سهڻا ۽ مهانگا ڪپڙا وني ڏيندو هو. گهڻا ماڻهو پاڻ کي رئيس جي بدران نوڪرن کي رئيس سمجهندا هئا. هرڻ جو شڪار شوق سان ڪندو هو. ميون بهاء الدين ساڄن جي وسيءَ وارو سندس مرشد هو. اُن جو ڏاڍو لحاظ رکندو هو. قبلہ سائين عالي شاهہ جيلانيءَ جي ڪوٽ تي ايندو هو، تڏهن وڏي دروازي وٽ جُتي لاهي ڇڏيندو هو. وڏيري جا نوڪر ۽ بيا ڏاڍي ملڪيت ڪائيندا هئا. پاڻ چوندو هو، تہ "منهنجو ويندو ئي ڪونہ. هو رڳو پنهنجي اکين جو ڏوڻ ٿا پلين."

هن جي فرزند مدرسي کي هاءِ اسڪول ۾ تبديل ڪيو. وڏيري محمد اشرف وٽ هڪ بہ ڪارون ائين ئي رهنديون هيون، پر تڏهن بہ گهوڙي تي چڙهي ۽ پنڌ ڪندو هو. ڪري ۾ ويندو هو، پوءِ دل کولي سخاوت ڪندو هو. ڪڏهن تہ ڪرن جا ڪرا خيرات ۾ لٽائي ڇڏيندو هو. نوڪر چوندا هئس تہ: "سائين ائين ڪندا تہ پنيان پورت ڪونہ تيندي." تڏهن چوندو هو تہ، "پورت ڪرڻ وارو مالڪ آهي. هيءُ اُن جو ڏنو آهي، اُن جي نالي ڏبو، تہ کوٽ نہ پوندي."

رپ ۾ پرائمري ۽ هاءِ اسڪول آهن. ڀراڙيءَ ۾ وڏيرن جو اهو ڳوٺ هڪ مثالي ڳوٺ آهي. مذڪوره وڏيرو مخدوم نوح جي ڪُنيءَ تي ايندڙ سيني ماڻهن کي ماني کارائيندو هو ۽ سندس فرزند محمد رحيم بہ پنهنجي ابي ڏاڏي جي ڪار ڪندو اچي.

**(هـ) ڪارا چاندیا:**

ڳنڍي جي ساڄي ۽ کابي ڪنڌيءَ تي ڪارن چانڊين جا ڳوٺڙا آهن. جن مان تاجن، ناٿن ۽ نذر علي چانڊئي جا ڳوٺ خاص ڪري مشهور آهن. مذڪوره

چانديا "ڪارا چانديا" ڪري سڏبا آهن. پراڻي وقت ۾ اِهي گهر چوريءَ کي پنهنجو ڌنڌو سمجهندا هئا.

پر هاڻي ڪجهه ساڃهه جو ثمر مليو اٿن، ۽ صفا اڱوڻي وانگر چوريءَ تي لاهيو پاهيو ڪونه ٿا وهن. ٻنيون ٻارا ٻه ڪندا آهن، پر جي ڪو چور وٽن اچي پناهه وٺندو آهي، ته آئي جو قدر ڪندا آهن.

ڳالهه ٿا ڪن، ته نذر علي چانڊئي جو والد بزرگوار دوست محمد چانديو عرف دوسو چانديو، انگريزن جي ڏينهن ۾ مشهور چور هو. انگريزن ڪيترئي ڪيس سزائون ڏنيون، پر باز نه آيو. تڏهن لاچار تي ڪيس ڪاري پاڻيءَ ڏانهن موڪلي ڇڏيائون. پوءِ پوئين ڄمار ۾ موٽي مُلڪ آيو. ڪِن اهو به ٻڌايو، ته اِهي ڪارا چانديا مشهور چور انگريزن جي به خلاف هوندا هئا. ڪاري پاڻيءَ جي سزا انگريزن دوسو چانڊئي کي رڳو انهيءَ ڪري ڏني هئي، جو هُن انگريزن جو سِک قتائي وڌو هو. آخر انهيءَ اڙٻنگ مڙس ڪان هو ڪک تي پيا ۽ ڪاري پاڻيءَ جو ڪيس منهن ڏيڪاريائون، پر هو مڙس، تڪليفون سهي، ڏک ڪاٽي موٽي آيو. مئو وري به پنهنجي وطن ۾. اُن جو اولاد سندس جاءِ پريو وينو آهي.

### (و) ڳوٺ حاجي لڪاڏنو چانديو:

حاجي لڪاڏنو چانديو پنهنجي ڳوٺ جو پريو مڙس هو. سندس ڳوٺ ۾ مسجد ۽ اسڪول سان گڏ اوطاق به نهيل آهي. هن جي ڳوٺ ۾ ڪولهي، خاصخيلي ۽ چانديا رهن ٿا. جن جا تقريباً 20-25 گهر تيندا.

### (ز) حاجي عثمان چانديو

ڳني ڍوري جي ايرندي ۾، گولاڙچي- بدين روڊ جي ڏکڻ ڪان ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ ۾ چانديا، مهاڻا، ڪولهي ۽ خاصخيلي رهن ٿا. ڳوٺ ۾ ڪُل 50 ڪن گهر تيندا.

### (ح) شيرخان چانگ (ننديو):

لاڙ ۾ شيرخان چانگ جهڙو ڏاهو ۽ مٿير مڙس پونئين دور ۾ ٻيو ڪونه سُجهي. هن بزرگ کي گهٽائي سال دنيا ڇڏي تي ويا هوندا. سندس جنازي ۾ پير عاليشاهه جيلاني خود کهي وڃي شامل ٿيو. هونئن پاڻ مريد ملوڪ شاهه جو هو، پر اُهو گهڻو دير سان اچي مرحوم جي لاش تي پهتو. پيرن جا جڏهن

جهڳڙا هئا. تڏهن شيرخان چانگ، ملوڪ شاهه جي طرفان قبله سائين عاليشاهه جي خلاف خوب ڪم ڪيو هو. پر تنهن هوندي به قبله سائين کي اِهو بزرگ ڏسندو هو. تڏهن اچيو قدمن تي ڪرندو هو. ۽ قبله سائين جو ادب بجا آڻيندو هو. مون شيرخان چانگ کي سندس ڳوٺ ۾ سن 1955ع ڌاري ڏٺو هو. اُن وقت آءٌ بدلي تي سندس ڳوٺ ويو هوس. اسڪول ۾ هڪ به ٻار ڪونه هو. ڳڻي جي ڏوري جي ڪابي ڪپ تي عثمان چانڊئي جو اسڪول هو. ٻار گهٽو ڪري اوڏانهن هليا ويا. عثمان چانڊيو ۽ هي بزرگ پاڻ ۾ ڪونه نهندا هئا. چوته، هو سائين عاليشاهه جو مريد هو. شيرخان چانگ جو خيال هو، ته ماستر جي رپورٽ ڪندو، ته اسڪول ۾ ٻار نه آهن، ته اسڪول بند ٿي ويندو. اِها منهنجي بي عزتي ٿيندي. اِهو ڏسي هن پين ماسترن وانگر مون کي به چيو، ته "ٻار ٻار ڪجهه به ڪونهي. توکي ڪوڙيون سچيون حاضريون پرڻيون پونديون. اسڪول خلاف رپورٽ نه ڪرڻي پوندي. آفيسر چاڻن آءٌ چاڻان. جڏهن ايندين تڏهن ٻوڙ ماني ملندءِ. جي گهر وينو هوندين، ته به پرواهه نه آهي." ٻڌو هوم، ته ماڻهو ڪنهن اُبهرائي جي ڪم ڪرڻ واري کي مهڻو ڏيندي چوندا هئا، ته "ڪم ته ڪي شيرخان چانگ جهڙا اٿئي." هينئر آءٌ خود اُن مرحوم اڳيان هوس. سوچيم ته ڦاٿس ته چڱو. عافيت اُن ۾ هُئي ته هُنَ سان "ها" ۾ "ها" ملايان. مون ائين ڪيو. هن مون کي يڪدم "سمجهو" چيو ۽ چيو ته، "جي هيڏانهن هوڏانهن ڪرين ها، ته ڪر خبرون به لوڪ سان ڪرين ها." مرحوم مري ويو آهي. مون کي به مرڻو آهي، هن جو وڏو نڪ طوطي وانگر وريل ۽ وڏو پٽڪو ۽ شوخ اکيون اڄ به ياد پيون اچن. مون اِهو احوال پنهنجن آفيسرن سان ڪيو. هو اُن سان پُڄي ڪونه سگهيا. البت چربٽ راجا جي قانون کي ياد ڪري، مون کي بطور "سزا" اشرف آباد ۾ بدلي ڪرائي ڇڏيائون.

مرحوم شيرخان چانگ پنهنجي ڪيس جو ڪڏهن به وڪيل نه ڪندو هو. وڪيلن کي به منجهائي وجهندو هو ۽ پاڻ گهڻو ڪري ڦڏن، فسادن، ڪيسن ۽ شنواين ۾ گذاريائين. گهڻا ٻالا ڀولا ماڻهو وٽائنس اچيو صلاحون وٺندا هئا ۽ جيڪو سندس صلاحن موجب هلندو هو. سو ڪورٽ مان ڪيس کٽيو ايندو هو.

مذڪوره شيرخان چانگ شاهه قادريءَ جي مقام ۾ آرامي آهي. اهو ننڍو شيرخان هو ۽ سندس والد جو نالو ڪمال خان هو. پاڻ چانگن جو پٽيل هو. هن

بزرگ جو وڏو شيرخان ميرن جي ڏينهن ۾ ڳوٺ غلام حسين پرهياڙ جي ڳوٺ جي پرسان رهندو هو. اُن جو ذڪر اڳتي هلي ايندو.

**(ط) ڳوٺ فقير جو ڪُن:**

هن ڳوٺ ۾ ڀهراڻي فقير رهندا آهن. اِهي فقير ڪونڙي اولياءَ جا مجاور آهن. مذڪوره اولياءَ تي 8- ذي الحج تي ميلو لڳندو آهي. اِهو اولياءَ شيرخان چانگ جي ڳوٺ جي ڏکڻ طرف ڊوري جي اُلهندي تان ميل ڪن پنڌ تي آهي. گهڻو ڪري سيني اوليائن جا مجاور پنڻ ڪي شيوو بنائيندا آهن، پر هي اِهي فقير آهن، جن پنڻ جي بدران ٻني ڪري پيٽي گذر سفر ڪيو آهي.

**(ي) يلو خاصخيلي:**

يلو خاصخيليءَ جو ڳوٺ اڳي ڳني جي اُڀرندي ڪان هيناهينءَ ۾ هو. سن 1913ع ۾ ٻڏڪُن وٽان سنڌونديءَ کي گهارو پيو. سڄو ملڪ ٻڏي ويو. اُن وقت يلو خاصخيلي اُتان لڏي، شاهه اسماعيل جي اولهه تان پراڻو دڙو هو، اُتي اچي وينو. انهيءَ دڙي جو اصل نالو الائي ڇا هو، پر هينئر اِهو يلو خاصخيليءَ جو ڳوٺ سڏجي ٿو. هن ڳوٺ ۾ هينئر 10 کن گهر آهن. هن ڳوٺ جي ڏکڻ ڪان ستين جو مقام آهي. هن ڳوٺ ۾ صرف خاصخيلي رهندڙ آهن.

**(ڪ) غلام حسين پرهياڙ:**

هيءُ ڳوٺ توت بادشاهه جي ٽلهي تي نهيل آهي. ڦتن پرهياڙ جي ڳوٺ جي اُڀرندي ۾ واقع آهي. هن ڳوٺ جو وڏيرو 60 کن ورهين جو ٿيندو. هن ڳونڙي ۾ ميگهواڙ، ڪيچي، گهنان، پنجابي ۽ ٻيا رهن ٿا، جن مان پرهياڙ سڀ ڪان گهڻا رهن ٿا. غلام حسين پنهنجو نئون ڳوٺ تاجن جي ڪوٽ جي پرسان وڃي ٻڌو آهي، پر هن ڳوٺ سان سندس تعلق رهندو پئي آيو آهي. هن ڳوٺ کي ٻوڏ جو منهن ڏسڻو نٿو پوي، ڇوته دڙي تي نهيل آهي. اُن دڙي تي جتي اڳي توت بادشاهه جو ڪوٽ هو، اُتي هينئر مذڪوره ڳوٺ جا باشندا رهن ٿا.

**(ل) ڦتن پرهياڙ جو ڳوٺ:**

هيءُ ڳوٺ سن 1913ع ۾ ٻڏڪن جي ٻوڏ ڪان پوءِ نهيو. جيتوڻيڪ هن ڳوٺ جو پايو ڦتن پرهياڙ وڌو، پر هينئر هن ڳوٺ ۾ هڪ ٻه پرهياڙ ڪونه ٿو

رهي. هن ڳوٺ ۾ ملاح، شيخ، گهنان، ماڇي، ميمڻ وغيره رهن ٿا. هن ڳوٺ ۾ ويهارو کن گهر ٿيندا. ڳوٺ ۾ اسڪول ۽ مسجد بہ آهي.

**(م) حاجي منڊرو:**

ڳڻي جي تاجهڙي ڇن ۽ لُنڊي ڇن جي اولهہ ۾ ۽ ڪاجهر ڇن جي اوڀر ۾ حاجي منڊري جو ڳوٺ آهي. حاجي منڊري سان 23-8-1968ع ۾ بدين ۾ ملاقات ٿي هئي. پاڻ اُن وقت 50-55 ورهين جو هو. پاڻ ٻڌايائين تہ، "اسين انهيءَ پڊ تي اڳاٽي وقت کان ويٺا آهيون. منڊرن جي پراڻن دشمنن مان ورڻ آهن." هن ڳوٺ ۾ 20 کن گهر آهن. ڳوٺ ۾ اسڪول ۽ منسجد شريف بہ آهي. متي ذڪر ڪيل ڇنون هينئر ٻنين ۾ تبديل ٿي رهيون آهن.

**(ن) ڳوٺ ابراهيم ٻُچو:**

ابراهيم ٻُچي جو ڳوٺ پڳڙا ميمڻ کان اُتر اولهہ طرف ٻن ميلن جي مفاصلي تي واقع آهي. ڳڻو ڏورو هن ڳوٺ جي اولهہ کان لنگهي ٿو. هن وسنديءَ جي اولهہ کان شيخ نورئي جو دڙو آهي ۽ اولهہ ڏکڻ طرف ننڊ ڪوٽ آهي، جنهن سان "مومل ۽ مينڊري" جو قصو واڳيل آهي.

**(س) ڳوٺ پڳڙا ميمڻ:**

هيءُ ڳوٺ ڳڻي ڏوري کان ٻہ ميل اوڀر تي واقع آهي. هن ڳوٺ ۾ ميمڻ منڊرا، شيخ، ملاح ۽ ٻيون برادريون رهن ٿيون. جيتوڻيڪ هي ڳوٺ ڳڻي ڏوري کان ٻہ ميل اوڀر طرف آهي، پر مذڪوره ڏوري جي اُهڃاڻ ڏيڻ لاءِ انهيءَ ڳوٺ جو حوالو ضروري آهي، ڇوتہ ٻيا ڳوٺ غير معروف آهن.

**(ع) ڳوٺ گولو منڊرو:**

هيءُ ڳوٺ ڳڻي جي ڏوري کان ڏيڍ ميل اوڀر طرف ٿيندو. "هميت ڊنڊ" جيڪا، ٻن ميلن کان بہ وڏي آهي، سا ذري گهٽ گولي منڊري جي ڳوٺ سان اچي لڳي ٿي. هتي جا رهندڙ منڊرا، سوڍا، ملاح درگاهہ شيخ پير قرهئي پانداريءَ جا معتقد ۽ مريد آهن.

**(ف) ڳوٺ پير شيخ قرهيو پانداري:**

هيءُ ڳوٺ اڳي شهر هو. هينئر رڳو کنڊر رکي ٿو. درگاهہ کان ٻن ميلن تي سهڻيءَ واري دڙيءَ کان ڳڻي ڏوري جو وهڪرو ڏکڻ طرف وڃي ٿو، پر هميت

۽ سانڊوهہ ڊنڊون هن ڳوٺ سان اچيو اڏ ميل تي بيهن. انهيءَ لحاظ کان اهو پراڻو تاريخي ڳوٺ ڳڻي ڊوري جي ڪنڌيءَ تي ساريو ويو آهي. هي ڳوٺ اڳي ”مرڪان جو ڳوٺ“ سڏبو هو. پوءِ پٽي شيخ ٿيا، تہ ڳوٺ سندن مرشد پير قرهئي پانداريءَ جي پنيان قرهئي پانداريءَ جي نالي سان سڏيو ويو. مذڪوره بزرگ سومرن جي ڏينهن ۾ وصال ڪيو. سندس مضبوط مقبرو غلام شاهہ ڪلهوڙي تعمير ڪرايو ۽ هن درگاهہ کي ”شاهہ ڪرهہ“ جي نالي سان ياد ڪيائين. هتي ڪجهہ عرصو پاڻ رهيو ۽ پاڻ لاءِ ڪوٽ بہ نهرايو هئائين.

هتي جا شيخ مشهور معروف پٽي رهيا آهن. قرهئي جي شيخن جا ٽي وڏا پاڙا آهن، جهڙوڪ: ”گهمناٽي“، ”رمضاٽي“ ۽ ”پناٽڪي“. هنن بزرگن مان مرڪان، شيخ الله بچايو ۽ ٻيا اديب ۽ شاعر ٿي گذريا آهن. هن درگاهہ تي سال بسال پوهہ مهيني جي پهرين سومار تي ميلو لڳندو آهي. هن ڳوٺ کان اوير ۾ ٻن ميلن تي پراڻ جو وهڪرو آهي. هن ڳوٺ کان پوءِ ڳڻو ڊورو موجوده رڻ مان وهي وجي، ڪوري نار ۾ پوندو هو. هينئر رڳو نشان وجي رهيا آهن.




**محمد سومار شيخ جو جوڙيل لاڙ جو هڪ نقشو**

(ڳٽي ڏوري جي ڀرپاسي وارا ڳوٺ ۽ ڳام)

باب ڇهون

# ٻڃني ڍوري جي ڪنارن تي آرامي ٿيل ولي الله

ٻڃني ڍوري جي ڪناري تي ڪئين ولي الله آرامي آهن، جن مان ڪن جو احوال ۽ نالو ماڻهن کان ملي سگهيو آهي ۽ ڪي تہ اهڙا اڳاٽي وقت جا بزرگ آهن، جن جي نالي ۽ احوال کان اسين اڻ واقف آهيون. اهڙا غير معروف بزرگ نم جي دڙي جي پرسان ۽ صوبي جي پُـڙي جي ويجهو آرامي آهن، جن جو ڪيتريءَ ڪوشش کان پوءِ بہ احوال ملي نہ سگهيو آهي. ڪن بزرگن جا تہ قديم اهڃاڻ ۽ آرامگاهون بہ مِـٽجي ويون آهن.

هن تذڪري ۾ پير جمڙو، احمد شاهہ ۽ گجڻ پير، محمود غزنويءَ جي ڏينهن جا بزرگ آهن. عبدالرحيم ڏيتو، شاهہ صدر ڪوٽڙي پير، شيخ توريو ۽ پير شيخ قرهيو پانداري جي سومرن جي ڏينهن جا بزرگ آهن. سيد سليمان شاهہ، ڪلهوڙن جي ڏينهن جو بزرگ آهي. باقي بزرگن جي وقت جو تعين ڪري نٿو سگهجي، شايد اُهي بزرگ گهڻو اڳاٽي وقت ۾ گذريا آهن.

**(الف) جـُـمڙو پير:**

جـُمڙو پير، ڳوٺ غلام حسين جماليءَ جي پرسان آرامي آهي. هيءُ بزرگ محمود غزنوي سان گڏ جهاد - سومنات لاءِ ويو هو ۽ پوءِ انهيءَ جڳهہ تي اچي پساهہ پورا ڪيائين. هن سڀوري ڪي ڳوناٽا وڏي عزت ڏيندا آهن، انهيءَ بزرگ لاءِ عقيدت جا گل نڇاور ڪندا آهن ۽ سلام پريندا آهن. هن تي جمالي برادريءَ وارا ميلو پڻ لڳائيندا آهن.

**(ب) احمد شاهہ:**

جـُمڙي پير جو ٻيو ساٿي احمد شاهہ آهي. هي بزرگ پڻ غزنوي فوج جو هڪ سپاهي هو، ۽ مرڻ وقت ڳوٺ غلام حسين جماليءَ کان اولهہ ڏکڻ توري پنڌ تي آرامي ٿيو. هن بزرگ کي بہ پرپاسي وارا ماڻهو جمڙي پير وانگر عقيدت سان ڏسندا آهن. هي سومنات جا مجاهد ”گجڻيءَ وارا پير“ بہ ڪري سڏبا آهن.

**(ٻ) مخدوم نوح رح جي ڪـُـني:**

رپ جي ڏکڻ کان توري پنڌ تي مخدوم نوح رح جي ڪـُـني آهي. هيءَ ڪـُني ڏيتي بزرگ جي ياد ۾ تيندي آهي. عبدالرحيم ڏيتي جو ذڪر مون

”ڳڻي جون نيم تاريخي ڳالهيون“ ۾ ڪيو آهي. هن ڪُنيءَ تي هرسال ربيع الآخر مهيني ۾ ماڻهو گڏ ٿي نماز پڙهندا آهن. انهن ماڻهن جي ڪاڌي جو بندوبست ٿيٻا ڪندا آهن. هن ڪُنيءَ ۾ هرسال هزارين ماڻهو گڏ ٿيندا آهن ۽ پنج وقت نماز پڙهي، پوءِ هليا ويندا آهن.

**(ٻ) شاهه صدر:**

هيءُ بزرگ حاجي عثمان چانڊئي جي ڳوٺ ۽ ڳڻي ڏوري جي اُلهندي ڪان آرامي آهي. ٻڌڻ ۾ آيو آهي، تہ هي بزرگ حضرت بهاء الدين ملتانيءَ جو معتقد هو ۽ جڏهن سنڌين ننڍي ۾ مذڪوره ملتاني بزرگ کي شهيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، اُن ڪان پوءِ سنڌين جو ملتان وڃڻ بند ڪيو ويو. پر هن شاهه سڳوري ۽ راجسين سومراڻي گڏجي بهاء الدين جي خدمت ۾ حاضري ڀري، تنهن ڪان پوءِ سنڌين کي ملتان اچڻ جي موڪل ملي. شاهه صدر تي مقامي ماڻهو ميلو لڳائيندا آهن ۽ نذر نياز بہ ڪندا آهن.

**(ت) ڪوٽڙي پير:**

هيءُ بزرگ اڳاٽي وقت جو آهي، اڳي مٿس قبو اڏيل هو، جنهن جي ڪرڻ سبب اُهو قبر تي دڙو ٿي پيو آهي. هن بزرگ جو ٻهراڻي فقير ميلو لڳائيندا آهن. اهو بزرگ شير خان چانگ جي ڳوٺ ڪان ڏکڻ طرف ميل ڪن پنڌ تي آرامي آهي. هن جا مجاور فقير جي ڪُن ۾ رهندا آهن. ڏوري جي موجوده ڳوٺن جي ذڪر ۾ انهن فقيرن جي ڳوٺ جو ذڪر ڪيل آهي.

**(ث) شاهه اسماعيل:**

هيءُ بزرگ اڳاٽي وقت جو آهي. هن جي مقام جي پرسان ٻبرن جي هُڙهي آهي، اُن جو ڪير بہ نالو نہ وٺندو آهي. سڄي قبرستان کي ويڙهو ڏنل آهي. هن بزرگ تي ڪَتيءَ واري مهيني جي 7- تاريخ ميلو لڳندو آهي. هي ميلو ڳاڙها سيد لڳائيندا آهن. ڳوٺ جي اُيرندي ڪان ابراهيم جوڻيجي جو ڳوٺ ڇڻن ميلن تي آهي، ڳاڙها سيد اُتي رهندا آهن. جيڪي هن بزرگ جي پيڙهيءَ مان آهن. هن درگاهه تي ميلي وقت ملاکڙو لڳندو آهي ۽ ڪُني بہ ٿيندي آهي.

**(ٿ) ستين جو مقام:**

هي سڳوريون جيتوڻيڪ عوام اڳيان ولي الله جو درجو نٿيون رکن. پر انهن لاءِ عوام کي عقيدت آهي. ستين پنهنجو سيل بچايو ۽ ظالمن اڳيان پنهنجو ست

بچائي جان ڏني، اها قرباني شهادت جو درجو رکي ٿي. هي مقام پلو خاصخيليءَ جي ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ موجود آهي. انهيءَ مقام کي ماڻهن پڪين سرن سان پختو ڪرائي ڇڏيو آهي. ڳني جي سورمي "پرمان" پڻ انهيءَ مقام ۾ آرامي آهي. جنهن جو ذڪر "ڳني جون نيم تاريخي ڳالهيون" ۾ تيل آهي.

**(ٿ) پير جـُنون:**

هيءُ بزرگ ڦتن پرهياڙ جي ڳوٺ جي ڏکڻ ۾، ڳني جي ڪاڇي ڪناري تي آرامي آهي. هيءُ بزرگ گجرات جو هو، هتي تبليغ لاءِ آيو هو. هن جا مريد ۽ معتقد ٿر ۽ ڪڇ کان اڄ ايندا هئا جي هت اچي متس ميلو لڳائيندا هئا. خاص ڪري ڏيپلي وارن ميمڻن جو هن درگاهه تي سنو ميلو لڳندو هو. هينئر به مقامي ماڻهو متس ميڙو لڳائين ٿا.

**درس محمود ٻانهاڻي:**

درس محمود ٻانهاڻي بزرگ ساميءَ جي دڙي جي اُيرندي کان پنهنجي قبرستان ۾ آرامي آهي. ڳالهه مشهور آهي، ته پاڻ شاهه ڪريم بلڙيءَ وارن جي پاڪن لاءِ گجرات مان جنڊ ڪٽي اُتي پهتو هو. ساميءَ فقير کي به هن بزرگ اتان پچرايو. پاڻ پوءِ اتي ئي رهيو. سندس نياڻيون سندس وصال کان پوءِ وارث ونني ويا. هن بزرگ تي اُتي وينل ماڻهو ميلو لڳائيندا آهن. مال بيمار تيندو آهي ته، درگاهه وٽ آڻي ڪانيءَ هينان لنگهائبو آهي، ته وليءَ جي ڪرامت سان اُهو چڱو ڀلو ٿي ويندو آهي.

**(پ) سيد حسن شاهه:**

ساميءَ جي دڙي جي الهندي کان لڳولڳ سيد حسن شاهه آرامي آهي. هن تي به ماڻهو بيمار مال آڻيندا آهن ۽ پرهياڙ 27 نيهاريءَ تي هن بزرگ تي ميلو لڳائيندا آهن.

**(ق) سيد سليمان شاهه:**

هيءُ بزرگ تاجن جي ڪوٽ جي پرسان، اُيرندي اُتر ڪنڊ تي آرامي آهي. هن جا منڌرا معتقد ۽ مريد آهن. هن جي پاراتي سبب تاجن منڌري پنهنجو تخت وڃايو.

پاڻ هڪ مجيل بزرگ ۽ شاعر هو. سندس ڪلام وڏيڪ هٿ اچي نه سگهيو آهي، البت زماني جي گردش مان نڪرندڙ هڪ بيت اسان وٽ پهتو آهي، جيڪو

”ڳنائي شاعر ۽ اديب“ واري حصي ۾ شامل آهي. هي بزرگ مغلن ۽ ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ زنده هو. ڪلهوڙن جي ابتدائي دؤر ۾ واصل بالله ٿيو.

**(ڃ) گجڻ پير:**

سهيلي منڊري جي ڏکڻ ۾ ۽ حاجي منڊري جي اُپرندي ڏکڻ ڪان، ڳچ پنڌ تي مذڪوره بزرگ آرامي آهي. هن جي مريدن مٿس مقبرو نهرايو آهي. هيءُ بزرگ پڻ غزنوي شهسوارن مان هڪ آهي. هن بزرگ جي اولهه ڪان نئون قاضيا واهه گذري ٿو. هن سومناتي مجاهد تي هر سال ميلو لڳندو آهي ۽ روحانيت جا پانڌيڙا پنهنجي روحاني تازگيءَ لاءِ انهيءَ ميلي تي ضرور اچي سلامي ٿيندا آهن.

**(چ) شيخ نوريو:**

هيءُ بزرگ آڳاٽي وقت جو درويش آهي. هن جي آرامگاهه نندڪوٽ جي ڏکڻ ڪان ۽ ابراهيم ٻُچي جي ڳوٺ جي اولهه ۾ واقع آهي. سندس قبرستان هڪ دڙي تي آهي، جو اتڪل روهِ ٻن ڪان وڏيڪ چونڪڙين تي پکڙيل آهي. هن بزرگ جا مريد منڊرا ۽ ٻُچا آهن. هن جي ياد ملهائڻ لاءِ سندس مريد ڏهاڙو ملهائيندا آهن.

**(جهه) پير شيخ قرهيو پاندارِي:**

هيءُ بزرگ جميل شاهه گرناريءَ جو وڏو خليفو ۽ پانداري هو. پاڻ تبليغ ڪرڻ لاءِ آيو ۽ پنهنجي حد [يعني ڪڪرالي جي اپرندئين پاسي ڳنـي ۽ پراڻ جي وچ ۾] اندر تبليغ ڪري پڻي، ملاح، ميندرا ۽ شيخ جيڪي هت رهن ٿا، تن کي مسلمان ڪيائين. پاڻ سن 675هه ۾ وصال ڪيو. ڪيس وفات واريءَ جڳهه تي دفن ڪيو ويو. سندس ديني اولاد، شيخن ۽ ٻين مريدن مٿس مقبرو نهرايو، سندس درگاهه تي اِهو مقبرو ڪمزور ٿيڻ تي غلام شاهه ڪلهوڙي مضبوط مقبرو نهرايو، جيڪو اڄ بہ موجود آهي. سندس درگاهه تي قرهيي پوٽا شيخ پوهه جي مهيني جي پهرئين چنڊ تي، آچر ڪان ونـي ميلو لڳائيندا آهن، جيڪو 4 ڏينهن ساندہ هلندو آهي.




**محمد سومار شيخ جو جوڙيل لاڙ جو هڪ نقشو**

(ڳني ڊوري جي ڪنارن سان ابدي آرامي الله جا ولي)

باب ٽيون

# ڳتائي شاعر ۽ اديب

ڳتي ڍوري جي ڪناري تي يا اوسي پاسي ڪئين اديب، شاعر ۽ عالم تي گذريا هوندا. پر زماني جي هوا، اُهي اسان کان ڪسي ورتا آهن. البت انهن ڪٽن مان ڪي ڪٿا مليا آهن، جيڪي هن باب ۾ ڏنا ويا آهن. شاعرن ۽ اديبن جو ذڪر زماني وار نه، پر ڳتي جي وهڪري موجب ڪيو ويو آهي.

تاريخي لحاظ کان ڳتي جي ڪناري تي قديم شاعره 'مرڪان شيخڻ' آهي، جيڪا سومرن جي ڏينهن ۾ موجود هئي. اُن کان پوءِ سليمان شاهه جو نالو اچي ٿو. آخر ۾ شيخ الله بچايو، غلام محمد جمالي، صديق جمالي، اُستاد رفيق جمالي، الله بچايو جوڻيجو ۽ صديق ملاح اهم آهن.

**1. صديق جمالي:**

ڳوٺ غلام حسين جماليءَ ۾ هيءُ شاعر سن 1885ع ۾ پيدا ٿيو. اکين جي سَڄي هوندي به دل روشن هوندي هيس. هو پنهنجو دڪان هلائيندو هو، سواءِ ڪنهن جي مدد جي پري پري تائين هليو ويندو هو. هٿ لڳائڻ سان هرڪا شيءِ سڃاڻي سگهندو هو. پاڻ سانوڻ فقير جي طرز تي ڪلام به جوڙيندو هو. استاد غلام محمد جماليءَ هن بزرگ جو ڪلام "بينظير بيت" جي نالي سان جمع ڪيو هو. هن سن1951ع ۾ وفات ڪئي.

سندس ڪلام جو نمونو عرض رکجي ٿو:

ڏيئي پانڌ پناهه جو، تون هل بره چتائي بر
ڪميٽي ڪانڌ ڪي، پهچي کهڙيءَ پر،
هوت بنان آءُ هيڪلي، ڏوريان ڪيئن ڏونگر،
هوت بنان آءُ هيڪلي، چلي پيس چپر،
ڪٿديس پير پنهونءَ جا، آءُ رند وني رهبر،
اُٿ ته آريءَ ڄام جا، آهن نيلا نشانبر
اُٿ ته آريءَ ڄام جا آهن ڪيچي ڪبوتر،
مون سڄيءَ سان صديق ڇئي ويا ناحق ڪري نادر،
دانهون ڪنديس در در، پاڙي پنهون ڄام جي.

### 2. استاد غلام محمد جمالي:

هن ڪتاب ۾ ڳوٺ غلام حسين جماليءَ جي ذڪر ۾ هن صد احترام استاد جو ذڪر ڪيل آهي. هتي سندن ذڪر هڪ اديب ۽ محقق جي حيثيت سان ڏجي ٿو. پاڻ جيئن تہ ڇائو نپنو ڳوٺ غلام حسين جماليءَ ۾، تنهن ڪري انهيءَ ڳوٺ سان ازل جو پيار هئس ۽ انهيءَ ڳوٺ ۾ فائينل جي تياريءَ جو ڪلاس کوليو هئائين، جنهن ۾ سڀ لاڙ جا شاگرد اچيو پنهنجي علمي اُڃ اُجهائيندا هئا. آءٌ سن سن1951ع ۾ وٽن تعليم وٺڻ لاءِ ويس.

آءٌ جيترو وقت سندن زيرنظر پڙهيس، اوتري قدر مون ڪين پاڻ تي مهربان ۽ ٻاجهارو ڏٺو. پاڻ مضمون نگار، افسانا نويس، رياضي دان ۽ سٺو محقق هو. سندن پدرائي شفقت ۽ علم ۽ ادب جو پاڇو مون تي بہ پيو ۽ سنڌي ادب لاءِ شوق جاڳيو. پاڻ سن1951ع ۾ محمد صديق جماليءَ جو ڪلام "بينظير بيت" نالي سان شايع ڪرايو هئائين. اهو ڪتابڙو هو تہ ننڍڙو، پر اُن ڪي جنهن جذبي تحت پاڻ تيار ڪيو هئائين، اهو لک لهندڙ هو. محمد صديق جمالي بيتڙيو شاعر هو. جنهن سن1951ع ۾ وصال ڪيو. جيئن تہ شاعر جي مرڻ کان پوءِ، اُن جي ڪلام جي مرڻ جو بہ وڏو خطرو پيدا ٿئي ٿو. اهو خطرو محسوس ڪندي. پاڻ هُن بزرگ جا بيت گڏ ڪري شايع ڪرايا. پاڻ جيتوڻيڪ افسانا ۽ مضمون گهڻي تعداد ۾ لکيا اٿس، پر شايع نہ ڪرايا اٿس. هن بزرگ سن 1987ع ۾ وفات ڪئي.

### 3. محمد رفيق جمالي:

محمد رفيق جمالي وَلد اُميد علي جمالي، ڳوٺ غلام حسين جماليءَ ۾ رهندو هو. پاڻ جيئن تہ پنهنجي بزرگ پيءُ جي زيرنظر تعليم حاصل ڪيائين. تيئن پنهنجي پيءُ غلام عمر وانگر سنڌي فائينل ڏيئي، سنڌي استاد جو درجو حاصل ڪيائين. پاڻ جيئن تہ هڪ اديب ۽ علم دوست بزرگ پيءُ جي پرسان رهندي، لکڻ جي هنر ۽ فن کان سٺو واقف هو. سن 1951ع ۾ سنڌي گرامر لکيائين. هي گرامر پاڻ خاص جذبي وهيٺو تي لکيو هئائين. سندن بزرگ پيءُ غلام حسين جي ڳوٺ ۾ فائينل جي تياري ڪرائيندو هو. جيڪي گرامر ڪيس نظر چڙهيا، تن ۾ ڪثي گهڻي پٺاڙ هئي، ڪٿي مقصد غلط پيش ڪيل هو.

انهيءَ ڳالھ کي اڳيان رکي، پاڻ گرامر لکيائين، جو ساڳئي سال پاڻ ئي شايع ڪرايائين. هن گرامر ۾ پاڻ قلم جا جوهر ڏيکاريا اٿس، ۽ درياء کي ڪوزي ۾ بند ڪيو اٿس. راقم وٽ اِهو "سنڌي گرامر" موجود آهي. انهيءَ گرامر کي ڏسڻ ڪان پوءِ، ڪنهن ٻئي وڏي گرامر جي ضرورت ئي محسوس نٿي ٿئي. استاد محمد رفيق جو اِهو علمي ڪارنامو قيامت تائين ياد رهندو.

### 4. غلام مصطفيٰ چانگ:

غلام مصطفيٰ صاحب ڳوٺ مولوي تاج محمد چانگ ۾ ڄائو. ننڍپڻ ۾ وڏو ٿيو. پرائمري تعليم رپ ۾ حاصل ڪري، سن 1955ع ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ ٽنڊي باگي ويو. ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ، پاڻ ڊرائنگ ماستر مقرر ٿيو.

شاعريءَ جو شوق سن 1962ع کان شروع ڪيائين. افسانا ۽ ڊراما پڻ لکيائين. سندس ڪلام نموني طور هت ڏيان ٿو:

ساريندي سپرين، هت سڪيم ساھ،
قريب تيان قريب جي، ادا دعا ڪجاھ،
مولا محب ملاءِ، تہ لهي اُڃ اکين جي.

---

مون پانيو مون وٽ، قريب ايندو ڪَهي،
ڏک دور ٿيندا، ويندم لڙ لهي،
اٿم سور سيئي، جيڪي محب ڏنا مُني کي.

---

ساري سڪ وڃايان، ڏوريان ڏک ئي ڏک،
هڪ واري واتن تي، ٻي لڳي لڪُ.

---

جبل جاڙون ڪن، پير پٿون ڪن پٿر،
صاحب ڏي صبر، تہ ملان محبوبن کي.

### الله بچايو جوٽيجو:

الله تعاليٰ جن کي شاعريءَ جي ذات سان نوازيو آهي، انهن مان الله بچايو جوٽيجو بہ هڪ هو. پاڻ في البديع اشعار چوندو ويندو هو ۽ ڪو لکڻ وارو سندس

ڪلام لکڻ لاءِ ويهي ها، تہ هوند لکي لکي ٿڪجي پوي ها. هن بزرگ رپ ۾ ستن درجن تائين تعليم ورتي، پوءِ پنهنجي اباڻي ڌنڌي ڪيتيءَ ڪي وجي لڳو. پاڻ 16 ورهين جي عمر ۾ سن 1941ع کان شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين. هزارن جي تعداد ۾ ڪافيون ۽ بيت چيائين. هتي سنڌس هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

ڏيهي ٿيا ڏور، منهنجا پرديسي پيارا،
آب اکڙين مان ٿمي، نيڻ وهن نارا،
لڏي ويا لوڪ مان، منهنجا محب موچارا،
جوڙيجو ڇئي جانب، منهنجا جيءَ جا جيارا،
سڄڻ سوپارا، سانگ ڇڏي ويا سج ڪي.

هيءُ بزرگ شاعر مخدوم نوح رح جي ڪنيءَ جي پرسان رهندو هو. پاڻ جيتوڻيڪ هڪ سادو سودو انسان هو، پر سنڌس ڪلام سبب سنڌس مشهوري هنڌين ماڳين هُليل آهي. هاڻي گذاري ويو آهي.

**محمد صديق ملاح:**

محمد صديق ولد محمد قاسم ملاح سنڌي استاد آهي. پاڻ سن 1924ع ۾ ڳوٺ ڦتن پرهياڙ ۾ ڄائو. سنڌي فائينل ۽ ايس. وي پاس آهي. پاڻ هڪ ڪامياب حڪيم ۽ ڊاڪٽر بہ آهي. زراعت جو بہ ماهر آهي. ڳني ڊوري جي مضمونن جو گهڻو پروسو سنڌس روايتن تي رکيو ويو آهي. پاڻ ڳني جي حب ۾ اچي هڪ نظم چيو اٿس، سو هي آهي:

آءُ ايرو غريب آهيان
ڳنو منو پيو ڳايان

شير خان شير خدا جو، شينهن تي سڏايو،
مالڪ ڳني مُلڪ جو تنهن تي چوايو،
مٽ نہ سنڌس ڪو، هو سين کان سوايو،
اڄ پيا اتس پٽ ۾، پڌڙا پراڻا.

سامي سنڌس ڪپ تي مست ڪيون مستيون،
هن عياش ڪئي تي عياشي،

مـــار متـــارو ۽ ٻـــڌڙڪ سيلسـيـ
درس ڪيـــس ســـپ داتـــا

ستيون سُــتيون تنهــن جــي ڪـپ تــي،
ڪنهـــن ظـــالم جـــي ظلـــم ڪـــان،
اڄ پـــڻ موجـــود آهـــن
ڏســـڻ جهـــڙا ســـي نشـــاتا

ڪيسر تنهن جي ڪپ تي وتاڻ هو بنايو،
توت تنهن جي ڪپ تي فرش هو ٻڌايو،
تاجن ڪوٽ پنهنجي ۾ هو چوڙگر لنبايو.
ڏسيو ونـن عبـرت، ســاجن سـپ سياتا .

ٻوڪون تنهن جي ڪپ تي تي نارن پچايون،
لُنبن لوفرن ڪيــون لُــچن تــي لـچايون،
لچن ۾ لچايون هيون، سـچن ۾ سچايون،
پيــا آهـــن پـــٽ ۾ ڪريـــو واريء وهاتـــا .

قـــداور ڪديـــا آهـــن ذرتـــي اوڳـــاري،
مـرد تـــوڙي زالـــون، تنهـــن جـــي ڪنـــاري،
پيـــا آهـــن پـــٽ ۾، ســـائينءَ ســـهاري،
نـــر آهـــن يـــا نـــاري، آءُ ڪيئـــن ســـجاتا .

سڪا تنهن جي ڪپ تان آهن مون ڏٺا جي،
محمد شاهه جي مهر سان آهن سندا سي،
اتـــن ڪلمـــون پـــاڪ پاســـي ٻئـــي تـــي،
تـامي سـندا سـي آهـن، اتـن سـنڌ سـاتا.

ولـي تنهن جـي ڪـپ تـي وينـا هئـا جـي،
ســتا اڄ بـــ ســونهن ســنديئي ڪنــاري،

زيــارت ســندن آهــ عبــرت اســـان لئــي،
"صديق" ملاح آهيان، منهنجا مــتَ مهاٹا.

هن نظم مان ڳڻي جي نيم تـاريخي ڳـالهين ڏانهـن اشارا آهن، جن جو ذڪر نيم تاريخي ڪهاڻين ۾ پڙهڻ گهرجي.

### 7. سيد سليمان شاهه:

هيءُ سڳورو سيد تاجن جي راڄ ۾ رهندو هو. ڪوٽ جي پرسان اُپرندي اُتر ڪان سندس بينڪ هُئي. آلِ رسول هئڻ سبب ماڻهو گهڻو مان ڏيندا هئس. تاجن جي ظلمن وڌي وڃڻ سبب ڪنهن اچي ڪيس دانهن ڏني تہ، "فقير تاجن هاڻ حد لنگهي ويو آهي، سندس ڪو بلو ڪريو." تڏهن پاڻ ڪاوڙجي ڪلام ڪيائون تہ:

ســر ســُـــڪو، پيــڻ ســائي، تـــاجن ڏنـــي تانگهـــ،
جيسين ڏرتيءَ متي پانگ، تيسين مـُـور نہ موري منڌرو.

منڌرن سليمان شاهہ ڪان بيت ورايو هو ۽ سليمان شاهہ پنهنجو ڪلام هينيئن ريت ورايو هو:

ســر ســُـــڪو پيــڻ ســائي، تـــاجن ڏنـــي تانگهـــ،
جيسين ڏرتيءَ متي پانگ، تيسين مـُـور نہ موري ڳهٽو.

تـاجن جي ڪتنب جي ڇاڙ "ڳهٽي" نالي ذات سان هئي. منڌرن جا گهٽائي ڪيڙ آهن. جهڙوڪ: ماريا، آرئي پوتا، سومري پوتا، لاڪا، ڇچر، پلي، موسي پوتا، ڪنريا، مرڪيا، ڳهٽا، تڪورا، جماريا، جوٽيپوتا، ماهيڙ، وڍڙيہ، بداٹي ۽ بيا.

سليمان شاهہ جي قبر اڄ بہ تاجن جي ڪوٽ جي پرسان آهي. اِهو بيت سن 1149هہ ۾ سليمان شاهہ چيو ۽ انهيءَ بيت جو نتيجو سن 1159هہ ۾ ظاهر ٿيو. انهيءَ ڪان پوءِ بہ سليمان شاهہ گهڻو عرصو زندهہ رهيو. جنهن وقت "سر سُڪو" وارو بيت سليمان شاهہ ناهيو هو ۽ اُن جو ملڪان مُلڪ پڙاڏو پيو، اُن وقت شاهہ حبيب، شاهہ ڀٽائيءَ جو والد بزرگوار وفات ڪري ويو هو. هن بزرگ سن 1155هہ/1742ع ۾ وصال ڪيو. انهيءَ وقت شاهہ عبداللطيف پربور جوبن ۾ هو. سيد سليمان شاهہ جا انهيءَ لحاظ کان هينيان همعصر ٿي سگهن ٿا:
جلال ڪتي، غلام محمد بگائي، مخدوم محمد معين، بيراڳي ميون عيسو، احسان لانگاهہ، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، مدن ڀڳت، شيخ حمر بيلائي، ابوالحسن ٺٽوي، مخدوم محمد حيات سنڌي ۽ بيا. سيد سليمان شاهہ پوءِ بہ گهڻو عرصو

زندهه رهيو. اندازو آهي ته، سن 1170هه ڌاري ڀاڻ وفات ڪيائين. انهيءَ لحاظ کان به ڀاڻ ميرن جي راڄ جو منهن ڪونه ڏٺائين. مغلن جي دؤر ۾ ڄائو ۽ ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ وصال ڪيائين. هوڏانهن فتح فقير ميرن جي دؤر جي آخر ۾ وصال ڪيو. انهيءَ لحاظ کان به فتح فقير کان سليمان اڳ وارو ليکبو. چوندا آهن ته(1): ڪڪرالي جا ڄام سخت ڪنجوس هوندا هئا. انهن کان خيرات ونڻ لاءِ هڪ چارڻ کهي ويو. هن وجي خيرات گهري، پر ڪڪرال جي کهرن ڏيڻ کان انڪار ڪيو. تنهن تي چارڻ چيو ته:

مينهيون موتا تام، ڏيڻ گهٽيون ڏکيون،
پر ڪڪرالي جا ڄام کهر پائئين ڪاڪيون.

اهو ٻڌي کهرن بيت ورائڻ لاءِ چيو. چارڻ 50 مينهون وٺي بيت واريو ته:

مينهيون موتا تام، ڏيڻ گهٽيون ڏکيون،
پر ڪڪرالي جا ڄام، کهر پائئين ڪوڏيون.

پيروز فقير سمن ۽ سونداري وارن کي مال کي تُرم ۾ وجهڻ جي ڪري پٽيو هو ته:

جمارڪيءَ جات جو، واءُ نه ڳائو،
جيڪا پوکين پوک، تنهن مان آهين کائو،
هيڪڙا لميا روهه کي، ٻين لڏو لايو،
سمان ۽ سونداريءَ وارا ٻنو ۽ کائو،
جيڪا پوک پوکيو، تنهن مان آهين کائو،
مينهن ۾ مڏهاڙ پيو، ڍور نه رهيو ڳائو،
ڀهون پيروز فقير جون، تڪيو چرن تاريو،
ڀهون پيروز فقير جون، ويندون ڪنهن نه واريو.

اهو بيت ٻڌي سمن ۽ چمارن شاهه ڪريم کي عرض ڪيو ته توهان پيروز فقير کي چئو ته هو بيت ورائي. پوءِ هن بيت هن ريت واريو:

گجي گاجيا هليو، جنهن جا گهيڙ وهيا گهاريون،
مولي اُن کي مينهون ڏنيون، ڪنديون ۽ ڪاريون،
سمي ۽ سونڌياريءَ وارن جون ٿيون ٻنيءَ ٻنيءَ باريون،
سٿيدن ۽ سونهاري وارن جون، ڪونب وسن ٿيون ڪاريون،
ڀهون پيروز فقير جون هڪ تڪيو چرن تاريون،
ٻيو ڀهون پيروز فقير جون، ويندون ڪنهن نه واريون.

---

(1) ڪتاب "ڳاهن سان ڳالهيون" مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.

اسان وٽ بيت ورائڻ وارا شاعر تمام ٿورا آهن. جن مان ڏڪرالي جو چارڻ ۽ شاهه ڪريم بلڙائي جي همعصر پيروز فقير جا نالا وني سگهجن ٿا. انهن کان پوءِ معياري مٽا سٽا ڪا ڇڏي پاڌي ٿئي. بهرحال انهيءَ ڳالهه کي سليمان شاهه سهٽي نموني سان نباهيو ۽ چارڻ وانگر رڳو "منڊرو" لفظ ڪڍي، اُن جڳهه تي ڳهٽو لفظ استعمال ڪيو. جيئن چارڻ "ڪاڪيون" لفظ جي جاءِ تي "ڪوڏيون" لفظ ڪم آندو هو. مٽا سٽا جي لحاظ کان چارڻ ۽ سليمان شاهه جا بيت هڪ معيار جا آهن. انهيءَ لحاظ کان سليمان شاهه کي معياري ۽ برک شاعرن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو. في الحال سندس انهيءَ هڪ بيت تي ئي اڪتفا ڪرڻي پيئي آهي.

"جي ماسو ملي مال، تہ پوڄارا پُر ٿئين."

### 8. مرڪان شيخڻ:

پير شيخ قرهيو پانداري پير جميل شاهه گرناريءَ جو خاص وڏو خليفو هو. هو تبليغ لاءِ ڳڻي ڊوري جي ايرندي ۽ پراڻ جي اولهہ کان پٽين ۾ آيو. سندس تبليغ کان متاثر ٿي، پٽي[1] مسلمان ٿيا ۽ انهن کي پاڻ سونهارن "شيخ" جو لقب ڏنو ۽ انهن کي پنهنجو ديني اولاد ڪري شمار ڪيو. مرڪان شيخڻ پڻ انهن پٽين مان هُئي.

هوءَ پير شيخ قرهئي پانداريءَ کان مرشد هئڻ جي حيثيت ۾ ڏاڍو متاثر هئي. انهيءَ جي شان ۾ هُن ڪيترا لوڪ گيت ناهيا. جي سادي سٽاءَ سان گڏ سادي مضمون ۽ سادين ۽ دل نشين ڏُنن تي مشتمل هئا. اُهي لوڪ گيت قرهئي پانداريءَ جي شيخن ڪي اڄ بہ ياد آهن ۽ شاديءَ غميءَ تي اُهي ڇيا ويندا آهن ۽ اُهي گيت پير شيخ پانداريءَ جي ميلي ۾ تہ عام طرح سان ڇيا ويندا آهن.

مائي مرڪان جڏهن در کان پنهنجي مرشد ڏانهن ايندي هئي، تڏهن هي 'ڳيو' چوندي ايندي هئي:

"هيءَ ڪاندبيرڙي لس،
هيءَ واسرڙي وس،
آءُ ڪلندي ڪُڏندي اچان،
قرهيل ڏنم سُک پار ۾."

---

[1] پٽي: هندو واپاري لوڪ. (ايڊيٽر)

آءُ ڪلندي ڪڌندي اچان،
ياندباري ڏنم سڪ پار ۾،
آءُ ڪلندي ڪُڌندي اچان."

پير شيخ ياندباري جڏهن مريدن تان ڦيرو ڪري وريو، تڏهن مرڪان خوشيءَ ۾ اچي هينئيون 'ڳيو' ڳايو. اهو ڳيو اڄ بہ قرهئي جون شيخٽيون، ٻين ڳين چوڻ کان اڳ چونديون آهن. اهو انهن وٽ چڻ تہ بسم الله جي حيثيت رکي ٿو.

مريدني تنهنجا ڏس ۾، آورجا چاما،
شيخ ني تنهنجا ڏيهہ ۾، ڪونٿريجا چاما،
پُورڙيون ڪَييمَ، پير ياندباري،
تنهنجو ساٿ سلامت آيو،
ساٿ سلامت آيو،
تنهنجو ٻيڙو ڪني گهر آيو،
جهڙيون ني جن جي من ۾، آورجا چاما
پورڙيون ڪَييمَ، پير ياندباري،
تنهنجو ساٿ سلامت آيو،
ساٿ سلامت آيو،
پير ياندباري،
تنهنجو ٻيڙو ڪني گهر آيو."

پير شيخ قرهيو ياندباري، آخر وڃي الله سان واصل ٿيو. هن نماڻيءَ جي اکڙين ۾ لڙڪ اچي ويا ۽ چوڻ لڳي تہ:

نماڻيون اکڙيون، آنئين سُتيون ڪوه ڪريو؟
سُتيون ڪوه ڪريو، مون نماڻيءَ جو ڀاڳ وريو،
نماڻيون اکڙيون، آنئين ستيون ڪوه ڪريو؟
مون ولهيءَ جو، وارث جا ڳائي ڏيو،
نماڻيون اکڙيون، آنئين سُتيون ڪوه ڪريو؟
چشمن ساڻ چمان، قرهئل چوڙ جهليو،
نماڻيون اکڙيون، آنئين ستيون ڪوه ڪريو؟

مرڪان پوءِ بہ گهڻو عرصو زنده رهي اٽڪل روءِ سن 1341ع ۾ وفات ڪيائين. پاڻ قرهيي جي پرسان ڏکڻ پاسي بيبان نور جي پيرانديءَ کان دفن ڪئي ويئي.

### 9. شيخ الله بچايو قرهئي پوٽو:

شيخ الله بچايو سن 1878ع ۾ ڳوٺ پير قرهيو پانداري ۾ ڄائو. پنهنجي جوانيءَ جو عرصو پنهنجي اباڻي ڳوٺ قرهيو پانداريءَ ۾ گذاريائين. سن 1945ع ۾ سندن ڳوٺ ڪاري پاڻيءَ هيٺ اچي ويو. پوءِ ماتلي ۾ لڏي آيو. اُتان جلد ئي ڳوٺ موتي آيو ۽ اُتان لڏي اچي پنهنجي مريد گولي منڌري جي ڳوٺ ۾ سوڍن جي پاڙي ۾ رهيو. اُتان پنهنجي ڀاءُ راڌڻ جي صلاح سان ڪوٽڙي/حيدرآباد جي آس پاس بيراج واري علائقي ۾ لڏي ويو. اُتان سن 1947ع ۾ موٽي وري بہ گولي منڌري جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. سن 1949ع ۾ اچي بدين ۾ رهيو. اُتي ئي رهندي 21 ڊسمبر سن 1962ع ۾ گذاري ويو ۽ وڃي شاهہ قادريءَ جي قبرستان ۾ پنهنجي ڀاءُ راڌڻ سان گڏ آرامي ٿيو.

پاڻ جيئن تہ حساس شاعر هو، تنهن ڪري پنهنجن ڏکن سورن جو ذڪر پنهنجي ڪلام ۾ ڪيو اٿس. پنيان سندس يادگار سندس ڪلام سان گڏ، بہ پٽ ۽ ٽي نياڻيون آهن. سندس ڪلام ٽن ڪتابن ۾ جمع ڪيو ويو آهي، جن جا نالا آهن:

1. روحاني ابيات.
2. ڪليات شيخ الله بچايو.
3. قصو قرهئي پير جو.

اُن ڪان سواءِ "رتيءَ جي رهاڻ" نالي سان سندس آتم ڪهاڻيءَ تي مشتمل ڪتاب آهي. پاڻ گهڻو ڪري بيت چيا آهن، سندن ڪجهہ بيت پيش ڪريان ٿو:

ماٺ ملڪيت جن جي، ماٺ جنهن جو مال،
تنهن جو سڄو سال، گذري بنا غم جي.



پيچ پاناري جڳ ۾، مرشد موچارا،
پهچ پيارا، سورن آهہ سوڙهو جهليو.



ميس مري تون جيئن، نہ تہ مربو نہ جيبو،
بر ۾ نہ بيهبو، تہ ڏيل نہ هرندو ڏک سان.



ساندوهہ ساموندي بني، پتيجي پٽ لوڻ،
بيئي مُلڪ پوڻ، تہ قرهيو ٿيو ڪيچ رڻ ۾.



جتي جايون جانبين، اُتي ڪجهہ بہ ڪين،
ڪبو ڪيئن يقين، تہ هت وسيا تي سپرين.




**محمد سومار شيخ جو جوڙيل لاڙ جو هڪ نقشو**

(ڳڻي ڏوري جي پرپاسي ۾ رهندڙ اديبن ۽ شاعرن جا ڳوٺ)

باب چوٿون

# ڳنڍي جا قديم آثار

ڳنو ڍورو هڪ پراڻو وهڪرو آهي، جنهن جي ڪنڌين ۽ ڪنارن تي ڪئين پراڻا شهر آباد هئا. انهن شهرن ۾ ڪئين راڄ راڻا ڪونتر مڙس رهيا ٿي. انهن شهرن تي اڄ ويراني ڇانئجي پيئي آهي، هي شهر بربادي واري راڪاس جي ڇانوَ ۾ نوحا آلاپي رهيا آهن. انهن قديم ويرانين جو ذڪر هن ڀاڱي ۾ حاضر آهي:

**(الف) دلن جو دڙو:**

هيءُ دڙو ڳوٺ غلام حسين جمالي جي ڏکڻ اوڀر طرف واقع آهي. اٽڪل روءِ 25 ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. چوڻ ۾ اچي ٿو، تہ انهيءَ دڙي واري جڳهہ تي دل ذات جي ماڻهن جا گهر هئا. هن وسنديءَ کي مدد خان پناڻ تباهہ ڪيو. هن قديم دڙي کي کوٽبو تہ قديم تاريخ جو خزانو ملي سگهي ٿو. هن جي اُيرندي کان ريڻ درياء وهندو هو. ڳنو ڍورو ريڻ مان انهيءَ هنڌان نڪرندو هو.

**(ب) پٿونءَ جو دڙو:**

ڳنڍي ڍوري جي کابي ڪناري تي پٿونءَ جو دڙو واقع آهي. هيءَ دڙو ٻن ٽن ايڪڙن تي پکڙيل آهي. زمين دوز کي جڳهيون هجن، تہ ٻي ڳالهہ آهي، باقي ظاهري طور وڏين جاين جا آثار نظر ڪونہ ٿا اچن. البت برسات وقت ڏنار ماڻهو، هن دڙي مان سون لهندا آهن. غلام محمد پٿيءَ جي الهندي ڏکڻ کان آهي. زمين کان 10-12 فوٽ مٿي آهي. ٻن ايڪڙن ۾ پکيڙ رکي ٿو.

**(ت) اونڪي دڙو:**

پيرو لاشاريءَ جي اُتر کان بدين- حيدرآباد روڊ تي هن قديم دڙي جا آثار آهن. ماضيءَ ۾ هتي هڪ مدرسو بہ هو. هتي اوناڙ برادريءَ جا ماڻهو رهاڪو هوندا هئا، جيڪي اڄا تائين پرپاسي ۾ رهندا آهن.

**(ث) آرين جو دڙو:**

هيءُ تمام آڳاٽو دڙو آهي، جيڪو زمين هيٺ دٻجي ويو. سن 1964ع ۾ هڪ وڏو طوفان لڳو هو، اُن ۾ هي دڙو ظاهر ٿي پيو هو. هن دڙي مان ماڻهن کي شاهہ جهان جي وقت جا سڪا بہ هٿ لڳا. اهو دڙو پيرو لاشاريءَ جي اولهہ ڏکڻ کان واقع آهي. هي دڙو ٻن ٽن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. ان دڙي جي پرسان پٿر پيل آهن، جن

تي لکيل اکر پڙهي نٿا سگهجن. اهو دڙو ڊوري جي ڪابي ڪناري تي آهي. ڪي بزرگ چون ٿا ته، اِهو دڙو آرين جو نه پر "آهيرين"[1] جو دڙو آهي.

**(ج) مخدوم نوح رح جي ڪُني:**

هن شهر جا آثار ڇٽا آهن، پر نالي کان واقف نه آهيون. البت مخدوم نوح رح جي ڪُني، عبدالرحيم ڏيتي سبب مشهور ٿي، ته اهي آثار به انهيءَ نالي سان مشهور ٿيا آهن. قديم آثار اتڪل روءِ ٻن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهن. هي آثار رپ جي اُتر ۽ ٻاريجي ڍنڍ جي اُيرندي کان ڏسي سگهجن ٿا .

**(ح) پلي خاصخيليءَ جو دڙو:**

پلي خاصخيليءَ جو ڳوٺ هڪ دڙي تي ٻڌل آهي. اِهو دڙو ٻن ايڪڙن ۾ پکڙيل ٿيندو. هن دڙي جي اُيرندي ۽ اُتر کان ڳنو ڍورو وهندو هو. اُن ڪري هن دڙي جي ڪوٽ جا به پاسا حفاظت ۾ هوندا هئا . هن دڙي جي ڏکڻ کان ستين جو مقام آهي.

**(خ) توت جو دڙو:**

هن دڙي جي پرسان توت بادشاهه ڳني جي ڪناري تي گهوڙن وهنجارڻ لاءِ تلهو نهرايو هو. توت جو ڪوٽ ڊهي ختم ٿيو ته گهڻي عرصي کان پوءِ، غلام حسين پرهياڙ وارن اُن دڙي مٿان ڳوٺ ٻڌو. اهو دڙو ٻن ايڪڙن ۾ ٿيندو، پر مٿان نئين ڳوٺ اڏجڻ جي سبب ڳولا ڦولا ۽ جاچ کان پري آهي ۽ توت بادشاهه جي ڪوٽ جا آثار ڳوٺ وارن جي اچ وڃ ۽ هلچل لٿي ڇڏيا آهن.

**(د) ساميءَ جو دڙو:**

ڳوٺ ڦتن پرهياڙ جي اولهه ڏکڻ طرف ڍوري جي ڪابي ڪناري تي مذڪوره دڙو ڇوڪڙي تي پکڙيل آهي. هن دڙي تي ڪنهن وقت ڪو سامي رهندو هو، جنهن کي محمود درس (سمي) ٻانهاڻيءَ مات ڪري، سندس ڪاني ڪرامت ختم ڪئي. هن دڙي جي پرسان سيد حسن رح به آرامي آهي. سن 1964ع جي طوفان ۾ هن دڙي مان لاشن جا هڏاوان پڃرا نڪتا هئا، جي قد ۾ تمام وڏا هئا .

**(ذ) شير خان چانگ جو دڙو:**

هيءُ بزرگ، ميرن جي ڏينهن ۾ . ساميءَ جي دڙي ۽ ڦتن پرهياڙ جي اُلهندي کان رهندو هو. هن کي پنهنجو ڪوٽ هو. جنگي جوڌي هئڻ سبب پاڻ بندوقون ۽ تلوارون

---

[1] آهير لوڪ. سنڌ جا قديم انسان آهن. تاريخ کان به اڳ واري دور جا سنڌو ماتريءَ جا رهواسي آهن. سنڌو واري سڄي ماتريءَ ۾ اها ذات لفظي اڄار جي ٿوري گهڻي ڦيرسان اڳوڻي سنڌ ۽ هاٺوڪي پنجاب واري علائقي ۾ رهندڙ آهن. (نظرثاني ڪندڙ)

پنهنجي ڪوٺ ۾ نهرائيندو هو. هي بزرگ پوءِ جتن جي لڙائيءَ ۾ مغلين ۾ شهيد ٿيو. هن جو دڙو ٻن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. هن دڙي مان مهرون مليون آهن، جن تي بنو اميہ گهراڻي جي خليفي عبدالملڪ جو نالو پڙهيو ويو آهي.

**(ر) صوبي جو پـڙو:**

شيرخان چانگ جي ڀڊ جي ڏکڻ طرف ڊوري جي ڪاٻي پاسي ڪنگار جي چن جي اُيرندي تان صوبي جو پـُڙو آهي. هي پڙو پرپاسي جي زمين جي پيٽ ۾ ڪارسري مٽي رکي ٿو. شايد هن کي باهہ ڏيئي ختم ڪيو ويو آهي. دڙي جي معائني مان بہ اهڙي ڳالهہ جي تصديق ٿئي ٿي.

**(ز) تاجن جو دڙو:**

لاڙ جي مشهور اڙٻنگ تاجن جو اِهو ڪوٺ هو، جنهن کي ميان نور محمد ڪلهوڙي ڊاهي پٽ ڪيو. تاجن منڌري جي ظلمن جو پڙاڏو ئي هو، جو سندس ڪوٺ، دڙي ۾ تبديل ٿيو. هي دڙو ٻن چوڪڙين ۾ پکڙيل آهي. هن دڙي جي پرسان تاجن منڌري جو ڳوٺ آهي، جنهن ۾ منڌرا رهن ٿا. ڪوٺ جي اُتر کان ولي الله سيد سليمان شاهہ جي آرام گاهہ آهي.

**(س) نمر جو دڙو:**

تاجن جي دڙي جي اولهہ - ڏکڻ کان ڊوري جي ور ۾ نمر جو دڙو واقع آهي. هن دڙي جي اصلي نالي جي ڪابہ سڌ نہ آهي. البت مٿس نمر جا وڻ گهٽا بينل آهن، تنهن ڪري هن دڙي کي ماڻهو ”نمر جو دڙو“ چوندا آهن. هيءُ دڙو اٽڪل روءِ ٽن ايڪڙن جي ايراضيءَ تي مشتمل آهي.

**(ش) شيخ نورئي جو دڙو:**

هي ويهن ايڪڙن تي پکڙيل دڙو ابراهيم ٻـُچي جي ڳوٺ کان الهندي کان، نند ڪوٺ جي اُتر کان واقع آهي. هن دڙي تي بزرگ شيخ نوريو آرامي آهي، تنهن ڪري دڙو بہ سندس نالي سان سڏجي ٿو. نہ تہ مذڪوره دڙي جي اصلي نالي کان اَڻ واقف آهيون. هيءُ دڙو ڪوٽجي تہ، تاريخ جو گم ٿيل مواد ملي سگهي ٿو.

**(ص) نند ڪوٺ:**

ابراهيم ٻچي جي ڳوٺ اولهہ ڏکڻ ۽ ڊوري جي ڪنٺيءَ ۾ راجا نند جو ڪوٺ هو. مذڪوره راجا مشهور لوڪ داستان وارين حسين عورتن، سومل ۽ مومل جو والد هو ۽ سومرن جي آخري دور ۾ حڪومت ڪندو هو. نندڪوٺ 25 ايڪڙن تي

ٻڌل آهي پر هن وقت سرَ سرَ ٿيو پٽجيو پيو آهي. جيڪڏهن هن ڪوٽ کي کوٽيو وڃي، تہ جيڪر سومرن جي ڏينهن جا ۽ اُن کان اڳ جا ڪافي آثار ملي سگهن ٿا. ۽ اُن وقت جي تاريخ پڌري ٿي سگهي ٿي. هن ڪوٽ ۾ سرون ينهہ ٿُلهيون ڪم آيل آهن، جن تي ڪنهن نامعلوم رسم الخط ۾ اکر پڻ لکيل آهن.

**(ض) سهٽيءَ جو دڙو:**

هميت ڊنڊ جي ڏکڻ اولهہ کان ڊوري جي اُلهندي ۽ پير قرهئي پانداريءَ جي اولهہ کان اٽڪل ٽن ميلن تي مذڪوره دڙو موجود آهي. اهو دڙو سرن جي ڍير جي شڪل ۾ موجود آهي. پرسان ڪي بہ جاين جا نشان ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿا اچن. اُتي جي رهواسين جي روايتن موجب، ميهار جي سهٽيءَ تي اِهو قبو ٺهيل هو، جو هينئر ڍهيو سرن جو ڍير ٿيو پيو آهي.[1]

**(ط) پير قرهيو پانداري جا کنڊر:**

درگاهہ جي الهندي کان ٻن چوڪڙين ۾ پراڻي شهر ۽ بازار جا چٽا آثار موجود آهن، جيڪي اولهہ - اوير تي آهن. درگاهہ جي اُپرندي کان مرڪان جو پٽ آهي، جيڪو پڻ ٻن ايڪڙن کان وڌيڪ ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. درگاهہ جي آسپاس اٽڪل روءِ 25 ايڪڙن ۾ پراڻن شهرن جا آثار آهن. هي قتل شهر ميرن جي وقت جو چيو وڃي ٿو. اُن کان اڳ اِهو شهر آباد هو. درگاهہ جي پرسان ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي هڪ قلعو ٺهرايو هو. انهيءَ ڪري مذڪوره جڳهہ جو نالو "شاهہ ڪرهہ" تي مشهور ٿيو هو. وسڪاري مهل هتان سڪا ملندا آهن.

**(ظ) جڪار:**

سنڌ جي مشهور سمي حاڪم جکري اِهو شهر ٺهرايو هو، جنهن ڪري اُن تي "جڪار" نالو پيو. اهو شهر کنڊرن جي صورت ۾ اڄ بہ ميلن ۾ پکڙيو پيو آهي. اِهو قديم شهر درگاهہ شيخ پير قرهئي پانداريءَ کان اولهہ ڏکڻ ۾ ٻن ميلن تي واقع آهي. هن شهر جي اُپرندي اُتر کان سرن جو ڪُن ۽ اولهہ کان ڳنڀي ڊوري جو وهڪرو ظاهر آهي. ڳنڀي ڊوري جو اِهو آخري شهر هو.

---

[1] جڏهن تہ سهٽي ۽ ميهار جون قبرون موجوده ضلع سانگهڙ ۾ ڊوري جي ڪپ تي شهر شهدادپور ۾ موجود آهن. (نظرثاني ڪندڙ)




**محمد سومار شيخ جو جوڙيل لاڙ جو هڪ نقشو**

(ڳَني ڏوري جي پرپاسي ۾ موجود قديم دڙا)

باب پنجون

# ٻُڌي ڏوري سان لاڳاپيل نيم تاريخي واقعات

**(الف) اوٺن جو دڙو:**

موجوده پيرو لاشاريءَ جي اُتر اولهه طرف سڌ ڪن پنڌ تي ”اوٺن جو دڙو“ آهي. بدين- حيدرآباد رستو انهيءَ دڙي جي وچ مان لنگهي ٿو. اڳي انهيءَ دڙي جي جاءِ تي اوٺن جو ڳوٺ هوندو هو. اوٺا شاهوڪار مڙس هوندا هئا. انهيءَ ڪري سندن ڳوٺ هوريان هوريان شهر ۾ تبديل ٿي ويو. انهيءَ شهر کي وڏيڪ هٿي، پرسان وهندڙ ٻُڌي جي ڏوري ڏني، جنهن جي پيٽ مان ڏيساور کان ٻيڙيون املهه شيون آڻينديون هيون. هٿي جي واپارين جو نيرون ڪوٽ سان گڏ، عربي سمنڊ جي عرب سوداگرن سان به وڏو واپاري تعلق هو. هن شهر ۾ نه فقط سنو واپار ٿيندو هو، پر ديني مدرسا به تمام گهڻا هئا، جن مان هڪ مدرسو ته يونيورسٽيءَ جي حيثيت کي پهتل هو. پري پري کان شاگرد اُتي ايندا هئا ۽ تعليم جي زيور سان آراسته ٿيندا هئا. جيئن ته اهو مڪتب، شاهي مسجد ۾ هو. تنهن ڪري مسجد کي رات جو روشن رکڻ تمام سخت ضروري هو، جيئن ٻالڪ پنهنجا ڏنل سبق ياد ڪري سگهن. ان کان سواءِ ڪيترا شاگرد جيڪي ٻاهران ايندا هئا، اُنهن جي گذر سفر لاءِ سڀ شاگرد گڏ ڳوٺ مان هر خميس تي، هر ڪنهن کان حال سارُو مدد وٺندا هئا. اتي جا رهاڪو شاگردن کي وڏي حب سان، پنهنجي مال مان ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڏيندا هئا، ائين ڦڙيءَ ڦڙيءَ تلاءُ ٿي پوندو هو ۽ پرديسي طالب العلم بنا ڪنهن روزگار جي کُٽڪي جي تعليمي عمل ۾ سرگردان هوندا هئا. اڳي طالب العلمن کان فيس جا پئسا نه ورتا ويندا هئا، پاڻ علم جي ڳولائن جي مدد ڪئي ويندي هئي.

اتي جي خطابين جو هڪ قصو هن ريت مشهور آهي ته: هڪ خميس تي مدرسي جا شاگرد خميس وٺڻ نڪتا، دڪانن، هٽن، بينڪن، گهرن تان خميس وٺندا اچي گهاٽي واري وٽ پهتا. اُن ڏينهن گهاٽي واري جي طبعيت اُتندي کان ئي ڪا خراب هئي. هو پنهنجيءَ گهر واريءَ سان وڙهي آيو هو. پنهنجن نوڪرن چاڪرن کي به پئي چڪي ڪاڏائين. ايتري ۾ مدرسي جا ٻارڙا به نعرا هڻي اچي پهتا ته، ”خير خيرات، جمعي رات، ڏيو مدرسي لاءِ خيرات.“ نوڪرن مان

جيڪو مڪيہ تيلي نوڪر هو، تنهن مسجد لاءِ اڳوڻي وانگر مٽ مان تيل اوتڻ شروع ڪيو. ايتري ۾ گهاڻي جي مالڪ چيو تہ، ”هيءُ ڇا ٿو ڪرين؟“ چيائين تہ، ”مسجد لاءِ تيل ٿو ڏيان جيئن هميشہ ڏيندا آهيون.“ پر مالڪ چيس تہ ”نہ، تيل رکي ڇڏ.“ نوڪر حڪم جو ٻڌو، هن اوتيل تيل وري ٿانءَ ۾ وجهي ڇڏيو. مدرسي جا شاگرد اونن جي شهر ۾ اهو پهريون مثال ڏسي، ماٺ ۾ اچي ويا. مدرسي جو جيڪو وڏو ٻالڪ هو، تنهن سيني ٻالڪن کي مسجد ڏانهن ورڻ جو چيو، باقي رهيل گهرن کان مدرسي لاءِ خيرات کي بہ درگذر ڪيو ويو. اڳواڻ طالب العلم اچي استاد کي شڪايت ڏني تہ، ”فلاڻي گهاڻي واري مدرسي لاءِ خيرات نہ ڏني، انهيءَ ڪري اسان ٻين گهرن کان بہ خيرات نہ ورتي، سڏو اوهان وٽ آيا آهيون. هاڻ جيڪو حڪم هجي...“ شاگردن جو خيال هو تہ، ”استاد ناراض ٿيندو.“ پر ائين ڪونہ ٿيو. استاد فرمايو تہ ”خيرات آهي دل وٽان، جيڪڏهن هن خيرات نہ ڏني تہ هو ڪو مياري ڪونہ آهي. اوهان وري واپس وڃو ۽ رهيل گهرن مان خيرات وٺي اچو.“ استاد جو حڪم اکين تي رکي سڀ شاگرد موٽي ويا ۽ رهيل گهرن مان خيرات وٺي موٽي آيا. اُن کان پوءِ بہ هنن کي گهاڻي وارو همراهہ دل ۾ ڪنڊي وانگر پئي لڳو. ڪجهہ وڏا ٻالڪ گڏجي گهاڻي واري لاءِ سوچڻ لڳا. سوچيندي سوچيندي هڪ ڳالهہ تي پهچي ويا. انهيءَ ڳالهہ کي رات پيٽ ۾، عمل ۾ آڻڻو هو. سيني ٻارن کي سڄيءَ رٿا کان واقف ڪيو ويو. هونئن جيڪي ٻارڙا سومهڻيءَ جي نماز کان پوءِ سمهي رهندا هئا، سي بہ اڄ جاڳي رهيا هئا. جڏهن سمجهيائون تہ، هاڻي سڄو شهر سمهي رهيو هوندو، تڏهن سڀ اُٿيا. ٻاجهر ۽ جوئر جي ڪانن جي ڏَن کي پنيان اچي ڦاڙيائون. پوءِ تہ ننڍو وڏو شاگرد ٻاجهريءَ جي ڪانن مان پيٽ ڪر پريندو مسجد جي پرسان رکندو آيو. اُتي بہ ٽي طالب العلم بيٺا هئا. اُهي مناسب طريقي سان ڪانن کي لڳائيندا آيا. آخر آڌيءَ رات کان ٿورو وقت اڳ ٻاجهر ۽ جوئر جي ڪانن مان مسجد لڳ چاڙهي نهي ويئي. مقرر انداز موجب شاگرد ويا. جن گهاڻي واري جو وڃي اُٺ اتاريو. اُٺ اُتاري مسجد جي پرسان اچي ويهاريائون. هنن کي ڊپ هو، تہ اُٺ دانهون ڪندو، تنهن ڪري پنهنجن پٽڪن سان اُٺ جو منهن ٻڌائون. البت نڪ آجو ڇڏيائونس، جيئن اُن مان ساهہ آسانيءَ سان ڪڍي سگهي. پوءِ ٻارن جي اڳواڻ، اُٺ جي مهار جهلي ڪانن جي چاڙهيءَ ڏانهن

وڌيو. اُٺ بہ اُتي اوڏانهن هلڻ لڳو. پنيان سڄي مدرسي جا ٻارڙا هئا. انهن جي هٿن ۾ لنيون، ڏنڪا ۽ ڇانيا هئا. اُٺ ڪجهہ اڳتي ٿيو. تہ هن کي چڙهڻ ۾ تڪليف ٿي، ٻارڙن اوڏي مهل مٿس لنين جي مار جو مينهن وسائڻ شروع ڪيو. اُٺ مارجي ڪري لاچار مٿي چڙهندو ويو، تان جو وڃي مسجد جي ڇت تي پهتو. اُتي ٻالڪن اُٺ کي ويهاري سندس منهن ڇوڙيو، ۽ ٽنگون ٻڌي ڇڏيون ۽ پوءِ ٻاجهر ۽ جوئر جا ڪانا جتان ڪٿي آيا، اُتي واپس رکي آيا. رات پيٽ ۾ ٻهارا ڏيئي ڪانن جي ڪٽڻ جا پار پٽا ۽ اُٺ جا پير ائين ڍاهي ڇڏيائون، جو ڄڻ تہ اُتي ڪجهہ ٿيو ئي ڪونہ هو. اُن ڪان پوءِ ٻارڙا بي فڪرا ٿي سمهي رهيا ۽ اُٺ مسجد مٿي ٻڌو بيٺو رهيو.

صبح ٿيو. صبح جي نماز تي سڀ مؤمن اچي گڏ ٿيا. اوچتو ڪنهن جي نظر وڃي مسجد مٿي وينل اُٺ تي پيئي. هن کي ويساهہ ئي نہ پيو اچي، تہ ڪو اُٺ مسجد تي چڙهي سگهي ٿو. آخر هڪ هڪ ٿي سيني ماڻهن کي خبر پئجي ويئي. ايتري ۾ گهاٽي واري چيو تہ، ”هيءُ اُٺ تہ جهڙو ڪر منهنجو آهي.“ پوءِ هو ڊوڙ ڪري گهاٽي تي ويو، اُتي سندس اُٺ موجود ڪونہ هو. سو اچي جماعت کي چيائين تہ، ”هيءُ اُٺ منهنجو آهي. مون ڪالهہ ٻالڪن کي تيل ڪونہ ڏنو هو، اها پڪ سان انهن جي شرارت آهي.“ مولوي صاحب ٻالڪن جي اڳواڻ کان پڇيو، تنهن چيو تہ، ”سائين! ڳالهہ برابر ائين آهي. هاڻ اُٺ پلي گهاٽي وارو هيٺ لاهي.“ ماڻهن جا وات ڦاٽي ويا، تہ رات پيٽ ۾ اهو اُٺ ٻارن مٿي آخر ڪيئن چاڙهيو؟ پوءِ تہ سڀ ڪو ڌار ڌار خيال ظاهر ڪرڻ لڳو... ڪو چوي، تہ رسن ۾ ٻڌي اُٺ کي ٻارن مٿي چاڙهيو آهي، ڪو چوي، تہ ٻارن الله جي اسم سان اُٺ کي مٿي چاڙهيو آهي، ڪو چوي، تہ ٻارن سان جن ساٿي ٿيا آهن، تڏهن اُٺ مسجد جي ڇت تي چڙهيو آهي.“ جيترا هئا وات، اوتريون هيون ڳالهيون. گهاٽي واري ڏنو تہ، ٻالڪ ٻاسين پيا، سو گهاٽي انهن جي ئي گهتل آهي، سو مولويءَ کي عرض ڪرڻ لڳو، تہ ٻالڪن کي چؤ تہ منهنجو اُٺ جيئن مٿي چاڙهيو اٿن، تيئن هيٺ لاهين.“ مولوي صاحب اڃا جواب ڏئي ئي ڏي، تيسين اڳواڻ چيو، ”اُٺ هاڻ هيٺ تڏهن لهندو، جڏهن مسجد جو سڀ تيل ڏيندين!“ ٻالڪ اڳواڻ جي اِها خبر ٻڌي گهاٽي واري چيو تہ، ”آءٌ بيشڪ مسجد لاءِ جيترو تيل کپندو، اوترو ڏيندس، پر منهنجو اُٺ لاهي ڏيو.“ مولوي صاحب

۽ شاگردن کي اُٺ لاهڻ لاءِ چيو. اڳواڻ ٻالڪ سيني کي حڪم ڪيو تہ، ٻاجهر ۽ جوئر جا ڪانا آندا وڃن. حڪم جي دير هئي. ڪانا اچي ويا. چاڙهي نهي ويئي، ماڻهو ڏسندا رهيا. شاگردن وجي اُٺ جون ٽنگون آجيون ڪيون. ٽنگن ۽ ڪنڌ ۾ وڏا رسا وجهي ٻالڪن انهن چيڙن کي جهليو ۽ اُٺ کي اُن چاڙهيءَ تي وني آيا. نوڙن ۾ ڇڪيو جهليو بيٺا هئا، جيئن اُٺ تڙي ڪري نہ پوي. پوءِ آهستي آهستي اُٺ ويو هيٺ لهندو. تان جو اچي پٽ ورتائين ۽ گهاٽي وارو عجب مان اِها ڪار ڏسي بيٺ وانگر حيران ٿيندو رهيو ۽ آخر اُٺ وني گهاٽي تي ويو. اُتان تيل جو مٽ مسجد لاءِ خود کڻي اچي ڏيئي ويو ۽ روز پڇا ڪرڻ ايندو هو. جڏهن بہ تيل ڪٽندو هو، تڏهن پاڻ تيل ڏئي ويندو هو. ٻارڙا جڏهن خميس ونڻ ايندا هئا، تڏهن هنن کي وڏيءَ حب مان ڏار خيرات ڏيندو هو. ماڻهن ۾ اها ڳالهہ مُلڪان مُلڪ مشهور ٿي ويئي.

هن دڙي سان ساڳين ٻالڪن جي باري ۾ هيئين ڳالهہ بہ مشهور آهي[1]:

اڳوڻي زماني ۾ ڪڏهن تہ ڏڪار پوندا هئا، ڪڏهن پيدا ڪيا ويندا هئا. ڏڪار پوندا هيئن هئا، جو سالن جا سال برسات نہ پوندي هئي تہ مُلڪ ۾ اناج ٿورو ٿيندو هو. بلڪ نہ بہ ٿيندو هو. پوءِ ڏڪار هئڻ سبب، مُلڪ ڏاڍو ڏکيو ٿيندو هو. اُن زماني ۾ ڏڪاريا واپاري بہ رهندا هئا، اُهي چاٽي ٻُجهي ڏڪار پيدا ڪندا هئا. ڪندا هيئن هُئا جو اناج لهڻ وقت سستو ۽ سپ اناج وني پنهنجن پاندن ۾ پري رکندا هئا. بازار ۾ اَنَ نہ آڻيندا هئا، نتيجي طور ڪجهہ وقت ڪان پوءِ ملڪ ۾ ڏڪار پکڙندو هو ۽ پوءِ اُهي واپاري وڏي اگهہ ۾ اَنَ وڪڻي، پنهنجيون تجوڙيون پريندا هئا. اهڙا ڏڪاريا ڏيهہ ۾، شاهہ جي ڏينهن ۾ بہ موجود هئا. شاهہ سائينءَ انهن کي ڏسي چيو هو:

حُڪُمُ ٿيو بادل کي، تہ سارنگ ساٺ ڪجن،
وڄُون وسڻ آئيون، تَـہَ تَـہَ مينهن ٿمن،
جن مَـهَانگو لَـهي ميڙيو، سي ٿا هَـٿَ هڻن،
پنجن منجهان پندرنهن ٿيا، اِئن ٿا ورق ورن،

[1] اها ڳالهہ مون محترم قادر بخش منگواڻي، شفيع محمد جمالي، استاد غلام محمد خان جمالي، رفيق احمد جمالي، گامڻ خان حجام ۽ شيخ الله جڙئي شاهہ کان ٻُڌي. انهيءَ ڳالهہ جا پيا بہ گهڻا راوي آهن، جن جو طوالت کان هت نالو نہ ڳڻايو اٿم. اِها ڳالهہ تلهار، پيرو لاشاري ۽ بدين جي آسپاس مشهور آهي. (ليکڪ)

ڏڪاريا ڏيہ مان، شال موذي سڀ مرن،
وري وڏي وس جون، ڪَيون ڳالھيون ڳنوارن،
سَيدُ چوي سين، آہِ توہِ تنھنجي آسرو.

اُن وقت هڪڙو ته ٻه ٽي سال برسات ڪونہ پيئي هئي، پيو تہ ڏيھہ جي ڏڪارين اَنَ مهانگو ڪندي غائب ڪري ڇڏيو هو. نتيجو هي نڪتو جو ماڻهو بک مرڻ لڳا. جڏهن مُلڪ ۾ بک پڪڙي پيئي، تڏهن مڪتب جا طالب علم کھڙي منهن سان بکئي ۽ ڏکئي ڏيھہ مان خيرات وٺڻ وڃن؟ اِهو سوچي هنن خيرات تان هٿ ڪنيو. البت ڪن پر پاسي وارن زميندارن ۽ واپارين ڪان 'ميان جي'[1] وجيو مدرسي جي نالي اناج وٺيو ايندو هو. ڪجھہ اناج، ڪجھہ جهنگل جو ڏٿ گڏجيو پوندا هئا. انھيءَ مان طالب علم پيا پورت ڪندا هئا، پر اناج تي گهٽ ۽ ڏٿ تي وڌيڪ پروسو رکندا هئا، ڇوته اناج تمام ٿورو هو. اُن وقت ڇارين ۾ پيرون بہ اڇي پڪا هئا، سو ٻالڪ رب پاڻي ڪندا هئا ۽ اڳواڻ جنهن کي مُهوڙي طالب علم بہ چئبو هو، هنن کي پيروئن جون هڪ ٻہ ٽاريون پٽيو ڏيندو هو، اُها ڪايو پنهنجن سبقن کي پيا ياد ڪندا هئا. اُن ڏينهن رب پاڻيءَ لاءِ بہ اناج اڇي ڪُٺو هو. سو 'ميان جي' دل ذات وارن جي ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو. آسرو هئس تہ، اُتان ڪجھہ نہ ڪجھہ اناج ملي پوندو ۽ طالب علم ڪجھہ وقت رب پاڻي ڪري وقت ڪاٽي ويندا. 'ميان جي' روانو ٿيو، ڳڻي جي ڍوري مان ڪا ٻيڙي اوڏانهن ٿي ويئي، تنهن تي چڙهي وڃي "دلن جي ڪوٽ" ۾ پهتو. اُتي هڪ ديندار مسلمان وڏيري سان اندر اورپائين. اُن چيس تہ، "مون وٽ تہ اناج منهنجي لاءِ بہ مس پورت آهي، پر اسان جي قوم جا ٻچا پيا بک مرن، تڏهن آءٌ پيٽ پري ويهي ڪائي ڊؤ ڪريان. اهو ٻڌڻ جو مقام آهي. انھيءَ ڪان تہ بهتر آهي، تہ ڳڻي ڍوري جي ڪنب جي ڪُن ۾ ٻڏي مرجي." ائين چئي هن 4-5 منڻ ڇانورن جا شاگردن لاءِ ميان جيءَ کي ڪٽي ڏنا. نہ فقط ايترو ڪيائين، پر پنهنجو ٻيڙياتو بہ ڪيس ڏنائين ۽ اُهو ٻيڙيءَ ۾ اناج ڪٽي اونڻ جي ڪوٽ ڏانهن روانو ٿيو.

هوڏانهن ميان جيءَ جي وڃڻ ڪان پوءِ، سيني ٻالڪن گڏجي مُهوڙيءَ کي چيو تہ، "ياءُ! ڪيترا ڏينهن ٿيندا، جو رب ڏِڪ بہ نہ مليو آهي. هوڏانهن پيروئن

---

[1] ميان جي، اڳئين وقت ۾ مدرسي جي وڏي استاد کي انهي لقب سان ڪونيو ويندو هو. (نظرثاني ڪندڙ)

سان چاريون پريون بيٺيون آهن، پر ڪوٺ جي ڪري اُتان بہ هڪ ٻن تارين کان وڏيڪ پيرون پلئہ ڪونہ ٿا پون. 'ميان جي' دلن جي ڪوٺ ڏانهن ويو تہ برابر آهي، پر اناج آٽي يا نہ آٽي. هاڻ هڪ ڪرم ڪر، موڪل ڏي تہ پيرونءَ ڪائي ڊوڙ ڪريون." مُهوڙيءَ پهرين تہ لنوائي ويو، پر ٻڪ هن ڪي بہ ڪنيو بيٺي هُئي، تنهن چيو تہ، "استاد تہ ڪاوڙبو، پر ماشاءُ الله، پيرونءَ ڪائي ڊوڙ ڪريو." ٻارن کي موڪل ٿي. هو چارين تي چڙهي پيا، پر پاسي ۾ مولوي صاحب ڏٽ لاءِ جيڪي بہ چاريون رکايون هُيون. بالڪل اُهي سڀ چونڊي چونڊي ڪائي ڇڏيون، انهن ۾ هڪڙو بہ پيرون ڪونہ ڇڏيائون. پيرون ڪائي ڊوڙ ڪيائون. پاٽيءَ ڍُڪ پي ڪجهہ وسرام ڪيائون. اُن تان سيني کي خيال آيو، تہ مولوي صاحب پاڻ لاءِ چاريون ڏٽ لاءِ وڏي نظر ڏاري رکايون هيون. اناج نہ هوندو هو، تڏهن انهن چارين جا پيرون ڪايو گذر ڪندا هئاسون. هينئر جو اسان هڙ موڙي پيرون ڪائي ڇڏيا آهن، سو پڪ سان استاد صاحب ناراض ٿيندو. جڏهن سيني جي ذهن ۾ اها ڳالهہ ويٺي تہ اِهو ڪم دوranديشيءَ کان پري جو ڪيو اٿئون ۽ اها ڳالهہ بہ ڏيان ۾ آين، تہ انهيءَ ڳالهہ تان استاد ڪاوڙبو، اهو سوچي هو ٻڏتر ۾ اچي ويا. ضمير چڪ وجهڻ لڳن، مُهوڙي خطابيءَ چيو تہ، "ڪنهن بہ مڪتب جي شاگردن اهڙو ڪم ڪونہ ڪيو هوندو، جهڙو پاڻ ڪان ٿيو آهي. پاڻ پڪ سان استاد جي عتاب جي هيٺ ايندا سون. هاڻ هلو تہ مسجد سڳوريءَ ۾ هلون. الله کان دعا پنون تہ هو اسان کي پنهنجو ڪري، نہ تہ ميار مان جان ڪونہ ڇٽندي." سيني چيو تہ، "اها ڳالهہ واقعي آهي." پوءِ سڀ مسجد ۾ پهتا. محراب خالي ڇڏيائون، چوتہ اُتي سندن اُستاد محترم ويهي ڪين پڙهائيندو هو. هرڪو شاگرد پنهنجي پنهنجي جاءِ تي وڃي ويٺو. ڪتاب کوليا ويا. اُن کان پوءِ وڏو شاگرد اُتي ويٺو. هن آسمان ڏانهن دعا لاءِ هٿ کنيا، سيني شاگردن انهيءَ جي پوئواري ڪئي. مهوڙي طالب علم الله تعاليٰ جي درگاهہ ۾ عرض ڪيو تہ، "يا رب العزت! اسان استاد جي وجهڻ کان پوءِ، بکئي پيٽ جي ڀڪاٽڻ سبب، اُن جي احڪام کي اورانگهي ويٺا آهيون، اسان جو استاد ايندو ۽ اسان تي اچي ڏمربو. انهيءَ ڏمر کان اسان کي بچاءِ، اسان جي سچا شاگرد آهيون، تہ اسان جو عرض قبول ڪر. مسجد اسان مٿان ڪيراءِ تہ جيئن اِهو گناهگار منهن پنهنجي استاد کي ڏيکارڻ کان اڳ مري وڃون." الله تعاليٰ انهن نيڪ ۽ صالح

شاگردن جو عرض اگهايو. انهن کي شرمندگيءَ کان بچايو. مُهوڙي بالڪي دعا گهري دنگ ڪئي ۽ بين بالڪن "آمين" چئي ڇيهه ڪيو، تہ مسجد انهن طالبن مٿان ڪري پيئي ۽ سڀ انهيءَ مسجد سڳوريءَ ۾ شهيد ٿي ويا.

ڪجهہ وقت کان پوءِ استاد محترم اناج ڪٽائي جو مسجد سڳوريءَ وٽ پهتو، تہ اُتي ڪهرام متو پيو هو. سڄو ڳوٺ اچي گڏ ٿيو هو. مسجد شهيد ٿي چُڪي هئي. ميان جيءَ ڏٺو تہ سڀ ڇاريون پٽيون ۽ ڪاڏيون پيون هيون. پاڻ ڳالهہ پروڙي ويو. ماڻهن ڪوڏارون کڻي بالڪن کي ڪڍڻ جي ڪوشش شروع ڪئي، پر مولوي صاحب ماڻهن کي چيو تہ، "اوهان هنن شهيدن کي مسجد مان ڪڍڻ جي ڪوشش نہ ڪريو. هي منهنجي عتاب کان ڊنا آهن. هنن پيرون ڪائي ختم ڪيا آهن ۽ پوءِ سوچي ويچاري دعا گهري آهي، الله سندن دُعا قبول ڪئي آهي. هاڻي هي سڄو ڪوٽ هنن شهيدن سان گڏ شهيد ٿيڻ لاءِ تيار هجي، تہ دعا گهرون، جيڪي هتي رهڻ گهرن ٿا، سي هليا وڃن." 'ميان جي' ائين چئي محراب ڏانهن وڌيو. چوتہ محراب اڃا سلامت هو. ميان جي محراب هيٺان بيهي دعا گهري تہ: "اي مالڪ! منهنجا ٻچا شهيد ٿي ويا، منهنجو جيئڻ مرڻ انهن سان هو. هاڻ انهن کان سواءِ جيئڻ جنجال آهي. يا الاهي مون کي پنهنجن شاگردن سان ميڙ ڪر." دعا گهري دنگ ڪيائين تہ، محراب اچي مٿانس ڪريو. محراب شهيد ٿيڻ سان شهر کي اهڙو لوڏو آيو، جو سڄو شهر زمين دوز ٿي ويو.

اِهو "اونن جو ڪوٽ" اڄ "اونن جو دڙو" پيو سڏجي. انهيءَ دڙي جي آسپاس هينئر بہ ڪجهہ اوناڙ رهن ٿا. ٽالپر، ملاح، شيخ ۽ ٻيون برادريون بہ هن دڙي جي پير پاسي ۾ رهنديون آهن. هي دڙو هينئر بہ اٽڪل روءِ ڇتيهہ ايڪڙن کان وڌيڪ ايراضيءَ ۾ ٿيندو.

"اونن جي دڙي" کي اڳي اونن جو ڪوٽ ڪري چوندا هئا. اِهو ڪوٽ ڳنني جي ڏوري جي پِرَ تي نهيل هو. ڳنو ڏورو هن ڪوٽ جي اوير ۽ ڏکڻ کان وهندو هو ۽ اِهو ڏورو "دلن جي ڪوٽ" کان وهيو، هتان اچي گذرندو هو.

(ب) عبدالرحيم ڏيتو:

عبدالرحيم ڏيتو، مخدوم نوح رح جو مريد هو. هڪ دفعي هلندي هڪ عورت تي نظر پئجي ويس. پتو پيس تہ اِها عورت جنهن تي منهنجي نظر پيئي آهي، سا آرياڻي آهي. اِهو سوچي سندس وار اُڀا ٿي ويا تہ، آل رسول ﷺ کي

مون ڏنو ۽ اجا اڪيون رڪايو پيو هلان. پوءِ هُـو پنهنجي مـاڳ تـي موٽـي آيـو ۽ پنهنجون اکيون کيرائي ڇڏيائين. اُن رات حضرت محمـد ﷺ، حضرت علـي رضہ، حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ هن وٽ خواب ۾ آيا ۽ لب مکي سندس اکيون سڄيون ڪيائون ۽ پاڻ سڳورن فرمايس تہ. ”تـو آلِ رسول ﷺ جو ادب رکيو آهي. انهيءَ ڪري توکي ظاهري ۽ اندروني اکيون عنايت تا ڪريون ۽ هن جاءِ تـي جيڪو بيهي نماز پڙهندو اُن کي وڏو ثواب عطا ٿيندو.“

فقير عبدالرحيم ڏيتو اُن کان پوءِ رات ڏينهن هڪ ڪري رب پاڪ جي ياد ۾ گذاريندو هو. مٿانئس سندس مرشد مخـدوم نـوح رحہ ڦيرو ڪـرڻ آيـو. حـال پروڙي ڏاڍو روحاني سرور حاصل ڪيو، ۽ پوءِ اُن جاءِ تـي پنهنجـن معتقـدن کـي هر سال 9 ذوالحج تـي نمـاز پڙهـڻ جو امر ڪيو. اُتـي اُن ڏينهـن کـان اڄ تـائين انهيءَ تاريخ تي نماز ادا ٿيندي اچي، ۽ هزاريـن مـاڻهو نمـاز پڙهـڻ اينـدا آهـن ۽ روحاني سرور حاصل ڪندا آهن. انهيءَ کُـنيءَ کي مخدوم نـوح رحہ جـي نـالي سان سڏيو ويندو آهي. ٿيبا انهيءَ کُـنيءَ تي زيارتين کي پَـتَ ڪـارائيندا آهـن. اُتي اڄ هزارين ماڻهو اُها ريت قائم رکڻ لاءِ پنج وقت اچيو نماز پڙهن.

”ڏيتي فقير کي پنهنجي هٿ ۾ ڪو ڦٽ نڪتو هو. نهار نہ ڪرڻ تي اُن ۾ آهستي آهستي ٿي گڏرون پئجي ويون هيون. پاڻ انهن گڏرن ڏانهن ڪوبہ توجهہ نہ ڏيندو هو ۽ رات ڏينهـن رب سـائينءَ جي منـيءَ يـاد ۾ گهـاريندو هـو. هـڪ ڏينهن پاڻ نماز پڙهي فارغ ٿيو. تڏهن ڪنهـن مرشد پـائيءَ، سندس هٿ جهلـي سندس اڳيـان جهليـو ۽ چيـو تـہ. ”سـائين ڪـرم ڪـري هتـي خـدا ڪـارڻ ڦيـٽـو وجهجو. تہ مرض دفع ٿئي.“ پاڻ اِهو ٻڌي پنهنجي ڦٽ تـي ڦيـٽـو وڌائيـن. ڦيـٽـي وجهڻ سان ڦٽ ڇُـٽـي ويو ۽ گڏرون ڪـري پيـون. اِهـو ڏسـي ڪنهـن اچـاڻ ڪيـس چيو تہ. ”سائين! اوهان پاڻهين پاڻ کي ڦيـٽو هٽيو. هن آزار کان پاڻ کي ڇو نٽي بچايو؟“ اهو ٻڌي، پاڻ ان کي چيائون تہ: ”ابا! جي تون منهنجو اندر ڏسين تہ اُن ۾ ايڏو ڦٽ آهي، جنهن ۾ ههڙا هزارين ڦٽ سمائجي وڃن. اُهـو ڦـٽ مـوت جـو آهي. انهيءَ ڦٽ جي اڳيان اِهو هٽ وارو ڦٽ تہ ڪجهہ بہ نہ آهي.“[1]

فقير عبدالرحيم هن ڏيتي بزرگ پوءِ پنهنجا ساهہ بہ اُتي پورا ڪيا. اُن جي وفات کان پوءِ اُتي هر سال نماز ادا ڪرڻ لاءِ مـاڻهو گڏ ٿينـدا هئـا ۽ اجا بہ

---

[1] روايت: مرشد ۽ مولانا پير عالي شاهہ جيلاني. (ليکڪ)

ڳڏ ٿيندا آهن. عبادت کي عشق جي حد تائين پورو ڪرڻ جو، جيڪو ڪم عبدالرحيم ڏيٺي شروع ڪيو هو. اُنهيءَ جي تصديق سنڌس مرشد مخدوم نوح رح اُتي نماز پڙهي ڪئي ۽ انهيءَ عبادت جي ياد ڏهيءَ لاءِ هزارين مؤمن اُتي اچي نماز پڙهندا آهن ۽ ڏيٺي فقير جي پير پارپندا آهن.

**(ب) پرماڻ ۽ توت بادشاهه:**

ملڪ ۾ سدائين ظالم ۽ مظلوم جو معاملو رهندو پيئي آيو آهي. ظالم ظلم ڪرڻ کان رهي نہ سگهيا آهن ۽ مظلومن اهي ظلم خوشيءَ سان قبول ڪيا آهن.

لاڙ جي خطي ۾ ڳني جو ڍورو مشهور آهي. اهو ڪڏهن پرجيو وهندو هو. انهيءَ جي ڪناري تي ننڍا ننڍا راڄاڙا هوندا هئا. اتي جي راجائن جو دلورائي قانون هوندو هو. جيڪا بہ ڪنوار انهن جي حد مان درياءَ جي هِن پَر يا هُن پر ٿيندي هئي، ان کي اتي جي راجا جي عيشگاهه ۾ عصمت جي قرباني ڏيڻي پوندي هئي.

جنهن وقت جي هيءَ ڳالهه آهي. اُهو وقت شايد سومرن جي حڪومت جو هو. ڳني ڍوري جي اُپرندئين ڪناري تي توت بادشاهه جو ڪوٽ هو. توت بادشاهه هڪ ظالم حاڪم هو. سندس ظلم تڏهن چوٽ چڙهندو هو، جڏهن ڪا ڪنوار سندس قانون جي وڪڙ ۾ اچڻ کان ڪيٻائيندي هئي. توت بادشاهه سومرن جي چهہ آني پرينڊڙ هو. گهوڙن جو بيحد شوقين هو. گهوڙن جي وهنجارڻ لاءِ خاص پڳنيون نهرايون هئائين. پاڻ پنهنجي ظلمي ڪاروائين کي، انهن گهوڙن تي لشڪر سان چڙهي عمل ۾ آڻيندو هو.

ان وقت مانڊر ۾ سيراٽيءَ جي هڪ ڳوٺ ۾ هڪ حسين جميل سدا سُهڻي "پرماڻ" نالي جوان ڇوڪري رهندي هئي، جنهن جا ڪجهہ عزيز ڳني جي هُن پر ترائيءَ جي پرسان رهندا هئا. هن جو گهوٽ بہ اوڏانهن ئي رهندو هو. آخر گهوٽيتن ڏينهن ٻڌا. ڪنوار اڪئي ۾ (ونواهہ) ويني، گهوٽ گهوڙي چڙهيو. شادي تي، گهوٽيتا ڄڃ وٺي ترائيءَ ڏانهن راهي ٿيا. سير راٽي (سيراٽي) جي ڳوٺ کان ترائيءَ ڏانهن جيڪو گهاڙ وهندو هو، اُهو توت بادشاهه جي ڪوٽ جي ٻنهہ لڳولڳ تي مٿيندو هو. ڇاڇي گهوٽ ۽ ڪنوار کي وٺيو خوشيون ڪندا پيئي ويا. جڏهن توت بادشاهه جي ڪوٽ جي ويجهو پهتا، تہ راجا جا ماڻهو اچي پهتا. چيائون تہ، "ڪنوار راجا وٽ رات رهي، پوءِ ڍورو اُڪرندي." اتي

سيني کي پوڙهي ماهيڙ جي ڳالهه هُري تہ هُن حق تي چيو. تہ "اها راهہ ڏيئي نہ وجو. دلورائي قانون پيو هلي. 'پرماڻ' جهڙي حسين ڪنوار تہ توت کي الله ڏياري. پر هن پوڙهي ماهيڙ جي ڳالهين تي ڪنهن بہ ڪن ڪونہ ڏنو. هنن کي پنهنجي راجا جي ٻل تي ۽ پنهنجي تلوارن جي زور تي وڏو ڀروسو هو. تڏهن ماهيڙ لاچار ٿي چيو هو تہ: "پرٿي سا پرماڻ، جا ڳني ج وڻ اُڪري." ماهيڙ جنهن پوءِ جي ڪل ڏني هين، جنهن کي هنن ڪنايو ئي ڪونہ هو. اها پُلڪار هينئر سندن سر مٿان سوار هئي. هنن سرويچن پنهنجي لڄ کي بچائڻ لاءِ تلوارون اگهاڙيون ڪيون. پر توت جي اُڙد سپاهين هنن جا بازو جهلي ورتا ۽ سواءِ ڪنهن رتوڇاڻ جي هي سڀ ڪيڏاري ڪوڏيا ڪونڊر. ٻانها ٿي وجي توت جي بند ۾ پيا ۽ پرماڻ توت بادشاهہ جي رنگ محل ۾ پهتي. هي سڄو تماشو منٿن ۾ ٿيو هو. پرماڻ اڪيلي، بي سهاري توت جي اڳيان حاضر هئي. توت جا شيطاني جذبا جوان ٿي ويا. پرماڻ کي ويجهو پوڻ لڳو. هن ستي سوريهہ سورميءَ هڪل ڪري، هن ظالم انسان کي پاڻ کان پري رهڻ جو چتاءُ ڏنو.

توت هن هيٺيءَ ۽ هاٺي ۾ هنيل نماڻي ناريءَ کي ڏاڍ جي پاڍ وجهڻ لڳو. پر "پرماڻ" بہ پاڻ هئي. هوءَ انهن عورتن مان ڪونہ هئي، جي ظلم ۽ زور جي اڳيان پنهنجي خودداري ذبح ڪن. ضمير وڪٺي لوڪ ۾ ڪائياريون سڏجن. هن جو پنهنجي ڪانڌ کي لڳَ آچيو هو، اهو توت جي ظلم جي زير تيڻ جو نہ هو.

توت بادشاهہ پهرين نرميءَ سان ورتاءُ ڪيو پر ڪيس ڪجهہ نہ وريو. تہ گرميءَ جا سعيا ڪيا. هو تپيو ڳاڙهو ٿيو. هن "پرماڻ" تي چهبڪن جا وسڪارا ڪرايا، پر ٻيو مڙيئي خير ٿيو! اهو ست سيل جو زمانو هو. اڏ رات تائين "پرماڻ" آزمائش مان نڪرندي رهي. پر هن جي خيالن ۾ ڪوبہ لوڏو ڪونہ آيو. آخر توت بادشاهہ مجبور ٿي ڇُرين سان هن جي بدن تي چهڪ ڏيارڻ شروع ڪرايا. ڪو زخم ٻانهن تي رسيو، تہ ڪو نرڙ تي، ڪو ڇريءَ جو ڏڪ ڇڏ ڇڏان ۾ ڳل تي لڳو، تہ ڪو سيني ۾ "پرماڻ" جي بدن جو رت نڪري ڳاڙهن ڪپڙن کي ڳوڙهو لال ڪرڻ لڳو.

ڪلاڪ ڪن جي ڪشمڪش ۾ هن جو بدن ذري گهٽ سڄو چٽجي ويو. هوءَ ساٺي ٿي ڪري پئي. توت اُهو موقعو غنيمت سمجهيو، پر هوءَ ڊنل هرڻيءَ وانگر ٽپ ڏيئي وري بہ اُتي بيني ۽ انڪار تي قائم رهي. اتي هن نوڪرياڻين

کي لوڻ گهرائي "پرماڻ" جي ڦٽن تي ٻرڪڻ جو امر ڪيو. بدن تي لوڻ ٻرڪيو ويو. بدن ٽانڊن وانگر ٻرڻ لڳو. اُن لوڻ ۾ مرچ بہ گڏيا ويا. پر "پرماڻ" چوڻ لڳي تہ، "منهنجو لڱَ، لڱَ وڍي ڇڏين، يا چم لاهي ڇڏين، يا وڍيل ڦٽن تي لوڻ لائين، تہ بہ توکي لڱَ نہ آڇيندس." اهو ٻڌي توت بادشاهہ گهٽو ڪاوڙيو ۽ نوڪرياڻين کي حڪم ڪيائين، تہ رسا ڪٽي اچو. نوڪرياڻيون حڪم جون ٻنديون، نوڙيون ڪٽي آيون، هٿ پير رسن ۾ ٻڌا ويا. نوڙين ۾ وٺيل "پرماڻ" وهٽ وانگر زمين تي ڪري پيئي، ۽ ڪرڻ سان آهہ ڪندي سندس ساهہ نڪري ويو. توت بادشاهہ ۽ نوڪرياڻيون ڏسندا رهجي ويا. توت تہ رڳو هٿ مهٽيندو رهيو. پر ان وقت نوڪرياڻين جي اکين ۾ ڳوڙها هئا.

ان وقت اَسر تي چڪو هو. نوڪرياڻين لاش هٽن تي کنيو ۽ قيدي ٻٽيل "پرماڻ" جي مڙس ۽ ڄاڄين اڳيان وڃي رکيو. توت بادشاهہ پوءِ انهيءَ ڄڃ کي پنهنجي حد ۾ وڌيڪ رهائڻ مناسب نہ سمجهي، آجو ڪرڻ جو چيو. ڪڙا لٿا، ڄڃ پرماڻ جو لاش ڪٽي ٻيڙين تي چڙهي ڳنڍي جي ڏوري جي هن پاسي تي تي، هِنَ پاسي تي پهچي "پرماڻ" جو لاش پوءِ پيڙو ڪيو ويو.

هيءَ ڄڃ پوءِ نياڳي نصيب سان ترائيءَ پهتي. اتي جي نوجوانن ۾ توت سان جنگ ڪرڻ جو خيال اُتيو، پر اُتي جي راڄواڙي جي راڄا، هنن کي ائين ڪرڻ نہ ڏنو... غريب مئو ڪنهن نہ سئو. (غريب مئو نہ ڪنهن ٻڌو) اهڙيءَ طرح "پرماڻ" ڪنوار ٻڌجي ڪري بہ، ڪنوار نہ تي. پر پنهنجو لڱَ پنهنجي حق کان سواءِ ٻئي کي نہ آڇيو. پرماڻ جي قبر اڄ بہ ڪنهن کي ڏسڻي هجي، تہ بدين تعلقي جي ڳوٺ پلي خاصخيليءَ جي ڏکڻ تان ۽ ڳنڍي جي ڏوري جي اُلهندي تان ڏسي سگهجي ٿو. انهيءَ "پرماڻ" جي مرڻ کان پوءِ، هر ڪنهن ان ڪنوار کي، جا ڳنڍي جي هُن پر يا هِن پر پرٽبي هئي. تہ "پرماڻ" جي لقب سان ياد ڪيو ويندو هو. جنهن جي اصطلاحي معنيٰ "ڪنوار" هوندي هئي. اهڙيون ڪئين "پرماڻون" ۽ ڪئين ڪنواريون ڳنڍي جي ڪنڌي جي هُن پر يا هِن پر آرامي آهن.

پٽ ڏٽي گهمندي گهمندي ڳنڍي واري ڏوري تان بہ ڦيرو ڪرڻ آيو هو. ستين جون قبرون ماڻهن ڏيکاريون هيس. جڏهن ڪيس پرماڻ جي ڳالهہ ڪن

پئي هئي، تڏهن ستين جا بيت چيائين جي رسالي جي زينت آهن. "پرماڻ" جي وڏڻ چيرڻ ۽ چچرڻ جي خبر پيس، تہ پاڻ سندس قبر مٿان وڃي ويٺو هو. سندس ساراهہ ڪان پوءِ ڪيس مخاطب ٿيندي چيو هئائين تہ:

"ستي تنهنجي سيل ۾، ڳالهہ گهرجي ڳجهہ،
وڍيو چيريو چچريو، پر ۾ ايي پج،
ان پر اتي اچ، تہ ٿئين ساماني ساٿيهہ ۾.

(پ) خليفو درس محمود:

شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري جا خليفا پري پري تائين پکڙيل هئا ۽ پنهنجي طريقي جي، پنهنجي مرشد پاران دستگيري ڪندا هئا. اهڙن خليفن مان درس محمود پڻ هڪ هو. موصوف نيڙ ۾ رهندو هو، اها سيم "بنيءَ" ڪڇ ۾ آهي. هر سال مرشد تان پيرو ڪرڻ ايندو هو. اُن سال بہ پيرو ڪرڻ آيو تہ حويليءَ مان سڏ ٿيس، پاڻ وڃي ڏيڍيءَ تي ويٺو. پريان پردي ۾ بيبي صاحبا اچي ويٺي. پُرخلوص مريد حڪم ٻُڌڻ لاءِ آتو هو، تہ مرشد جي گهران کهڙو تو امر ٿئي. آخر بيبيءَ سگهوريءَ پنهنجي مريد کي چيو، تہ "فقير ٻڌو اٿم تہ جيسلمير جا جنڊ چڱا ٿين ٿا. توهان اُتان ڪو جنڊ اسان لاءِ آڻڻ جو ڪرم ڪريو. اسان وٽ پراڻو جنڊ آهي، مهمان گهڻا اچن ٿا. پيهيو پيهيو لقون پئجيو وڃن. نئون جنڊ هوندو، تہ اُڪلاءُ جلديءَ ۾ ٿيندو." مريد ۽ فقير پنهنجي مرشد جي گهر جا ارشاد ٻڌندو رهيو، جڏهن روحاني امر پورا ٿيا. تڏهن پيون ڳالهيون وچ ۾ جڏي 'نيڙ' ڏانهن نڪتو. رات ڏينهن هڪ ڪندو پنهنجي ڳوٺ پهتو. اُتان سڌو جيسلمير روانو ٿيو. جنڊ آهوڙيءَ ڪان وڃي هٿ ڪيائين، ٻن ٽن ڏينهن ۾ جنڊ تيار ٿي مليس ۽ پوءِ اهو جنڊ آهوڙي کي مناسب اجورو ڏيئي، هي صادق اليقين مريد جنڊ نقط انهيءَ ڪري پنهنجي مٿي تي رکي روانو ٿيو، تہ بيا مٿان ديرڪن ۽ بيبيءَ سگهوريءَ کي تڪليف ٿئي. ٻيو بہ ڊپ هوس، تہ هن جنڊ کي آرياٽي پيهندي. بيا ماڻهو مٿان پاڪائي نہ رکندا هجن، جي ائين ٿيندو، تہ اِهو مون لاءِ ٻڏڻ جو مقام ٿيندو. اِهو سوچي جنڊ پنهنجي مٿي تي رکايائين ۽ بلڙي شريف ڏانهن پنڌ پيو. واٽ ۾ پنهنجي مٿي تان جنڊ لاهڻ جو جتن بہ رڳو انهيءَ ڪري ڪونہ ڪيائين، تہ "آءٌ جنڊ لاهرابان ۽ مٿي تي چاڙهايان، اُهي ماڻهو بدن ۽ ڪپڙا پاڪ رکندا هجن يا نہ رکندا هجن، ۽ اهڙي

طرح هُن آرياڻي جي جنڊ کي پليد هٿ لڳن. اهو خراب ڪم آهي.“ سو ڏينهن رات هڪ ڪري بلڙي ڏانهن وڌندو ويو. واٽ تي جڏهن اوجاڳو ستائيندو هوس، تڏهن ڪنهن وڻ سان پاڻ کي ٻڌيو. ننڊ ڪندو هو ۽ جنڊ اُتي ٻه سندس مٿي تي هوندو هو.

اهڙيءَ طرح سفر ڪٽيندو، هلندو هلندو اچي بلڙي شريف ۾ پهتو. ڏيڍيءَ تي ويو. اندر حويليءَ ۾ اطلاع ٿيو، جيسلمير کان ايترو سيگهه مان جنڊ آيو هو، تنهن لاءِ بيبي صاحبا ڏاڍي خوش ٿي. پردي کي دور ڪري خود اچي پنهنجي خليفي جي مٿي تان جنڊ لاٿائين. ڪيترن ڏينهن کان جو مٿي تي جنڊ پيو هو، سو مٿي جي چمڙي ڪڙهي پيئي هئي، ۽ جڏهن مٿي تان جنڊ لاٿو ويو ته، چمڙي ٻه جنڊ سان گڏ هلي آئي. هيڏيءَ وڏيءَ پرهيزگار آرياڻيءَ جي هٿان اُهو جنڊ مٿي تان لاهڻ، مريد لاءِ اِهو اجورو ئي گهڻو هو. آرياڻي سڳوريءَ مٿي تان چمڙي لهندي ڏسي شاهه ڪريم کي سڏ ڪيو. پاڻ پيهي آيا. درس محمود ڪنڌ هيٺ ڪيو بيٺو هو. مٿي تي چمڙي ڪونه هئي، الله وارن هٿ مٿي ڪنيا. دعا قبول پيئي، بيماري ويئي، چمڙي ٿي، وار ايريا ۽ محمود فقير تَڪَ کان ٻــ آجو ٿيو ۽ پنهنجي اندر ۾ نئين قسم جو اطمينان ۽ آرام محسوس ڪيائين. روحاني فيض جي مٽس پالوٽ ٿي ۽ هو لوهه مان ڦري سون ٿي ويو.

ٻه ڏينهن روحاني ٻڪرا مليس. پوءِ کيس امر ٿيو، ته ”ڳني جي ڍوري تي ساميءَ کي وڃي سڌو ڪر. هن گهڻن جا دين ۽ ايمان بگاڙيا آهن.“ مرشد جو حڪم اکين تي رکي، محمود ڳني ڍوري جي مذڪوره ڏس پٽي تي پهتو. ساميءَ جي گوڏڙيءَ ۾ ويدانت جي وائي هُئي، جادوءَ جو زور هو، پر درس محمود اڳيان سندس ڪوبه حيلو ڪونه هليو. نتيجي طور ساميءَ کي تباهيءَ جو منهن ڏسڻو پيو. ساميءَ جو ڪوٽ تباهه ٿي ويو. فقير محمود ڪوٽ جي اُپرندي - اُتر کان دونهي دکائي ويهي رهيو. ڪجهه عرصو رهڻ کان پوءِ خواب ۾ امر ٿيس، ته ”تنهنجون نياڻيون نيڙ ۾ ڏکيون آهن، اُهي وني اچ.“ پوءِ ڪڇ مان وڃي پنهنجون نياڻيون وني آيو. درس محمود جي امر هيٺ پرهياڙ، ملاح ۽ منڌرا پرياسي ۾ اچي ۽ وسي چڪا هُئا، اُهي سندس مريد ۽ خادم هئا. پاڻ جو پنهنجون نياڻيون وني آيو، ته اُنهن لاءِ مريدن حويلي نهرائي ۽ فقير خليفي درس محمود جي عبادت گاهه ۽ مسجد ٻه تعمير ڪيائون.

درس محمود ديهه جاڪيجي، تپو اڪري، تعلقي ٽنڊي محمد خان (هاڻ بدين) ۾ آرامي آهي. سندس لوڙهه جي چوڌاري وڏين ڄارين جي ڇانـوَ آهي، ۽ انهن ڄارين کي مريدن جي طرفان وڏو ويڙهو ڏنل آهي. سڀ مريد گڏجي پنهنجي مرشد جي ياد ملهائڻ لاءِ 27 تاريخ ڪتيءَ واري مهيني تي ڏيهاڙو ملهائيندا آهن.

**(ت) ساميءَ جو دڙو:**

وڏن وڏن ڍورن ۽ ندين جي ڪناري تي الله وارا بزرگ ۽ فقير درويش، گهڻو ڪري الله تعاليٰ جي منڙيءَ ياد لاءِ ويهندا آهن. انهيءَ وانگر سامي سڳورا بہ پڳوان يا الک جي پوڄا پاٺ لاءِ پراڻ يا ڍورن جا پاسا جهليندا آهن. مقصد بنهن ڌرين جو الک جو اُهاءُ ڏسڻ ۽ حق پروڙڻ آهي.

روايت آهي تہ: هڪ وڏو سامي رهندو هو. وڏو دياوان ۽ ڪلا جو صاحب هو. هن وٽ ڪلا جي وسيلي "بڌڙڪ سيلي" ۽ "مارمتولا" هئا. جيڪي هندو ڌرم ۾ هوندا هئا. انهن مان تہ سامي خوش هو، ڪيس مسلمان ڪونہ ٿي وڻيا، تنهن ڪري هُو مسلمانن کي تڪليفون ڏيندو هو. ڪو ڇيو نہ مڃيندو هوس، تہ اُن کي بڌڙڪ سيلي بچيندو هو. هُو بڌڙڪ سيلي کي ٻيچ ڪندو هو، تہ جنهن تي ٻيچ ڪندو هو، اُن جا هٿ پير ٻڌجي ويندا هئا، ۽ هن کي بدن ۾ ڪنڊا لڳڻ شروع ٿيندا هئا، ۽ هُو پيو ڦتڪندو هو. جيستائين هار نہ مڃيندو هو، تيستائين اُها "بڌڙڪ سيلي" اُن جي جند آجي نہ ڪندي هئي. ساميءَ جي چوڻ سان جي ماٺهو ٻڌبا هئا ۽ جن کي مار پوندي هُئي، اُها رڳو اُهو محسوس ڪندو هو، جنهن تي اهو عمل ٿيندو هو، پر ڏسڻ وارا رڳو ان کي لڇندي ۽ ڦتڪندي پيا ڏسندا. اُها مار ڪوبہ مسلمان جهليوڪونہ سگهندو هو، تنهن ڪري جنهن وٽ فقير ساميءَ جي جهولي ايندي هئي، اُن ۾ هرڪو هندو توڙي مسلمان ڪجهہ نہ ڪجهہ دان (خيرات) وجهندو هو. جنهن اُن بُگريءَ ۾ ڪجهہ بہ نہ وڌو، اُن جي اُن وقت شامت اچي ويندي هئي. ائين ڪونہ هوندو هو. تہ ڪو سامي پنهنجيءَ بگريءَ سان گڏ هوندو هو. پر بگري هوا ۾ جادوءَ جي زور تي ايندي هئي ۽ اڪر جي ڏڍ تي هوءَ گهر گهر اڳيان وڃيو بيهندي هئي ۽ جيڪو نہ ڏيندو هو. اُن وقت اڪر جي زور تي ساميءَ کي سڏ پئجي ويندي هئي ۽ هُو گهڻو ڪري "بڌڙڪ سيليءَ" کي ٻيچ ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن "مار متولا" بہ ڪم ۾ آڻيندو هو. اهي ڇڻ تہ ٻم هوندا هئا. اهي انهيءَ بي ڇٽي

گهر کي تباهه ڪري ڇڏيندا هئا. ساميءَ جي ظلم کان سڄو ڳنو ڏورو ڏنو وينو هو. ڪنهن کي بہ اِها سگهه ڪونہ هوندي هئي، جو ساميءَ جي امر کي آڏو اچي. اُن وقت قدرت کي ٻي وڻي، ٻلڙيءَ واري بزرگ شاهه عبدالڪريم پنهنجو خليفو درس محمود هن ساميءَ سان مقابلي لاءِ موڪليو.

اسان جي وڏن کان اها ڳالهه پيڙهين کان هلندي اچي، تہ محمود فقير جڏهن ساميءَ جي ڪوٽ جي اُيرندي اُتر کان دونهي دکائي اچي وينو ۽ الله جو منو نالو وٺڻ لڳو، تہ ساميءَ کي اچي سر سان لڳي، ڇوتہ هن جي بُـگريءَ هوا ۾ هلڻ کان انڪار ڪيو. ٻڏڙڪ سيلي ۽ مار متولا کي حڪم ڪيائين، سي بہ جهڙا هئا، تهڙا نہ هئا. تڏهن ساميءَ پنهنجا منتر پڙهيا، پر وريو ڪجهہ بہ ڪونہ. محمود فقير سان سندس مرشد شاهه ڪريم مدد ۾ بينو هو، هُـو تر جون هٽي بيهي رهيو، پر وريس ڪجهہ بہ ڪونہ. تڏهن بہ ڪو ڪوٽ ڇڏي!؟ پوءِ درس فقير چوائي موڪليس، تہ "آءٌ توکي جئيدان ڏيان ٿو، تون مينهن واءُ ڪريو هليو وڃ." هن پنهنجن چيلن سان صلاح ڪئي. هن جا ڪوٽ ۾ هڪ سؤ چيلا رهندا هئا. چيلن چيس، تہ "سائين! پنهنجي ظلم سبب پنهنجا منتر ۽ هٿيار دم ڇڏي ويا آهن. هاڻ ظلم هونئن ئي ڪونہ ٿا ڪريو منتر ٿا ساڌيون، پوءِ اِهو اڪيلو فقير ڪيڏانهن ويندو. مار متولي جي منجهس ست سهڻ ئي ڪونهي." ساميءَ کي پنهنجن چيلن جي اِها صلاح گهڻي وڻي ۽ پنهنجي ڪوٽ جا در بند ڪري، ڪجهہ ٻالڪا چونڪيءَ تي ڇڏي، ٻيا ساميءَ سميت وڃي منتر ساڌڻ لڳا.

هوڏانهن درس فقير ملاحن، پرهياڙن ۽ منڊرن کي گڏ ڪيو ۽ چيو تہ، "مرشد جي دعا سان مون ساميءَ جي ڪانيءَ ۾ ڪلا جو زور پيچي ڇڏيو آهي. هاڻ هو پاڻ کي ٻي پهچ تو سمجهي، انهيءَ ڪري ڪوٽ جا دروازا ڪٽي بند ڪيا اٿس. ماڻهن ڏنو، تہ درس فقير ساميءَ کان بيشڪ ڪلا ۽ ڪلام ۾ وڏيڪ آهي، ڇوتہ هن جي گودڙي اسان وٽ خيرات وٺڻ ڪونہ تي اچي. هونئن بہ ساميءَ جي مار متولن ۽ ٻڏڙڪ سيلي کان جند تي ڇُـٽي. اهو سوچي سيني قبيلن ڪٺي درس فقير جو ساٿ ڏنو.

گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ اِهو گهاٽ گهڙيو ويو، تہ ڪوٽ ڪَـچو آهي، ڪيرائي وجهجي ۽ اندر وڃي، سامي ۽ سندس چيلن کي تلوار مان ڪڍي ڇڏجي. مذهبي ۽ بين ڪن سببن، ساميءَ کان ماڻهو ڏنا بہ تي. پر هن جي ظلمن جي ياد تي

آين، تہ هو وَسَ ۾ نتي رهيا ۽ آخر اِها ڳالهہ پڪي ٿي. سيني گڏجي ساميءَ جي ڪوٽ تي حملو ڪيو. ڪوٽ جون ديوارون ڪيرائي سڀ ڪاهي پيا ڪوٽ ۾. فقير سيني کان اڳ ۾ هو. پوءِ جيڪو ٿي منهن ۾ آين، انهيءَ کي ٿي هيءَ دنيا ڇڏايائون. تان جو آخر ساميءَ جي حياتيءَ جو باب لوهہ جي تيز ڌارا سان ڪٽجي ويو. انهيءَ ڳالهہ کان پوءِ سڄي ڪوٽ کي ڊاهي مٽي جو ڍير ڪيو ويو."

دڙو جيڪو زمين کان اڄ بہ ويهارو کن فوٽ مٿي آهي، سو اِها پراڻي تاريخي ياد، هتي جي رهواسين کي ڏياري رهيو آهي. چون ٿا تہ سامي ۽ سندس چيلا انهيءَ دڙي ۾ پورجي ختم ٿيا، اُتان سندن مڙهہ ڪنهن بہ ڪونہ ڪنيا. انهن جا هڏا انهيءَ دڙي ۾ دٻيل آهن. اِهو دڙو ديهہ جاڪيجي نمبر پهريون، بلاڪ 226 ۽ 227 تپو اَڪري تعلقي ٽنڊي محمد خان (هاڻ بدين) گونيءَ جي پير ۾ آهي. انهيءَ دڙي جي پرسان لڳ اُيرندي اُتر پاسي تي درس محمود فقير آرامي آهي، جنهن جي قبر تي منيون چاريون چانوَ ڪريو بيٺيون آهن.

(ٿ) شير خان چانگ (وڏو1):

وڏو شيرخان چانگ ساميءَ جي دڙي جي سامهون، ڳُني جي ساڄي ڪناري تي رهندو هو. اُن وقت ميرن جي بادشاهي هئي. جيئن تہ پاڻ ڳُني جي پوني ۾ زوراور جوان هو، تنهن ڪري ميرن کيس پنهنجن خاص اميرن ۾ شمار ڪيو هو. هن مٿير مڙس وٽ ڪافي جوڌا جوان رهندا هئا. انهن کي هٿيار ۽ بارود پاڻ مهيا ڪندو هو. اُهي جوان ڳُني جي رهندڙن جي پناهہ هئا. ڪنهن کي مجال نہ هوندي هئي، جو انهيءَ حد ۾ چوري ڪري. جيڪڏهن ڪنهن کي ڪُتي ڪٽندي هئي، تہ انهن محافظ چانگن جو رت وٽڙيو پوندو هو ۽ تيستائين آرام سان نہ سمهندا هئا، جيستائين پنهنجي ڳوٺائي پاءُ جو وير پورو نہ ڪندا هئا.

شيرخان چانگ کي انهن سنيال لهندڙن لاءِ وڏي عزت هئي. انهن کي هروقت سنن هٿيارن سان ليس رکڻ لاءِ پري پري کان ڪاريگر سڏائي، انهن لاءِ بندوقون، تلوارون ۽ بارود پنهنجي ڪوٽ ۾ ٺهرائيندو هو ۽ پنهنجن جوڌن جوانن کي ڏيندو هو.

چانگن جو اصل پڊ اِهو هو. پوءِ ڳُني جي ڦٽي وڃڻ ڪري، هو لڏي ڇڙوڇڙ ٿي ويا. انهن مان پٽيل گهر لڏي، ڳُني جي اولهہ ڪنڌيءَ تي، بدين جي

سامهون اچي ويٺو ۽ چانگن جو اجهو آسرو اُهو گهر هو.[1] چانگن جو غلام شاهه جيلانيءَ ۾ وڏو ويساهه هوندو آهي. ڪابہ ڳالهہ ڪندا تہ "غلام شاهه غازيءَ جو سُنهن" کڻندا، تہ سمجهو تہ اُهو سچ آهي. نہ تہ ڳالهہ ۾ ڏڦير آهي.

سيئي چانگ غلام شاهه جيلاني بدين واري جا مريد ٿيا، اُن ڪان پوءِ اُنهن جو هُن بزرگ ۾ ۽ سندس اولاد ۾ ڏاڍو ويساهه رهيو. نہ تہ اڳ انهن جو پير رام ٻارهو هو. جنهن ۾ شهيد چانگ دفن آهن. اُهي چانگ جتن سان ميرن جي وزير جي چُرچ تي وڙهيا هئا.[2] اُهو وزير لغاري هو. هر سال چانگ جيئن مغلييٽءَ جي ميلي تي ويا، تہ ميرن جي تَنبُن جا رسا گهوڙن جي پيرن سان هنن اُکوڙي ڇڏيا. چانگن ميرن کي بادشاهه ڪري سمجهيو ٿي، پر گهٽي پرواهہ نٿي ڪيي. آخر لغاريءَ چانگن جي طاقت ڀڃڻ لاءِ جتن کي چوريو، تہ "چانگ ڳڻي مان اچن ۽ اوهان کي گهر ويٺي دٻايو بہ وڃن ۽ مغلييڻءَ جو ميلو بہ ڪريو وَڃن." جت بہ اڙٻنگ قوم هُئي. اُهي اِها ڳالهہ اڳيان رکي اُٿيا. ڪنهن معمولي ڳالهہ تان شيرخان چانگ ۽ شيرخان جت پاڻ ۾ تَوڏيا. پوءِ تہ هڪ ٻئي ۾ ڪٽي مارو وڏائون. آخر شيرخان چانگ جنگ ۾ ڪاهي پيو، پر شيرخان جت پنهنجن جتن کي ٻچيندو رهيو. چانگن ۾ جو پنهنجو مُهوڙي اچي شامل ٿيو، تہ هنن جتن جا پُهت لاهي ڇڏيا. پر آخر شيرخان چانگ سميت سڀ چانگ مري ويا. جت جو اچي ڏسن، تہ شيرخان چانگ زمين ۾ منهن هٽيو پيو آهي. جت چيو، تہ "جنگ تہ مون ڪئي، پر زمين تان چانگ مُئي بہ هٽ نہ ڪئيو." پوءِ جتن اُنهن شهيدن جا لاش گڏ ڪري، اُنن تي لڏي، ڳڻي ڏانهن موڪليا. شيرخان چانگ جو سينگاريل پڪاريل لاش ڏار اُٺ تي هو. چانگن کي لاش پهتا، اُهي دفن ڪرڻ ڪان پوءِ، اُنهن جتن سان گهٽيون جنگيون ڪيون، انهيءَ طرح جتن ۽ چانگن جي طاقت ميرن ختم ڪئي.

ميرن جي صاحبيءَ ۾ جڏهن اِهو واقعو ٿيو، تڏهن چانگن پنهنجا لاش اچي رام ٻارهي جي مقام ۾ دفن ڪيا. ٻيا لاش تہ گڏي دفن ڪيائون، پر شيرخان کي اڪيليءَ قبر ۾ پوريائون. جيئن تہ، چانگ شيرخان کي "شينهن" ڪري سڏيندا

[1] اُن گهر مان پويون شيرخان چانگ راقم مون پاڻ اکين سان ڏٺو هو. واقعي چانگن جو اڙٻنگ اڳواڻ هو. (ليکڪ)

[2] ڪتاب "جنگ ناما" ۾ انهيءَ جنگ جو نظاماڻو ذڪر موجود آهي. مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سال 1984ع. سنڌي ادبي بورڊ

هئا. انهيءَ ڪري چانگن جڏهن شيرخان کي بہ نپيءَ ۾ پوريو، تڏهن رام بارهي کي چيو، تہ ”شيرخان، شير خدا جا، توکي رام بارهي جي پارت آهي.“ ائين چئي، لاش دفن ڪري، هو روانا ٿيا. صبح جو پيرو ڪرڻ وارو ماڻهو آيو ۽ اچي ڏسي، تہ شيرخان جو مڙهہ مٿي ٻہر ۾ ٽنگيو پيو آهي. پوءِ وري بہ اچي چانگ گڏ ٿيا. قبر کوٽي اُن ۾ دفن ڪيو ۽ وري بہ چيو، تہ ”شيرخان شير خدا جا، توکي رام بارهي جي پارت آهي.“ ٻئي ڏينهن پيراڙي اچي ڏٺو، تہ شيرخان جو مڙهہ ٻہر تي اونڌي منهن ٽنگيو پيو هو. پوءِ وري بہ چانگ اچي گڏ ٿيا. قبر کوٽي اُن کي دفن ڪيائون. پر اُن وقت پنهنجيءَ چوٽيءَ کي بدلايائون ۽ آکيائون تہ، ”رام بارها، عاشق الله جا، توکي شيرخان جي پارت آهي.“ پوءِ هليا ويا. ٽئين ڏينهن پيرو ڪندڙ آيو، تہ اُن قبر سلامت ڏٺي. اهڙيءَ طرح سان وڏو شيرخان چانگ، رام بارهي جي قبرستان ۾ آرامي ٿيو. اُن ڪان پوءِ رام بارهي مان چانگن جو اعتبار هٽيو ۽ غلام شاهہ غازيءَ ڏانهن خيال آين، آخر اُن جا مريد ٿيا.

انهيءَ جنگ جو ذڪر مختلف سگهڙن وٽان جمع ڪيو ويو آهي. ان موجب هي جنگ ”چاٽي واري جنگ“ جي نالي سان مشهور ٿي:

## جتن ۽ چانگن جي چاٽي واري جنگ

هيءَ جنگ ميرن جي اوائلي دور ۾ لڳي. "چاٽي" هڪ "گهاري" يا "ڪاري" آهي، جنهن ۾ سمنڊ جو پاڻي وير تي چڙهي ۽ لهي. "چاٽي" جي پريان ڏکڻ طرف بہ ڪافي گهٽي زمين آهي. چاٽي جي ڀِنڊ، ديهہ ڪاڪ (ٽپو ڏوجهو) تعلقي جاتي ۾ آهي. هن جنگ ۾ هڪ طرف جت هئا تہ ٻئي طرف ٻيا راڄ هئا، جن مان گهڻا چانگ هئا. انهيءَ ڪري هن جنگ کي "چاٽي واري جنگ" يا "جتن ۽ چانگن جو مارو" سڏيائون. جت، "چاٽي" جي پريڻءَ پر (ڏکڻ طرف) هئا ۽ چانگ ۽ ٻيا راڄ اورئين (اُترئين) طرف کان آيا. ٻنهي طرفن جا جيڪي ماڻهو مئا ۽ اتي لَٽيائون، انهن ماڳن کي "جتن ۽ چانگن جا ڍير" چون. جيڪي جاتي تعلقي جي ديهہ هيٺان ۾ آهن.

هن جنگ جون ڳالهيون ويندي هن دور تائين نٽي ۽ لاڙ طرف مشهور رهيون آهن ۽ اسان پنهنجي پڇا دوران مختلف روايتون قلمبند ڪيون، جن مان پوئين چڱي جت جي آهي، جيڪو پاڻ انهيءَ جنگ ۾ موجود هو.[1]

---

[1] "جنگناما" مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سال 1984ع. سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو.

سـڏ ڪيـائين سمنـدر کـي، وجـي پيـروز خـان
بـوڙي ٻيلـيـن کـان پڇيـو، تـہ هـو ڇـا ٿـو چـوي خـان
چئـي: سـڏ ڪيـائين توکـي، وجـي تـو پيـروز خـان
اتـي سمنـدر ڳالهـہ سمجهـي، ڪئـي عمراڻـي اُنـاڻ
پـر سـٽيائين سمنـدر کـي، پـوءِ اٿيـو پيـروز خـان

شير خان جو پهريون ڏڪ سمندر ۽ پيروز خان ٻنهي کي ڪٽي ويو:
شابس واليڏانا لوهار، جو تو گهڙيو شڪيلو شير خان جو
هٽـي جـي هڪـڙي کـي تـہ ٻنهـي مـان ٻهـار.

سُرها ويري سي جي لوءِ نہ لڄين ۽ گهر ٻار نہ ڦُرين. چانگن جا چڱا مارجي پيا ۽ پوين کي پوءِ اها ساڃاهہ نہ رهي تہ جتن جي لوڙهي جي لڄ رکن.

چـانگن ۽ جمـالين کـي ڇـا ڇـوان آئـون
چـانگن ۽ جمـالين جـون مـُـنيون نـہ مـائون!!
هونـد پڪـا پشـگيزن جـا ڍَنـگر نـہ ڌنـائون
ڪپـر ڪيـائون، نيـائون پـڙيچ پـِـندا پـاڻ سـان.

**جنگ جو پس منظر:**

ان وقت جت، ديهہ "ڇيچ درس" تپو مڙهو بولا خان، تعلقو جاتي ۾ وينل هئا. اتي جتن جي هڪ مائي گيهہ ڪٽي هٽ تي وڪڻڻ آئي. مائي ۽ واڻيو تڪا منا تيا. هٽ تي هڪڙو چانگ ڪٽ تي ستو پيو هو، تنهن واڻئي کي چيو تہ: "ڪهڙو نہ حسن وارو ماڻهو آهي، اڙي واڻيا ڏي پيسا!" اتي مائي چانگ کي چيو تہ: سنپاري ڳالهاءِ. تڏهن چانگ چيس تہ: توکي بہ حُسن ڪنيو پيو گهمي. انهيءَ تي مائيءَ جو هنيس منگهہ گيهہ وارو متي ۾ تہ ڪَنا گهڙي ويس ۽ چانگ مري پيو. پوءِ چانگن ٻلانڊ ونڻ لاءِ مائي جي پاءُ کي ماريو. جيڪو جتن ۾ سکر هو. اتي جتن وري چانگن مان ڪنهن سکر ماڻهو کي مارڻ جو قصد ڪيو. سو رات جو راڏي مَلڪ جي ترار ڪنيائون، جنهن تي راڏي جو نالو ۽ لوهار جو نالو لکيل هو. جَت چانگن جي راڄ ۾ گهڙي پيا ۽ چانگن جي سکر کي مارڻ لاءِ تلوار جو وار ڪيائون. چانگ تہ مري ويو پر ترار ڪٽ کي لڳي ۽ ڪُپي ويئي ترار کي سٽ ڏنائون تہ ترار پيچي پئي ۽ نالي وارو ٽڪر ڪٽ ۾ لڳل ڇڏي موتي آيا. چانگن صبح جو ترار ڏٺي.

ڏنائون تہ ترار آهي جتن جي سردار راڏي مَلڪ جي، سو اها ترار ڪٽي آيا شير خان چانگ وٽ، جيڪو چانگن جو سردار هو. شير خان اتان ئي چڙهيو. اول اڇي جاتي وٽ پيو شهبيگن جتن جي ٽولي مٿان. جت وڙهيا ۽ شير خان چانگ کي ماريائون. اهو حملو ٿيو "ڪُتڪي" وٽ ٽيپي مغليين ۾، پر چانگ اصل وينڙ تعلقي بدين جا هئا. پوءِ چانگ موٽيا تن وجي چوڏهن راڄ چاڙهيا هوڏانهن ڪڇ مان پڻ جت ويڙهاڪ ٽولا وڙهڻ لاءِ آيا. انهيءَ جنگ جا ڪجهہ بيت هن ريت آهن:[1]

چولـــي ۽ گهگهـــي جـــو ڪـــر ويچـــو وڏائـــون
ڪُـــپر ڪيـــائون، جـــو نيـــائون پـــڙچ پـــِندا پـــاڻ ســـان.

—

مـــاين معصومـــن جـــي، ڪـــانهي مـــوت مـــدام
ڪُـــهڻ ويـــل ڪانـــہ ڪـــي، ڪـــا چـــانگن اتڪـــل اوغـــام
مـــاين جـــي مـــلام، تـــن تـــي رهـــي گـــلا گهگهيريـــن جـــي.

[2] سن 1786ع ۾ ميرن بادشاهي ورتي تہ ان وقت جت ۽ چانگ زور وارا قبيلا هئا. جتن جي سردار توڙي چانگن جي سردار جو نالو شير خان هو. ميرن جي ڪنهن وزير مير صاحب کي چيو تہ انهن قبيلن مان حڪومت کي خوف آهي. وزير جي انهيءَ انديشي جو آزمودو هن طرح ورتائون، جو مير صاحب ٻنهي قبيلن جي سردارن کي پاڻ وٽ گهرايو. آڏو وزير جو طنبو هو. اتي سلام ڪونہ پريائون پر قناتون ڦاڙيندا اچي مير صاحب جي طنبو تي سهڙيا. اتي مير صاحب کي بہ پڪ ٿي.

چانگن جو سردار شير خان چانگ هر سال جاتي ۾ "مُـڪريين" جي ميلي تي اڇي اولياءَ جا پَڙ ڪير سان ڏئاريندو هو. اها جتن جي جوءِ هئي. تنهنڪري وزير مصلحت ڪري جت سردار کي چيو تہ: شير خان چانگ تنهنجي

---

(1) هي جنگي روايت سگهڙ دودي زنگيجي جي زباني، ڪچهري چوهڙ جمالي ۾ تاريخ 22- اپريل 1962ع تي قلمبند ڪئي ويئي. ڪتاب "جنگناما" مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سال 1984ع، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو.

(2) هيءَ روايت حاجي ناهڙ چانگ پٽ حاجي ميران (1964ع ۾) عمر اسي سال کن وينڙ ڳوٺ مرزا خان چانگ جي زباني، پير ملوڪ شاهہ بدين وٽ ڪچهري ۾ تاريخ 19- ڊسمبر 1964ع تي قلمبند ڪئي ويئي. ڪتاب "جنگناما" مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سال 1984ع، سنڌي ادبي بورڊ.

حد ۾ اچي ٿو پڙ ڏٺاري. تون ڇو نٿو ڏٺارين؟ جتن جي سردار چيو ته: اهـا رسـم آهي جا هو اچي ڪندو آهي. آءٌ بي ڪانہ ڪندس.

شير خان جت جو اهو جواب ٻڌي. وزير بين جتن سـان مصلحت ڪئـي تہ وجي چانگن سان وير وجهـي اچـو. پـوءِ دلـدار نـالي جـَت بيـو هـڪ جت سـاڻ ڪري. ويس مٽائي. جوڳي بنجي مرليون ڪٽي "مار ڏ مـَـلير" (هن وقت ديهـہ. ٻهدمي ڪان 4 ميل ڏکڻ اوير تي) ۾ گل محمـد نـالي چانگ جـي ڪـري تـي آيا. واڻ تي هڪ ماٺهو دلدار کي سڃاتو. تنهن کي چيائين تہ: "ديس چوري پرديس بکيـا. وجـون تـا بکيـا ڪنـدا." ڪـري تـي گـل محمـد کـي چيـائون تــ رات ترسنداسون. پوءِ رات جو مڙس کي ڪـُهي هليا ويا. اها سُڌ چانگن جي سـردار شير خان کي بہ پئجي وئي.

هوڏانهن جڏهن شير خان جت سردار کـي خبر پئـي. تنهـن "بيبـان نـور" وَلاسي ڏَجاٺي ("ڪيڻ" کان هڪ ميل ڏکڻ تي سندس قبو. جتي "بيبان غـوث" بـہ سڏجي) کي گهرائي ورتـو ۽ ڪيس ڪجائي تـي چاڙهي. دلـدار جت جون بـانهون ٻڌائي. متي تي قرآن شريف رکائي. ڪلهي تي واڳ ڪري ڏنائينس تہ هاٺي وجي خون بخشاءِ. ميڙ پهتي تہ شير خان چانگ راڄ گڏ ڪيو. تن مصلحت ڪئي تہ ميڙ ڪين موٽائينداسين. گل محمد جو خون معاف ڪنداسين. گل محمـد "محبتـاٺي" پاڙي مان هو ۽ محبتاٺي "وڏا ڪـن" (شير خـان چانگ وارن) جا پـائر هـٺا. انهـيءَ مصلحت ۾ هڪ ڳِـنائي چانگ بـہ وينـل هـو. جو بـوڙو هـو. تنهـن اها ڳالهـہ نــہ سَمٽي. سو صبح جو سوير ترار ۽ ڪوئري ڪٽي ٻاهر جهنگ تي ٽي ويو تـہ دلـدار جت ڪجائي سوڌو سامهون گڏيس. هنيائينس جا ترار تہ سِـسِي وجي پري پيـس. اهو لقا ڏسي بيبان سگوري اُٺ ڪٽي پوئتي واريو.

شير خان چانگ کي جا اها خبر پئي تـہ چيـائين تـہ: بـوڙي قهـر ڪـري ڇڏيو. پر هاٺي وير پئجي ويو. مٽان مـُـگرپين اولياءَ جو ميلو بہ اچي پريو آهـي. صلاح ڏنائونس تہ: هاٺي تون پـَڙ ڏٺارڻ نہ وڃ. شير خان چيو تـہ: ولـي تـان پيـرو ڪونہ پڇندس. پر اڳي وڏي ناٺ سان وينـدو هـوس. هينئر رڳـو پنجاهـہ گهـوڙي سان ويندس. انهيءَ مصلحت سان شير خان چانگ پنجاهہ ماٺهن سـان سـوار تـي "مگرپين" وڃڻ لاءِ سنيريو. جهلياٺونس تہ نہ وڃ. پر شـير خـان چيـو تـہ وينـدس. اها خبر جت سردار کي پئي. تنهن چانگن جي اچڻ واري گس تـي ڪـاهو ڪٺـائي.

مٿان مٽي پرائي، زمين هموار ڪري ڇڏي ۽ پنجاهه توبچي ڪوڏي ڇُٽ وهاري ڇڏيا. چيائين ته جي چانگ وڙهي ته وڙهجئو، نه وڙهي ته گس ڏجوَ.

تڏهن ڪنهن چيو ته: "سردار، چانگ تي ايڏو تو وسهين ته پلا آزمودي خاطر ڪو اڪيلو سوار موڪل جيڪو وڃي چانگن آڏو مٽي، پوءِ ڏس ته ڇا ٿا ڪن." پوءِ سوار موڪليائين، جنهن اچي شير خان چانگ وارن جي اڳيان گهوڙو واريو. شير خان چانگ سان گڏ همراهن ۾ دينار نالي جمالي هو، جو ڪوڏي ڇُٽ توبچي هو، تنهن چيو ته: دشمن آڏو اچي گهوڙو واريو آهي، هٽانس تو بندوق. شير خان ٽي دفعا جهليس ته به هو نه مُڙيو ۽ هنيائين بندوق ته مڙس وڃي ڪريو. اهو لقاءَ جو پريان جت سردار پئي ڏٺو، تنهن پوءِ ماڻهو موڪليو ته چانگ اچن ته نه ڇڏجوَن.

چانگ ويجها آيا ته هنن بندوقون هنيون ۽ پنجاهي مڙس وڃي ڪريا. پوءِ جت سردار چيو ته اجا به جيڪي منجهن جيئرا آهن، انهن کي به کهي ڇڏيو. شير خان چانگ زخمي هو سو ميدان ۾ ترار نراڙ کي ڏيو وينو هو ته کنهن چيس ته هاٿي ٿا کُهنئي. جواب ڏنائين ته: "رڍ ٻڪري ميلي کي منهن ڪانه ڏيندي. جڏهن انور (ٻاڏا) کُسندا تڏهن ميلو مچندو." پوءِ مڙس سڀ مارجي ويا. جاتي جي پهلاج واٽيي، اها خبر شهر ۾ ڏني ۽ اتي جي مسلمانن گڏ ٿي لاشن کي تڙ ڏياري، جنازي نماز پڙهائي، لاش پيتين ۾ بند ڪرائي "رام ٻاراهي" جي مقام تي موڪليا.

پيروز شاهه ۽ حسن (مزاراٽي چانگ) ٻئي ڄڻا "مارڏ ملير" کان پئي آيا ته نوڪرن چيو ته مقام ۾ ميڙ آهي. پڇيائون ته کهڙي پاڙي تي" نوڪرن چيو ته پنهنجي پاڙي تي. تڏهن گهوڙا مقام ڏانهن واريائون. اتي پيروزشاهه قول ڪيو ته: "ادا شير خان! انين ڏينهن اندر وير وني اچي تنهنجي ماني ڪندس يا پاڻ ٻنهين جي ماني گڏ هلندي، هاٿي گهر وڃڻ اسان کي حرام آهي."

پيروز شاهه ۽ حسن پوءِ ڳوٺ جي ٻاهران طنبو هٽائي ان ۾ رهيا ۽ راڄ گڏ ڪيائون. همراهن کي چيائون ته: اوهين سنبت ڪريو ته اسين مرشد کان دعا پنيو ٿا اچون. لشڪر کي اَن نه ڪارايو پر ڪير ۽ اَمل جو ڳاڙ پياريو. ائين ڇٽي بدين ۾ احمد شاهه قلندر ڏانهن روانا ٿيا. احمد شاهه جي خيلفي، پيروز ۽ حسن کي ايندو ڏسي شاهه کي ٻڌايو ته ٻئي پيا اچن. قلندر شاهه چيو ته: مون

ڏي نہ اچن. پيروز شاھ ۽ حسن غم ۾ اتي ئي ويهي رهيا. ويني ٽيو ڏينهن ٽين، تڏهن احمد شاھ سندن پڇا ڪئي. خليفي ٻڌايو تہ: ٽيو ڏينهن ٽيو اتن انهيءَ پيٽي تي، نہ اَن نہ پاڻي، وينا آهن. احمد شاھ چيو تہ ڪو ظلم ٿيو اتن، سڏيون. چانگن چيو تہ: تون مرشد آهين، دعا ڪر تہ جتن ڪان وير ونون. احمد شاھ خليفي کي جهندي آڻڻ جو حڪم ڏنو ۽ پوءِ جهندو چانگن کي ڏيئي چيائين تہ: جمعي ڏينهن جهندو کوڙجو.

هتان پيروز شاھ چڙهيو تہ ساڻس چانگ سپ گڏ هئا. هڪڙا سنجراڻي چانگ (جيڪي تلهار کان اُلهندي وينل هئا) تن جو وڏو ڏاڏو سنجر ۽ ٻيا بنورائي چانگ جن جو وڏو شادمان. ٽيا سيراٽين وارا جمالي (جي اتندا ويهندا چانگن سان هئا ۽ دينار بہ انهن منجهان هو) ۽ ٻيا راڄ بہ ساڻن پيڙا هئا.

جڏهن جت سردار اها خبر ٻُڌي، تڏهن "چاڻي واري ڍوري" وٽ ڪاهو ڏياري سڄو راڄ ۽ ٻار ٻچا اندر ويهاري حفاظت ڪري ويهي رهيو. پيروز شاھ بہ وڃي گهيرو ڪيو ۽ جت سردار شيرخان کي چيائين تہ: راڄ ڇڏي ٻاهر نڪر تہ لڙائي ڪريون، پر جت رڳو حفاظت ڪري ويهي رهيو. پوءِ چانگ سوڻ[1] ڏسي توليون ناهي، ڪاهي جي چوڌاري حملو ڪري آيا. بنورائي چانگ پنيان پئي آيا ۽ سامهون پيروزشاھ وارا هئا. اتي شيرخان جت سنجر چانگ کي سڏيو پر هو سامهون نہ ٿيو. انهيءَ تي پيروز شاھ چيس تہ: آءٌ تنهنجو مٽ آهيان، تون مون کي سامهون آءُ. تڏهن شير خان چيس تہ: چڱو تون منهنجو مهمان آهين، تنهنڪري اڳ ۾ وارو تنهنجو آهي. پيروز شاھ چيس تہ: منهنجي اکين ۾ رت تو ڦري، پهريون وارو توکي آهي، پوءِ وارو آهي ئي ڪونہ. اتي شير خان ترار هنيس جا مٿان زرھ ڪٽي اڌ مٿي تائين اچي بيهنس. ايتري ۾ شادمان بنورائي چانگ اچي وچان پيو ۽ جت سردار کي ٻانهن آڏي ڏيئي، پوئتي ڪري، ترار هنيائينس تہ ڪلهي وٽان بغل تائين ڪٽي ويس. بت ڇنڊيائين تہ ڪري پيو. بنورائي چانگ ۽ ٻيا اچي جي پويان پيا، تن راڄ کي بہ تراريں مان ڪڍي ڇڏيو. ننڍو وڏو ڪونہ ڇڏيائون. سنجر چانگ ڪونہ وڙهيو. لاڪاڻي جت سامهون آيس، تنهن کي چيائين تہ: آءٌ توسان ڪونہ ٿو وڙهان، مون کي گهٽي ڏي تہ آءٌ نڪري وڃان. ان کي گهٽي ڏنائين سو هليو ويو.

---

[1] احمد شاھ قلندر کان مليل نيزو کوڙي وينا. چون ٿا تہ مينهن سان گڏ سٽي مڇي وني، اِهو سوڻ ڏسي پوءِ جتن تي حملو ڪيائون.

پيروز شاھ پڇيو تہ فتح ڪنهن جي ٿي؟ چيائونس تہ پنهنجي. پڇيائين تہ شير خان ڪٿي؟ چيائونس تہ سامهون ڪريو پيو آهي. وري پڇيائين تہ سنئون آهي يا اونڌو؟ چيائونس تہ اونڌو. اتي چيائين تہ جاتي اسان کي نہ ڏنائين. مٺي ڪان پوءِ بہ زمين ۾ چڪ اٿس. وري پڇيائين تہ سندس راڄ بچيو؟ چيائونس تہ راڄ بہ مارجي ويو. تڏهن چيائين تہ پوءِ سوڀ پنهنجي ڪانہ ٿي، باقي وير وٺيو ٽا هلون. هاڻي باقي جيڪي جيئرا دشمن آهن، تن کي ڪُـهي ڇڏيو. چڱو جت بہ زخميو پيو هو، چيائين تہ اهو شاعر آهي ان کي نہ مارجوءِ.

چڱي جت انهي لڙائي تي پوءِ بيت چيا تہ:

سڏ ڪيائين سنجر کي، جنهن گيدي ساريو گهر
نَـهرو نڪري آئيو، پيروز شاھ نـر
جنهن جي ٻن مَيتَن مان ٻاهر وئي سونهري سمندر.

وڏو گهر سنجراڻي چانگ هئا. پڳ انهن تي هئي، پر انهي جنگ کان پوءِ ڇڏي ڏنائونس.

هَـڏائي هـُل تـي آيـا، جـُـڙي جنـگ تـي آئيـا
ڏاتـي ڏيهـ ڪـلايا، ڪيڙيـن ڪيـل لائيـا.

هڏائي چانگن (شير خان جي ڳوٺ ڪان اوپر طرف وينل) مان ڏاتو اڳواڻ هو، جيڪو وڏا قول ڪري جنگ تي چڙهيو هو، پر ڏاتو بہ ڀڳو.

چانگن ۽ جتن جي جنگ تي چيل سگهڙ چڱي جت جا بيت:

1. ساراهيان سچو ڌڻي جو صاحب رب ستار
قادر جي قدرت کي پَـريون ڪونهي پار
هو اَهـل ڪـن آڙاه جي پيا انهيءَ پار
هو سوئنچو سرايَـن کي ڪو وڙهڻ جو ويچار
تن هلي اڇي هٿ تي ڪيو ڪيتو منجهان ڪار
منهندان مَلَڪزادي، حمزي پوٽي، پس تنهين جا پار
"ڪوئر ٻائي" ڪُر اجاريو، پيڻ ملهايا يار
تنهن ٻائي بولائي هنئي پاري پهريـنءَ وار
گهَـڙيءَ جا گهـِڙي ويا ڪنا منجهہ ڪپار
پوءِ مردود مري پيو اهڙي سان آچار.

تڏهن فند فتح علي گهڙي ورتو انهيءَ وار
ته معلوم پهچن مير کي وجي سوڙا سماچار:
ته پٽ ولٽي پاڻ ۾ تيا ڌارو ڌار
پيا وير وڏاندرا، خاصا خريدار.
ڏومي ديميون چڙهيون ڪٽڪ ڪارونيار
تني ليکو ناه کو، بيحد بي شمار
سي جُنبي آيا جنگ تي سندي پيڻ بازار
اول ڪانئر مان ڪين تئو جنهن دُکائي دينار
ڏني باهه بندوق کي اندي منجهه اهنڪار
هو منهندان مِناٽين مان کو ساهُ صلحدار
تنهن اول تان عيسب جهلي جنگ جَت جهونجهار
گڏ تنهين سان گاگن هو، جيڏا هئا يار
گهٽو ملوکن مجيا تيجي جا تووار
بنکي بازيون کيڏيون منِي مٽيادار
کڏي پيا کٽڪ ۾ ورنهه چوڙي وار
پوءِ سِراين جي سار، سُوڏي لنڌي ساهُئين
2. پنڌرهن پٽر آئيا سنيري سراين سات
هتان هئي هيکڙي سندي جتن جات
سي نينکي نتيار اتيا تن ماري کيا مات
هئن هينئين جي حَمات، تيا سَمُهان ساريءَ سنڌ کي.
3. تيا سُمهان ساريءَ سنڌ کي جنبي جت جونجهار
هلي هالاٽي آئيو تنهن کي پنجاهيي پکار
ته صبر ڪِجا ساهُئا آهي اسان وار
مري لاهيون ميهٽو سندو جيڏن جار
سو مرڪي مصحافن سان، هليو وري هٿيار
کيڙو خنجر خان سين کاتي نه کاتار
وسوڙو ويساه گهٽي پانيائين کانه پلڪار
پر مدي مَسُو من ۾ هئي شومت بي شمار

تنهن ڪاٽي ڪوجهو ڪم ڪيو گيدي گلادار
هي وجي گهڙيو گهوٽ گهٽ ۾ الله جي آذار
تہ مصريون تنهن ملوڪ تي ونيون انهيءَ وار
سامهان سراين ڪي دست هنيا دلدار
پوءِ پَٽَڻ پئي پڪار، تہ راوت راڄ - ڳهو ٿيو.

4. راوت راڄ - ڳهو ٿيو تنهن تي ويرا ايءَ وَهي
جيڪا چانگن چِٽَئي سا جي ڪيائين سهي
مرڻ جي ملوڪ سان تن جي پَرنديئي ڳالهہ پهي
تہ مصري مير ملوڪ جي جيڪر خان ڪنئي
تہ هنيائين هٿ ڪٽي هوند چيتاري چئي
ويئي ريک رهي، دليءَ سين دلدار جي

5. دليءَ سين دلدار جي رکي پت پرور
دٻايائين دستن سان جو هو جمالي جَبر
موڙاتي مسوءَ جو تنهن ڪُونئر جهوريو ڪر
رڻ ۾ راماٽو ڪيو، هالاٽيءَ حشر
تڏ سردار سڀ سڏائيا تہ پائرا ڪريو پر
واريون ويرُ ورنهہ جو، ونڪا ڪريو وَر
بيٺو مرد ميدان ۾ وجهي هوڏ حمر
ڪڙي ۽ قاتل جو هو ساهُن ساڻ ثمر
هيءُ ست پيڙهيو سردار هُو، هو نسورو نوڪر
هن ميڙي ميلهي ڪار جو پتر ڪيو پرڏر
هٿ سنڌ، سِرارو، ساڪرو، ڪاڇو، ڪارونجهر
اُڇ سرو ۽ عمر ڪوٽ، پڇم پار ڪر
پيڙو ٿيو پَتڙَن تي، تيلي سپوئي تر
پر ساهُن سراسر، هئي موران ڳالهہ مرڻ جي.

6. هئي موران ڳالهہ مرڻ جي سندي روحَ ريلي
سو نڪي دانهين ويو دليءَ تي، نڪي ويو بيلي

مُنهن گهُندي، چپ وات ۾، بينو خان کنو کيلي
سارنگ سراين کي متان ويو ميلي
عبدالله ائين آئيو، جئن روءِ اچي ريلي
پوءِ "پَلاٽي" پيلي، کني سانڍ کٽي ويو

7. کني سانڍ کٽي ويو، تنهن جا پاري هئا پاءَ
پائر، پالا، پليون، جي هوتن مُل هئا
تہ هي پاتارين ۾ پڌرا حمراٽي هئا
ڏاڍو توءُ تراز جو، متي پڙ پيا
اومانجهي ماڳ مئا، پر لڳيءَ چاهہ نہ چُريا.

8. پر راڌي جي رهاڻ ۾ جي حماتي هئا
تن ڦوڪ نہ جهلي ڦيڻ چَٽين گيدي کن گُئا
چڏي لچ لَسا تيا کَهُو کير - ڏُها
هي مانجهي ماڳ مئا، لڳي چاهہ نَہ چُريا.

9. لڳيءَ چاهہ نہ چُريا، هُو هو اَحدي آٽيارو
راڌي تي رحمت جو تيو نرمل نغارو
مَلَڪ تيو مهند ۾، کٽي کرُ کارو
نان نان پير نکاءَ تي، هکل هوڪارو
لائي بينا لاڏکا چَکر چوئنکارو
جوانن جي جنگ سان نهکيو مير نارو
"واروڙي وارو، متان کا گگهيري گلا کري!"

10. گگلا گهيرين جي چڏيو لاڏکا لاهي
سيکو پنهنجي سر کي سوريءَ سنباهي
تڏ سي اُپي ويا آڙَن ۾ لاڳا پا لاهي
اُتان زنگياٽي آئيو کٽک سان کاهي
تنهن وڏا هت ويرين ۾ "چگّي" چتائي
تنهن کي وڏيري ورائيو سکر سڏائي
تہ مرڻ ڏيو مَ ملوک کي مر پوءِ جا پير ڳائي
پر ويرين واجهائي، اچي چئنچل چُور کيو.

11. آٿـي چئنچـل چـور ڪيـو، ويريـن ڪنهـن وَڙڪـا
رُڻ جهـڻ راڙو رُڪ جـو، جـت سـانگين ڪيا سـڙڪا
جوانـن جـي جنـگ جـا پيـا ات پـَـڙڪا
هڪـل هيبـت هـن جـا ڪـڇ سـُـئا ڪڙڪـا
مـانجهي سـي مرڪيـا، جـن ڪـٽـي ڪـٽـڪ واريـا.

12. ڪـُـٽي ڪـٽـڪ واريـا، سـيئي سـاري
شـير خـان شـَـلين ۾ وڏا هـت واري
سـڏايو سـنجر ڪـي تـو ڪليـو ڪينڪـاري:
"آءُ تـون اوڏو اُسـري، توڪـي سـَـرتيو تـو سـاري"
جو مهندان ڪيائين مير ڪي سو تو پنجاهيو پـاري
سـَـت ڪـُـٽ سـراين جـي هئـي دلاور ڏاري
پـوءِ چگـي چيتـاري، ڪيـائون مزمـاني ميـر ڪـي.

## پيٽاري واري جنگ[1]

هيءَ جنگ "چاٽي واري وڏي جنگ کان ڪجهه پوءِ جتن ۽ سنڌ جي انتظامي اٿالي جي وچ ۾ "پيٽاري جي اُتران "بني" ۾ رڻ جي دنگ تي لڳي. شاعر چڱو جت ان وقت حيات هو ۽ هُن هِن جنگ تي بيت چيا. بيتن ۾ ڏنل اهڃاڻن، مالڪڏني فقير جت جي وضاحت ۽ ڪچهرين ۾ بيان تيل ڪن ٿاڻن ماڻهن مقابلي جو سبب هن طرح معلوم ٿئي ٿو.

ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪڇ تي چڙهائي ڪري پنهنجي فوجي طاقت ڄمائي هئي. سندس وفات کان پوءِ ڪلهوڙا حاڪم ڪمزور ٿيا ۽ سنڌ جي سرحدن تي بيا قابض ٿيا. سنڌ سان لاڳيتو ڪڇ ۾ جتن جي قوم طاقتور هئي. اهي ڪڇ جي راءِ سان پيڙا هئا. ڪلهوڙن جي آخري دور کان وٺي ٽالپورن جي اوائلي دؤر تائين، هو سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد تي خود مختار ۽ طاقتور رهيا. انهيءَ طاقت جي زور تي ئي ملڪ شير خان جت بالاخر سنڌ جي نئين حڪومت سان طاقت آزمائي ۽ "چاٽي" واري جنگ لڳي. ان جنگ ۾ لاکاڻي جت ڪين وڙهيا ۽ بيا ڪي "اوناڙي" جت پڳا. "مناٽي" وڙهيا، پر منجهائن

[1] هن جنگ جو راوي فقير مالڪ ڏنو مناٽي نالي جت آهي. ڪتاب "جنگناما" مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سال 1984ع سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

هڪ مڙس نـبـَـهندو عالياڻي ميدان مان ڀڳو، پر بتال تي ويو ۽ ست پيرا "چاڙي" ٽپيو. هڪ پاسي کان گهڙي ٻئي پاسي وڃي وري موٽي. ان تان پهاڪو پيو تہ "نـبهندو ست پيرا سير اُڪتو" لاڪاڻين ۽ نـبـَـهندي عالياڻي جي پٽ ۽ پوٽي پوءِ پئي اها ڳالهہ ڳُڻي تہ ڪنهن پر "چاڙي" واري ميار لاهجي.

لاڪاڻي لـُـوٽي تي وينل هئا. ساڻن ٻيو راڄ "متوئن" جو هو. ميان غلام شاهہ واري وقت ۾ انهن تي "ماليات" ٻڌي وئي، يعني ساليانہ داڻبندي يا ٻئي ڪنهن حساب سان رقم ٻڌي وئي. ڪلهوڙن جي زوال واري دؤر ۾ هنن کانہ ڏني، پر ٽالپورن جي حڪومت ۾ نئين سر سرحدن تي انتظام ٿيا، جنهن موجب ڪو ڪنياڻ فوجدار، لـُندن ۽ ڪوسن جو مختصر اٿالو ۽ منشي ساڻ ڪري "لوٽي" ڏانهن روانو ٿيو تہ اتي لاڪاڻي جتن کان ماليات وصول ڪري.

اها خبر سڀ کان پهريائين جيوي نالي لاڪاڻيءَ کي پئي، تنهن سيني کي ٻڌايو. هي موقعو ڏسي مڙس تيار ٿيا تہ مقابلو ڪن ۽ "چاڙي" واري ميار لاهين. منداڻي جتن مان بہ مڙس ساڻن ٻيڙا ٿيا جن ۾ عارب، سوٽڪ ۽ سهراب همت پريا هئا. نبهندي عالياڻي جو پوٽو شير نالي همت پريو جوان ساماڻو هو. سو بہ اچي پهتو ۽ چيائين تہ: آءُ سر بہ ڏيندس پر ڏاڏي تان پهاڪو لاهيندس. پوءِ هنن ويهي مصلحتون ڪيون. ٻار ٻچا ٻئي پاسي روانا ڪري ڇڏيائون. جتن کان سواءِ متوئا، واڍا توڙي پاڙي ۾ وينل مينگهواڙ پاڻ سان ٻيڙا ڪيائون. پوءِ "لـُوٽي" کان هليا ۽ "پٽاري" جي ويجهو اچي گس جهلي وينا تہ جيئن ئي سنڌ وارا رهمڪي کان اچن ۽ هي متن حملو ڪن. رهمڪي بازار کان جيڪا واٽ لـُوٽي ڏانهن ويندي هئي، ان تي رڻ کان پريان پهريون پـِـياڙو (پاڻي پيڻ جي منزل) پٽارو هو. جنهن تي مـَنداڻي جت وينل هئا.

هي اڳوات جنگ جي تياري ڪري وينا هئا. جڏهن سنڌ وارا پريان روانا ٿيا تہ هنن کي خبر پئي تہ انهن ۾ ڪي تہ دفتري منشي ۽ عملي جا ماڻهو آهن، باقي سپاهہ ايترو گهڻو ڪونهي. جڏهن هو رڻ وارو پنڌ ڪري اچي پٽاري جي اُترئين طرف رڻ جي ڪنڌي تي پهتا تہ پٽاري ۾ پاڻي پيڻ ۽ ساهي ڪڍي اڳتي لـُوٽي ڏانهن روانا ٿين تہ هنن مڙسن دير ئي ڪانہ ڪئي ۽ متن حملو ڪيائون، جنهن ۾ عارب منداڻي سامهون لـُند بروچ کي ماريو ۽ پاڻ بہ مئو ۽ شير عالياڻي ڪنياڻ کي ماريو ۽ پاڻ بہ مئو. ڪوسا جيڪي ڪنياڻ جي اٿالي ۾

هئا سي ميدان ۾ ڪين بيٺا. پر ڪتيانڻ جي اڳواٽي ۾ لُنڊ ۽ ٻيا جيڪي مڙس هئا سي آخر تائين ميدان ۾ بيٺا ۽ جتن، متوئن، واڍن ۽مينگهواڙن مان گهڻن کي مارِيائون. سنڌ جو باقي بچيل اثالو لاشا ڪٽائي پوئتي موٽيو. جتن ۽ ٻين کي ٻئي طرف ڪٽائي "ٻرڪر جي تڙ" کان اُتر ۽ لوٽي جي تڙ" کان ڏکڻ دفن ڪيائون. بودلو شيهه بہ هن مقابلي ۾ ماريو. هو درويش قبيلي جو هو، سو هن مقام تي "شهيدن جو مقام" نالو پيو. چگي جت هن جنگ تي بيت چيا جن مان جيڪي مالڪڏني فقير کي ياد هئا سي اسان لکيا ۽ هيٺ ڏجن ٿا.[1]

1. ساراهيان سو ڏٽي جنهن جي وڏي وڏائي
"لاڪاٽي" لُوٽي ۾ هُدائي
"مَتُوتا" ان ماليات ۾ پيڙا هئا پائي
"جيوي" ڳالهہ جتن کي سورهيہ سٽائي
تہ اُپڙي تي اُتر ۾ ڪا ٻيليا ٻلوائي
مانجهيا متان ڪا ڪريو ڪوجهي ڪمائي
تن مردن ميحون رتيون ڪُني ڪير ڪائي
هو نُهَرا نِوائي، راوتَ رکي اُپيا.

2. راوت رکي اُپيا سي لاڪاٽي لُوٽار
مهندان ڏنو مير کي قيصر شينهن قرار
تہ: وک مَ ڪٽج وترَي هي آهن ٻاروچاٽا ٻار
گس تي پُٽ گگهَيرين جا آهن ياري وڏا يار
مر سٽي ڪيچ قنڌار، تہ مانجهي ميرن گڏيا.

3. مانجهي ميرن گڏيا مهندان ماهيا سانَهہ
روٺ پچايائون رُڪ جا سي مرڪائي موٽن خان
هي دفتري ديوان، وجي ڏين سماچار سنڌ کي.

4. ڏين سماچار سنڌ کي، کهي ڪاڳَرِيا
تہ: هي قيصر شينهن ڪاچي جا، هو ٻروچ ٺي ٻيا
سورهيہ ڪندا سا، جا ڪي سويدار سنڌ سان.

---

[1] جنگناما: مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سال 1984ع سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو

5. جا ڪي سويدار سنڌ سان، اهڙيءَ منجهہ آهين
ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهن ۾ تا ويتر وڌائين
پڙتا پنجاهين جا مر ڳجان ڳوٺ ڳاهين
راوت سپ راهين، لاڪاٽي لوٽي ۾.
6. لاڪاٽي لوٽي ۾ مڙيو مصلحتون ڪن
تہ: جوانا ڪو جواب ڏيو "ڪيئن وڙهيو سين ويرين!
لڄون، لڏون، لاڏڪا چڏيا ڪين پڇن
جرم ڪريو هلندا پهرُو نہ پاسي تن
نان وڙهي سين ويرين، سائو سوپارا تيو."
7. سائو سوپارا تيو، انهينءَ اهجاٽن
ڪُتا تي ڪونهر پتاري پڙَن
آيو عارب ات هئا منجهان منڌائين
ليتائي رکيو لُندَ ڪي هائنگ پئي هئن
مهنديں لڳيون منهن ۾، جهلِيا پير پوين
کوما ڪسي چُريا، ڪنئي لوٽ لُندن
خوشيءَ سان خانن، تن ڪُتي ڪتڪ واريا.
8. ڪُتي ڪتڪ واريا، پاونگ ڪوڙي پير
هڪڙيون شيرون شاه بدين تان، بيو شيرون متان شير
پهرين شرم شهيد ڪري، پوءِ پريائين پير
ڪني سانڻ ڪتيانڻ ڪي ڊڳ ڪيائين ڊير
سچو ڏيهہ سانکي تيو، شال ڏنو جو شير
هن جهوي مَتَ جهُوڙير، وجي اڳيون ڪُر اجاريو
9. آيو بودلو اُسري، تتي تيڏيءَ وار
جن پيتي شاهہ شيرن جي سي چُريا ڪين چمار
متي شرم ماهو تيا مري مينگهواڙ.
وادِي پنهنجي وار، ات مري تنهن ملهائي.[1]

---

[1] جنگناما: مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سال 1984ع سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو

**(ت) ڳنڍي جي منڍرن جون ڳالهيون:**

گهڻو وقت اڳ جي ڳالهه آهي، تہ جنڪيءَ ۾ منڍرا ۽ جوڻيجا رهندا هئا. انهن مان جوڻيجا رياست جا والي هئا. منڍرن جي رياست مانڍر ڏاري هئي، پر ڪي خاندان جوڻيجن جي جاگير ۾ بہ رهندا هئا. منڍريون ۽ جوڻيجيون پاڻي ڀرڻ لاءِ کوهن تي وينديون هيون. هڪ ڏينهن ڪي منڍريون ڇوڪريون سوير پاڻي ڀرڻ آيون. اُتي جوڻيجن جو هڪ نوجوان بہ اچي نڪتو ۽ هڪ حسين منڍري ڇوڪريءَ تي عاشق ٿي پيو. هُن پنهنجي دل جي ڳالهه پنهنجي پيءَ سان ڪئي، جوڻيجي پنهنجي جوڻيجن جو ڪي سمجهايو، تہ "منڍرا خود زوراور برادري آهي. ۽ هم جاگير جي مالڪ آهي. جهڙي جاگير پاڻ ڪي آهي، اهڙي جاگير جا هو بہ والي آهن. انهن جا ڪي ڪٽنب پاڻ وٽ رهن ٿا. انهن سان هٿ چراند ڪرڻ نہ گهرجي." پر نوجوان تي عشق جو ڀُوت سوار هو. انهيءَ پيءُ ڪي ڏاڍو تنگ ڪيو. پيءُ ڏاڍو لاچار ٿيو ۽ پاٽرن ڪي گهرائي، انهن سان صلاح ڪئي. انهن ڪيس چيو، تہ "اها ڳالهہ اڻ جُڳائتي آهي. پنهنجي پُٽ ڪي انهيءَ ڳالهہ تان لاهي ڇڏ." پر عاشق نوجوان جي پيءَ چيو، تہ "آءُ تہ هن ڪي سمجهائي سمجهائي ٿڪو آهيان، پر مڃي ئي نٿو." راڄ جي ڪن چڱن مڙسن اُن نوجوان ڪي سمجهايو، پر هُو باز نہ آيو. آخر نوجوان ڪي مجبور ڏسي، جوڻيجن فيصلو ڪيو تہ، "منڍرن ڪان اِهو سڱ گهربو." پر سماٽ جي قاعدي موجب اِها اَسُهاتي ڳالهہ هئي. ڇوتہ سماٽ برادرين ۾ اِهو دستور آهي، تہ اُهي پنهنجي ذات ڪان سواءِ ٻيءَ ذات ڪي سڱ نہ ڏينديون هيون، نہ ئي وري اجا ڪو سماٽن ۾ اهڙو دستور آهي. منڍرا منڍرن ڪي ۽ جوڻيجا جوڻيجن ڪي سڱ ڏيندا هئا، پر منڍرا، جوڻيجن ڪي سڱ ڏين، اها هڪ نئين ڳالهہ هُئي.

منڍرن وٽ مقرر ڏينهن تي جوڻيجا گڏجي ويا. ڪاتيءَ گدري وارو ڪم ٿي ويو. منڍرن ڏٺو، تہ اسان جي جاگير جا والي پاٽر جيسين واهر ڪَن ئي ڪَن، تيسين جوڻيجا اسان سان الائجي ڪهڙي جٺ ڪندا. هو رياست جا ڌڻي آهن، اسان سندن رياست ۾ رهون ٿا. هاڻ هنن ڪي ڪهڙو مناسب جواب ڏيون؟ آخر منڍرن گڏجي فيصلو ڪيو ۽ جوڻيجن ڪي چيو، تہ "اوهان ڀلي ڪري جيءُ ڪري آيا. اوهان ڀلي آرام سان موٽي وڃو. اسان پاڻ ۾ صلاح ڪريون، پوءِ اوهان ڪي اطلاع ڏينداسون. الله چڱي ڪندو." جوڻيجن اِها ڳالهہ مناسب سمجهي ۽ هو اچي گهر ويٺا ٿيا.

منڌرن سوچيو تہ هاڻ ڇا ڪرڻ گهرجي. انهن مان واڊو منڌرو تمام سياڻو ۽ عقلمند هو. تنهن چيو، تہ "جوٽيجن کي جواب ڏيو. تہ نتيجو خراب نڪرندو. تنهن ڪري انهن کي سڱ ڏيڻو ڪريو." اِهو ٻڌي جوشيلا جوان ڪاوڙيا، پر واڊي چين، تہ "منهنجي سچي ڳالهہ ٻڌو. مون کي اوهان کان بہ وڌيڪ جوٽيجن تي خار آهن. اُهي تڏهن لهندا، جڏهن اوهان جون تلوارون جوٽيجن جي رت ۾ رڱبيون. رتا هيءَ رتي ويئي، تہ جوٽيجن کي "هاڪار" ۾ جواب موڪلجي. هو ايندا، ڇنو پنهنجي نموني ناهجي. پوءِ انهن کي ڪيئن تباهہ ڪجي، سا ڳالهہ هن پنهنجن ذات ڀاين کي ٻڌائي. سيني ڪي واڊي جي ڳالهہ وڻي. منڌرن جوٽيجن کي چوائي موڪليو، تہ "اوهان جي سڱ واري ڳالهہ اسان کي قبول آهي، هن تاريخ تي اچي شادي ڪري وڃو." جوٽيجن کي اِها خوشخبري ملي، تہ هو ڏاڍا سرها ٿيا. شاديءَ لاءِ بندوبست شروع ٿي ويو.

واڊي ڇا ڪيو جو ٻارهن ايڪڙن ۾ ڇنو تيار ڪرايو. ڇني کي چوڌاري چڱيءَ ريت بند ڪيو ويو. رڳو هڪ دروازو اچڻ وڃڻ لاءِ ڇڏيو هو. اُن ڇني اندر هرهنڌ ڇڪا [1] ٽنگيا ويا. اُهي ڇڪا ڪَلَ تي هُئا. واڊي جيڏيءَ مهل ڪَلَ کي ڇڪ ڏني، اُن وقت ڇڪا مٿي تي هليا ويا. هن پوءِ منڌرن کي سمجهايو، تہ "جوٽيجا هتي ايندا سي ڪي هٿين خالي ڪونہ هوندا. هنن کان تلوارون ڇڪن ۾ رکائيبون. اوهان تلوارن کي بيٺ ۾ ٻڌي رکجو. هنن جون تلوارون جڏهن مٿي ڇڪن ۾ چڙهي وڃن، تڏهن هنن تي حملو ڪجو. اُميد تہ فتح اوهان کي نصيب ٿيندي." منڌرن کي گولي جي صلاح وڻي ۽ هو ڪاڄ جي ڪم ۾ لڳي ويا. هر ڪنهن منڌري پنهنجي تلوار کي ماڃي ۽ پاڻي ڏياري تيز ڪيو ۽ چيلهہ ۾ تلوار کي لڪائي رکڻ جي ترڪيب بہ واڊي کان سکي. تلوار اندر ور ۾ لڪي پيئي هجي، تہ بہ ڪنهن کي ڪَل نہ پوي تہ ڪو همراهہ سان تلوار ساڻ آهي.

مقرر ٽائيم تي جوٽيجا ڄڃ وٺي آيا. منڌرن وڏيءَ مرحبا سان هنن کي ڇني ۾ ويهاريو. منڌرن ڏٺو تہ سڀ جوٽيجا آرام سان ويهي رهيا آهن، تڏهن تلوارن رکڻ جو معاملو پيدا ٿيو. منڌرن ڪين چيو تہ: "اوهان جي تلوارن رکڻ لاءِ اسان

---

[1] لاڙ جي ٻهراڙيءَ ۾ اجا تائين بہ ڇڪن جو استعمال ٿئي ٿو. ڇڪا مٿاهين ڪاني يا ڇت ۾ ٻڌبا آهن ۽ انهن ۾ ماني وغيره رکي ويندي آهي، جيئن ٻلي ڪتي کان ٻري رهي. (ليکڪ)

چڪا ناهيا آهن." جوٽيجن ڏنو تہ چڪا بہ اسان اڳيان آهن. تلوار اڳيان پيئي هوندي. اُن ڪان سواءِ منڌرن وٽ ڪوبہ هٿيار نہ ڏسي، هنن جنگ لاءِ سوچڻ بہ ڇڏي ڏنو. جوٽيجن پنهنجون تلوارون ڪٽي چڪن تي رکيون. واڍو منڌرو اهو ڏسي، پنهنجيءَ ڪَلَ وٽ ويو. اُتي وڃي ڪل کي زور ڏنائين: "ڪل ڇُري، ڪڙڪو ٿيو." تلوارن وارا چڪا مٿي هليا ويا. منڌرا جي بکين شينهن وانگر جوٽيجن کي ڏسي رهيا هئا. انهن تلوارن کي مٿي کڄندو ڏنو، تہ پنهنجي بيٺ مان لڪيل تلوارون ڪڍي اچي جوٽيجن تي ڪڙڪيا. جوٽيجن کي ناس ڪري ڇڏيائون. رت جون نديون وهڻ لڳيون. جيڪي بہ آيا هئا، سي سڀ قتل ٿي ويا. انهيءَ ڪان پوءِ، منڌرن لڏڻ جو سعيو ڪيو. هنن لڏڻ لاءِ تيڙ اڳي ئي ٻڌي ڇڏيا هئا. پنهنجي گاڏين ۽ رينڪڙن تي سامان سڙو ڪٽي، جوٽيجن جي جاگير مان روانا ٿيا ۽ منڌرن جي راڄ جي پرسان ڳني ڍوري جي ڪنڌيءَ تي اڪريءَ ۾ اچي رهيا. پنهنجي منڌرن ڀائرن سان حال اوريائون. منڌرن فيصلو ڪيو، تہ جوٽيجا جي اسان جي حد ۾ ڪاهي آيا تہ کين ڏسي وٺبو. جوٽيجن جا جوڌا جوان ڪُسي ويا. باقي جي ٻچيل هُئا، انهن سوچيو تہ منڌرا حق تي هئا، اسان هنن جي غيرت کي للڪاريو هو. تنهن ڪري هنن موٽ ۾ حملو ڪونہ ڪيو. پر پنهنجي پرسان رهندڙ ساٿين کي هو هاڻ سجهڻ نہ، پر دشمن جي نظر سان ڏسڻ لڳا. منڌرا پوءِ جيئن جنڪيءَ مان ويا، تيئن اُڪريءَ ۾ ڳني جي پرسان راڄ ڪري وڃي رهيا.

اُن ڪان پوءِ جوٽيجا ۽ منڌرا پيا تَوڏبا هئا. ننڍيون ننڍيون لڙايون هنن ۾ پيون لڳنديون هيون. انهيءَ لڙائيءَ ڪان پوءِ سيپيئي منڌرا، مڙني جوٽيجن جا دشمن ٿي پيا. انهيءَ ڳالهہ ڪان پوءِ، اهي پاڙيسري جيڪي هڪٻئي لاءِ سهارو هئا، سي هڪ ٻئي جا مارا ٿي پيا.

'جياٽ' جيڪا، جيئي جوٽيجي جي حد ۾ هُئي ۽ اِهو نالو بہ اُن تي "جيي" جي نالي پنيان پيو هو. منڌرن جو جوٽيجن کي اکيون ڏيکاريون تہ، جوٽيجا وڏيڪ هيسجي ويا. پوءِ تہ، منڌرا پنهنجو مال وٺيو جوٽيجن جي سيمن مان گاهہ چاريو واپس هليا ويندا هئا. جوٽيجن ۾ منڌرن سگهہ ڪونہ ڇڏي هئي. انهيءَ ڪري منڌرا "جياٽ" تائين مال پيا چاريندا هئا. جياٽ تلهار ڪان ڪجهہ اُتر پاسي آهي، اوستائين اچيو پهچندا هئا.

هڪ ڏينهن ڪو منڌرو پنهنجو مال وٺي جياڻ جي پرسان بخاري پير جي حد ۾ وڃي گهڙيو. مال تہ سڄو ڪيت ڀيلي ڇڏيو. بخاري پير کي خبر پيئي تنهن منڌرن ۽ جوڻيجن جي تڪرار کي هڪ پاسي رکي، اُن منڌري ڏنار کي ڏاڍا موچڙا هنيا. اُن ڏنار اها دانهن وڃي منڌرن کي ڏني. منڌرن سائينءَ کي چوائي موڪليو، تہ "اوهان اسان جي ڏراڙ کي جوڻيجن جي ڏڍ تي مار ڪڍي آهي. هاڻي اسان کي اوهان لاءِ ڪوبہ احترام نہ آهي. اسين اچون ٿا، منهن ڏيو." قاصد اهو نياپو ڪٺي پهتو، اُن وقت بخاري پير وٽ جيئو جوڻيجو پاڻ وينو هو. قاصد کي بخاري پير چيو، تہ "اوهان اچو تہ ڀلي اچو. اسان کان ڀُڳي تہ منهن ڏينداسون، نہ تہ ڏاڍا تہ اوهان هونئن ئي آهيو." تنهن تي سائينءَ کي جيئي جوڻيجي چيو تہ، "منڌرن کي اچڻ جو نہ چئو، نہ تہ هو وري بہ اچي ڪوس ڪندا. رهيل طاقت بہ هلي ويندي." بخاري سيد سڳوري جيئي جوڻيجي کي دل نئڍي ڪندي ڏسي چيو تہ، "تون پرواهہ نہ ڪر. اوهان سان آءٌ مددگار آهيان. منڌرن کي سواءِ پاڄ جي، ٻيو ڪجهہ بہ نصيب نہ ٿيندو. تون رڳو دل وڏي ڪر. اوهان کي الله جي حڪم سان منڌرا ٻڌيو تو ڏيان، پيا ڪُهجون ۽ اڳيان پويان وير وارجو. منڌرا اُتي پڄندا، اوهان پنيان لڳجون. جيستائين اوهان جي اڳيان سهو نہ لنگهي، تيستائين هنن کي ماريندا وڃجو. پوءِ موٽي اچجو. اوهان ۽ منڌرن جي اُها سرحد آهي." پوءِ تہ جيئو جوڻيجو بہ لشڪر وٺي تيار ٿيو. منڌرا بہ لشڪر وٺي پهتا. جيئي ساڻن جنگ ڪئي. بخاري سائينءَ جي ڪرامت سان منڌرن هارايو ۽ وٺي ڀڳا. بخاري سيد ۽ جيئو جوڻيجو لشڪر سان منڌرن جي پنيان پيا ۽ لشڪر کي ويا ڪُهندا. آخر بخاري سيد موجوده شاهہ قادريءَ وارن قبن وٽ بيهي رهيو ۽ جوڻيجا منڌرن کي ماريندا اڳتي وڌندا ويا. موجوده پراڻي قاضيا واهہ وٽ جوڻيجن جي اڳيان سَهَو نڪتو ۽ سندن رستو ڪٽي ويو. تڏهن جوڻيجن پير جهليا ۽ موٽي سيد بخاريءَ وٽ آيا. پاڻ جِت بينا هئا، اُتي نشانو ڪري فرمايائون، تہ "هتي هڪ وڏي دين جي رکوالي جو آستانو ٿيندو." پوءِ هنن کان جنگ جو احوال پڇيائين. پاڻ احوال معلوم ڪري فرمايائين تہ: "اوهان ۽ منڌرن جو هاڻ دنگ اهو ٿا ليکيون. انهيءَ دنگ کان هن پاسي جيڪو بہ منڌرو اُڪرندو، اُن مان جنگي طاقت ختم ٿي ويندي ۽ هو بيڪار ٿي ويندو ۽ جتي سهو نڪتو هو، اُن جي هُن پر جيڪو بہ جوڻيجو

ويندو، اُن تي منڊرا ڇانيل رهندا." اُن جاءِ وٽان پوءِ قاضيا واهه نڪتو. بخاري بادشاهه جي تربت جياڻ جي اُتر اُلهندي ۾ آهي. اُن جي تربت تي جهندو لڳل آهي. جوڻيجا انهيءَ تي سال ۾ ڏيهاڙو لڳائيندا آهن.

انهيءَ ڪان پوءِ جوڻيجن ۽ منڊرن جي پاڻ ۾ ڪا لڙائي ڪونه ٿي. البت سيڪو پنهنجي جاگير ۾ سڪيو ۽ سهنجو وينو هو. هڪبئي ڪان سندن لاڳاپا ٽٽي ويا.

منڊرن ۽ جوڻيجن جو هڪ قصو لوڪ داستانن هن ريت آهي تہ: جنهن وقت دهليءَ تي فرخ سير حاڪم هو، اُن وقت گُنيءَ جي منڊرن جو اوج هو. فرخ سير بهادر شاهه اول جو پوٽو ۽ عظيم شاهه جو پٽ هو. پاڻ حسين علي ۽ عبدالله شاهه سيد برادران جي مدد سان دهليءَ جي تخت تي وينو. عبدالله شاهه هن جو وزير ۽ حسين علي مغل فوج جو سپهه سالار مقرر ٿيو. جيئن تہ هن جي وڏن مان اورنگزيب ۽ جهانگير جو سنڌ سان گهڻو تعلق هو. انهيءَ ڪري فرخ سير بہ سنڌ سان ڪافي تعلق پيدا ڪيو. هو جڏهن جوڻيجن وٽ پهتو، تڏهن هنن گهڻيون ئي آڏيون اُبتيون ڳالهيون ٻڌائي فرخ سير جي دل ۾، منڊرن لاءِ نفرت پيدا ڪئي. فرخ سير جي فوج جوڻيجن جي چُرچ تي لڳي، گُنيءَ وارن منڊرن تي ڪاهي وئي. اُتي جيڪي حڪومت ڪندڙ هئا، انهن مان هڪ پاڳارو (پاڳ وارو) ۽ ٻيو واڳارو (واڳ وارو) جهلي ٻانهو ڪيائين ۽ کين دهليءَ وٺي ويا. انهن پهلوانن کي فرخ سير وڃي جيل ۾ رکيو. منڊرن جي ماءُ ٻيو ڪو حيلو وسيلو نہ ڏسي، شاهه قادري بادشاهه جي خدمت ۾ حاضر ٿي، فرياد پيش ڪيو. بادشاهه پير جي هن سخيءَ مرد کي دل ۾ ٻاجهہ اچي ويئي ۽ هن جي ٻچن ڇڏائڻ لاءِ آماده ٿيو. پر مائيءَ جي نيت پروڙڻ لاءِ هُن کي مخدوم نوح جي ڪُنيءَ واريءَ جڳهہ ڏانهن روانو ڪيائين ۽ چيو هئائينس، تہ "اُتي طالب پيا پڙهن. تون وڃ، جيڪو اپرو بالڪو ڏسين، اُن کي اڪائي وهج. اُهو ڪرو ڪٽي نڪري ۽ جڏهن هٿ مان ڪرو ڪري پويس، تڏهن کيس منهنجا سلام ڏج ۽ چئج تہ مون کي پنهنجا فرزند ڇڏارائي ڏي." انهيءَ ڏس تي مائي ڪُنيءَ واري ميدان ڏانهن ويئي، جيڪا پيرو لاشاري پرسان آهي. اُتي هن ڏٺو تہ برابر مڪتب مان هڪ اپرو شاگرد اُٿيو ۽ اُن جي هٿ ۾ ڪرو هو. ڪرو ڪري جُهري پيو. اوڏي مهل اُن منڊريءَ عرض ڪيو، تہ "شاهه قادريءَ توهان کي

سلام چيا آهن. منهنجا پٽ دهليءَ ۾ قيد آهن. مهرباني ڪري اُهي ڇڏرائي ڏيو." اُن اپري شاگرد چيو ته. "امڙ! تنهنجا وڏا پير، جو پلاري مڙس جا سلام مون ڏانهن کڻي آئي آهين. پر مون ۾ ايتري سگهه نه آهي. بادشاهه پير کي وڏي طاقت آهي، تون وري اُن وٽ وڃ." مائي وري پنڌ پيئي ۽ اچي بدين پهتي. ڏسي ته اُهو ڏبرڙو بالڪ اڳي ئي وينو آهي. مائيءَ کي ڏسي بادشاهه پير چوڪري کي چيو، ته "توهان مائيءَ کي جلد چوڪرا ڇڏائي ڏياريو." تنهن تي اُن چوڪري مائيءَ کي چيو، ته "مائي! تون وڃ، وڃي بنگلا صاف ڪر. تنهنجا چوڪرا تو وٽ شام جو پهچي ويندا. مائي هتان ويئي، سو وڃي بنگلا صاف ڪرايائين. اجا بنگلا صاف پئي ٿيا، ته سندس پٽڙا پهچي ويا. پر ٻنهن کي نيٽر پيل هئا. مائي ڪاريگر گهرائي نيٽر ويڙرايا، پر اُهي اهڙا ته لوهه هـُـئا جو لهي نه سگهيا. اهو حال ڏسي مائي وري به سڌو شاهه قادريءَ جي خدمت ۾ پهتي ۽ سڄو احوال پيش ڪيائين. شاهه قادريءَ جي حڪم تي هڪ هنجهه پکي ۽ هڪ ڪبوتر اچي وڻ تي وينا. جنهن مان هنجهه نيٽرن کي چهنب هنئين ته نيٽرَ لهي پيا. اهڙي طرح ڳنڍي وارا منڌرا فرخ سير جي مصيبت مان آجا ٿيا. اڄ سوڏو مانڌر جا منڌرا هنجهه پکي نه کائيندا آهن ۽ اُن کي پنهنجو محسن ۽ قومي پکي ڪري ليکيندا آهن.[1]

**(ٿ) تاجن منڌرو:**

بدين جي ڏکڻ تان مانڌر آهي. مانڌر ۾ گهڻو ڪري منڌرا برادري رهندي آهي. اڳي جڏهن بدين جي پرپاسي ۾ جوٽيجن جو راڄ هو، تڏهن مانڌر ۾ منڌرا حاڪم هئا. منڌرن جا ڪيترا راڄواڙا هئا. انهن مڙني ۾ مک راجا تاجن هو. تاجن منڌري کي غرور به حد درجي جو هو. سندس ڪوٽ ڳوٺ ڏوري جي اُپرندي کان هوندو هو.

هن جي ڪوٽ کي ڪوبه ويجهو ڪونه ويندو هو. هڪ ڏينهن هن جي راڻيءَ کي خيال ٿيو، ته آءٌ ٻانهين (چوڙا) چاڙهايان. آخر هن لڪ چپ ۾ ٻانهيارو گهرايو ۽ ٻانهي چاڙهي. اِها خبر ڪنهن پر ۾ تاجن کي پئجي ويئي. هو ڏسيل جڳهه تي ويو، ڏسي ته برابر سندس زال چوڙيگر کان چوڙا پيئي چاڙهائي ۽ هن جي پرپاسي

---

[1] روايت مٿين ڳالهيون ڳنڍي ڏوري جي سروي ڪرڻ وقت مون کي خان منڌري، رازق ڏني جوٽيجي، پکرئي راڄڙ (منڌري) ابراهيم منڌري ۽ ٻين بزرگن ٻڌايون. (ليکڪ)

۾ ٻانهيون ٻينيون آهن. هن جي هنيلي فطرت اهو برداشت ڪري نہ سگهي، تہ هن جي گهر واريءَ کي ٻيو غير مرد ڏسي وڃي. لازمي آهي تہ اهو ٻين سان وڃي تاجن جي راڻيءَ جي حسن جون ڳالهيون ڪندو. اهو سوچي تاجن پنهنجي حسين ترين راڻي ۽ انهيءَ چوڙيگر کي ٻانُ ڪيو. انهيءَ ڳالهہ کي بلڪل لڪائي رکيو، تہ جيئن ڪنهن بنيءَ بشر کي خبر نہ پوي. پوءِ هن ڪوٽ جي ديوار نهرائڻ شروع ڪئي ۽ رازن کي راز ڪان آگاهہ ڪيو. رازا، بادشاهہ جي امر ڪان ڪيئن انڪار ڪن. هنن راڻي ۽ چوڙيگر کي جيئرو پٽ ۾ هٽي، اوساري ڪٽي پٽ ۾ پوري ڇڏيو. اهڙي طرح سندس ظلم جي ابتدا ٿي.

انهيءَ ڪان پوءِ جڏهن بہ ڪوٽ جي ديوار نهندي هُئي، تڏهن ڪنهن نہ ڪنهن بدنصيب جي شامت ايندي هئي ۽ اُهو دانهون ڪندو رهندو هو. اُهو پٽ جي وچ ۾ ٻيهاريو ويندو هو. هن جي چوڌاري رازا مٽيءَ جي گاري ساڻ سرون هڻندا ويندا هئا ۽ هو ڏسندي ڏسندي، دانهون ڪندي ڪندي پٽ ۾ دفن ٿي ويندو هو.

انهيءَ ڪان پوءِ تاجن، ستن پاڙن مان هڪ هڪ زال پرڻيو ۽ ست راڻيون سندس ڪوٽ جي اندر رهڻ لڳيون. انهن مان پنج ڄڻين کي ٻهرين سال پوٽينيءَ جون ڏيئر ڄايون، باقي بہ ڄڻيون بنا اولاد رهيون. تاجن کي اچي ڳڻتيءَ ستايو تہ هي نياڻيون مون ڪان ٻيا منڌرا گهرندا. جتي سڱ ڏيندس، اُتي لاچار ٿيندس. اِهو ويچار ڪري پنهنجون نياڻيون پنهنجن زالن ڪان وٺي، اُهي بہ خوني ديوارن ۾ لاءِ ڏنائين. اهڙيءَ طرح ڪيس جيڪا بہ ڏيءَ ڄمندي هئي، اُن کي ديوارن ۾ پورائي ڇڏيندو هو.

انهيءَ ڪان پوءِ تاجن جي اکين ۾ شرم ۽ حياءَ جا پاچولا نہ رهيا. هو ڳڻي جي ٻين راجائن وانگر انهيءَ عمل تي آيو، تہ جيڪا بہ ڪنوار هتان لنگهي، سا تاجن جي محل جي سلامي ضرور ڀري. پوءِ تہ پنهنجين ۽ پراين تي تاجن جا هٿ ڪچڻ لڳا. آخر هڪ ڏڪويل اِها دانهن هڪ الله لوڪ درويش ۽ فقير وٽ سيد سليمان شاهہ وٽ ڪٽي ويو. هو تاجن جي ظلم ڪان اڳي ئي باخبر هو، پر جڏهن ماڻهن ڪيس سڄيءَ روئداد ڪان واقف ڪيو، تہ تاجن خلاف هن بيت ڏنو. بيت ڇا هو، الاهي آواز هو:

سر سڪو پٻڻ سائي، تاجن ڏني تانگهہ،
جيسين ڏرتي مٿي ٻانگ، تيسين مور نہ موري منڌرو.

بيت جو مطلب هو، تہ اِهو ملڪ ڦٽي ويندو. تاجن ظلم سان حد ڪري ڇڏي آهي، جيسين هن ڌرتيءَ تي اسلام قائم هوندو، تيسين منڊرا ذات نہ مورندي.“ اِهو بيت انهيءَ ڏينهن منڊرن جي وات پيو. منڊرن ڏٺو تہ ريءَ گناهہ تا فقير جي واتان پڄون. ”ڏوهہ ۽ ظلم ڪري هڪڙو تاجن ۽ پرين سڀ منڊرا.“ اِهو سوچي سڀ منڊرا گڏجي سيد سليمان شاهہ وٽ آيا ۽ عرض ڪيائونس، تہ ”سائين تاجن برابر ظالم آهي... هو اسان جي نڻو مجي، اوهان بيشڪ انهيءَ کي پٽيو. پر اسان سيني منڊرن کي تہ پِٽُ واري بيت ۾ نہ گڏيو... ڪرم ڪري بيت ورايو.“ سليمان شاهہ چيو تہ، ”اوهان جي تاجن سان ظلم ۾ ڀاڱي ڀائيوار نہ ٿيو، تہ بيت آءٌ بيشڪ واريندس.“ منڊرن اِهو ٻڌي، سيد سڳوري کي يقين ڏياريو، تہ ”اسان جو تاجن سان ڪوبہ تعاون نہ رهندو.“ اهو ٻڌي سيد سڳوري پنهنجي پاراتي وارو بيت ورائيندي چيو تہ:

سر سُــــــڪو پپــڙ سـائي، تــاجن ڏنـــي تانگهـــہ،
جيسين ڌرتيءَ مٿي ٻانگ، تيسين مور نہ موري ڳهٽو.

منڊرن مان ”ڳهٽو“ نالي اوڙڪ هُئي، تاجن انهيءَ اوڙڪ مان هو. ان ڪري فقير انهيءَ ڪيڙ کي پٽيو ۽ ٻين کي ڇڏي ڏنو. انهيءَ بيت تاجن جي تباهي ڪيئن آندي. اهو بہ هڪ داستان آهي.

اُن وقت ٺٽي تي مغلن جا نواب راڄ ڪندا هئا. انهن ۾ بہ ڪو خاص چاڙهو ڪونہ هو. پر جيئن تہ ٺٽي جي حڪومت ويجهي ۾ ويجهي حڪومت هُئي. ٺٽي جو نواب صادق علي خان هو، هُو بادشاهہ محمد شاهہ غازيءَ طرفان حڪومت ڪندو هو. قدرتي اهڙا اشارا مليس، جو هن کي تاجن اکين ۾ تي بينو. آخر صادق علي خان ولد سيف الله خان ٺٽي ۾ لشڪر گڏ ڪري، تاجن تي فوج ڪشي شروع ڪري ڇڏي. انهيءَ فوج ڪشيءَ ۾ ٺٽي جو مشهور فارسي شاعر ”محسن ٺٽوي“ بہ شامل هو. پهرين منزل تي جڏهن لشڪر لٿو، تڏهن محسن ٺٽويءَ هيٺين رباعي ناهي، صادق علي خان جي خدمت ۾ پيش ڪئي:

اي مـــنزل اول تـــو مـــانند هـــلال،
از بـدر نشـان دهد بارياب ڪمـال،
يعني ڪه بهر مرحلله انوار فتوح،
بـــر چهـــرهٔ دولتـــت فزايـــ اقبـــال.

نواب صادق علي اها فوج ڪشي سن 1149ھ ۾ ڪئي. پاڻ اڳتي سگهه سنڀالي نہ سگهيو. تنهن ڪري تاجن سان مد مقابل ڪونہ ٿيو. هن کي پنهنجيءَ ڪمزوريءَ جو احساس ٻيءَ منزل تي ٿيو. محسن ٺٽويءَ جي همٿائڻ تي بہ هو تاجن ڏانهن ڪاهہ ڪرڻ تي آماده نہ ٿيو. نواب صادق علي هڪ سال ٺٽي جو نواب رهيو. پوءِ اِها نوابي هن کان ويئي ۽ سڄيءَ سنڌ جو سهارو ميان نور محمد خان ڪلهوڙو ٿيو. جو مغلن جو تابعدار نہ هو، پر پنهنجي روءِ سوءِ خودمختيار بہ هو.

وقت گذرندو ويو. تاجن روزبروز ظلم وڌائيندو ويو. قدرت تاجن کي ڊگهو رسو ڏنو هو. تنهن ڪري هو ويو من مستيون ڪندو ۽ سيد سليمان شاهہ جا پيو مذاق اُڏائيندو هو ۽ چوندو هو، تہ "درويش دل تي چويم تہ توکي بہ ديوار ۾ هٽائي راڳائي ڇڏيان، پر خير تون درويش آهين، تنهن ڪري پيو جيءُ ۽ مون کي ياد ڪر." سليمان شاهہ چوندو هوس، تہ "تاجن! فرعون وارو غرور نہ ڪر. قدرت وٽ دير آهي، پر انڌير نہ آهي." انهيءَ تي تاجن کِليو، چوندو هو، تہ "سائين بادشاهہ! صادق علي نواب جهڙا سورما تا اچن، تڏهن انهن ويچارن جي واٽ ۾ ٺي چيلهہ ٽٽيو پوي ۽ هو مون کان گهٽو گهٽو پري، پوءِ کان پڇيو وڃن." سليمان شاهہ قدرت طرفان هن لاءِ نهندڙ سامان روحاني طور ڏسيو مُرڪيو ڏيندو هو ۽ چوندو هو، تہ "تاجن منهنجي ڪلام جي صداقت جي هڪ ڏينهن توکي خبر پئجي ويندي."

وقت گهٽو گذري ويو. سائينءَ جي پيشگوئيءَ کي بہ اڃي پورا نَوَ سال ٿيا هئا، پر تاجن اڃا تباهہ نہ ٿيو هو. اِهو ڏسي ٻيا منڊرا بہ ڪجهہ سائينءَ کان بدظن ٿيڻ لڳا هئا ۽ هُن بزرگ ڏنو، تہ مون کان جي منڊرن منهن مٽيو تہ پوءِ منهنجو ڇا ٿيندو؟ سو هنن کي هُو ڪولي ٻڌائڻ لڳو، تہ "تاجن لاءِ الاهي طوفان پيو اچي.... ڳنو پيو سُڪي.... وينا رنگ ڏسو."

سن 1159ھ ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙو لاڙ جي سرڪشن کي ختم ڪرڻ لاءِ لشڪر وٺي روانو ٿيو. نواب صادق عليءَ جي هار وارو تاجن ميان کي سنيءَ طرح ياد هو. هُو جوٽيجن کي تابع ڪندو، ننڍا وڏا راڄواڙا خوشيءَ سان يا زوري تابع بنائيندو اڳتي پئي وڌيو. تاجن کي ميان جي چڙهائيءَ جي خبر پيئي

تہ، ڪوٽ جا در دريون بند ڪري ويهي رهيو. ميان صاحب ٻيا راڄواڙا ختم ڪري، اچي لشڪر سوڌو تاجن جي ڪوٽ جي سامهون ٿيو.

ميان نور محمد ڪلهوڙي سان سپاهہ جو وڏو تعداد شامل هو. هوڏانهن تاجن کان منڌرا بہ بدظن هئا. سو تاجن ٿوريءَ گهڻي فوج سان ميان سان مهاڏو ڏنائين، پر لاچار ٿي ڀاڄ کاڌائين ۽ وڃي ڪانجهيءَ ڪوٽ ۾ لڪو.

ميان نور محمد ڪلهوڙو مينهن واءُ ڪندو وڃي ڪانجهي ڪوٽ کي گهيرو ڪيو. ميان اِها ڪاهہ مير شاهو بلوچ جي جواب ملڻ کان پوءِ ڪئي. پاڻ تاجن جي ڪوٽ کان ميان ڪانجهيءَ جي واليءَ ڏانهن ٺامائي خط لکيو هو، تہ "تاجن کي پناهہ نہ ڏيو.... نہ تہ ميان توهان تي چڙهائي ڪندو." پر ڪانجهيءَ جي واليءَ مير شاهوءَ کي چيو، تہ "توهان ريبارا آهيو. پلي ڪري جي ڪري آيا... ميان کي چئجو، تہ تاجن منهنجي سامر پيو آهي، اُن کان سواءِ آءٌ ڪيچ جي راجا جو ڏن پرو آهيان.... ميان ايندو تہ کيس ڏسي ونبو."

ميان تاجن کي ختم ڪرڻ لاءِ زبردست لشڪر سان ڪانجهي ڪوٽ تي چڙهائي شروع ڪئي. ميان نور محمد سان گڏ سندس صاحبزادو احمد يار خان ۽ هينيان وڏا سپهہ سالار شامل هئا: فضل علي خان، عارف خان، مير متارو، تاج محمد، پائي خان، شيخ محمد، شاهہ بهارو، مراد ڪليري، مير چاڪر بلوچ، بختاور کهاوڙ، مسو سامٽيو، شير بخشو، دريا خان ابڙو، شيخ شڪرالله، پورو، روحل ڪوسو، بلاول نائچ ۽ فتوحل خان جوڻيجو. اِهو وڏو لشڪر ويندي شرط وڃي قلعي کي گهيري بيٺو. تاجن ۽ ڪانجهيءَ جو لشڪر قلعي اندر قيد رهيا. قلعي کي ختم ڪرڻ لاءِ هڪ هنڌان سُرنگهہ ڪئي ويئي ۽ اُن سرنگهہ ۾ بارود پريو ويو. اُن بارود کي باهہ ڏني ويئي. جڏهن اِها سرنگهہ ڦاٽي، تڏهن اهڙو زوردار ڌماڪو ٿيو، جو ڪانجهي ڪوٽ ۾ رهندڙ ماڻهو هيسجي ويا ۽ سمنڊ ۾ طوفان اچي ويو. قلعي جي ڀت اُڏامڻ سان ميان جو لشڪر ڪاهي اندر ويو. ڪانجهيءَ جي لشڪر کي ڌماڪي هيسائي ڇڏيو هو، ٻيو وري هيءَ فوج سڌو مٿن ڪاهي آئي، اُن ڪري قلعي اندر فوج جي طاقت ختم ٿي ويئي ۽ منجهن ڪو حال ڪونہ هو. انهن کي همٿائڻ لاءِ راجا ڍهيسر ميدان ۾ آيو. راجا ڍهيسر ڪانجهيءَ جي قلعي جو سپهہ سالار هو. پر هو فوج کي همٿائيندي مارجي ويو. اُن جو پاڻ بہ موت جو شڪار ٿيو. شاهہ بهاري لشڪر سان

قلعي کي سوڙهو ڪري وڌو. ڪانجهي ڪوٽ جي راجا شاهه بهاري کي منٿون ڪرڻ لڳو. ته ”جيتري به کپي سا ملڪيت وٺ، پر مون کي ڪجهه ڏانهن پڇي وڃڻ ڏي.“ پر بهاري شاهه هڪ به نه ٻڌيس. البت ميان نور محمد وٽ سندس جان بخشي جي سفارش ڪري هن جي جان بچائي قيد ڪرايائينس.

تاجن جڏهن ڏٺو، ته ڪانجهي ڪوٽ به ميان جي فوجن جو تاب جهلي نه سگهيو آهي، سو پاڻ پاسو ونئي ويهي رهيو. مسو سامٽيو يارنهن سؤ سپاهي وني، تاجن سان مقابلو ڪيو. تاجن ڏٺو ته هاڻ پڇڻ ۾ پلائي آهي، سو اُتان پڇي هڪ ٻئي پر واري قلعي ۾ اچي لڪو. ميان صاحب تاجن کان اڻ واقف ڪونه هو. مراد ڪليريءَ کي تاجن تي گهيري ڪرڻ لاءِ لشڪر موڪليو ويو. مراد ڪليري داناءُ ماڻهو هو. تنهن تاجن کي چيو. ته ”جو پاڻ کي تباهه ڪري رهيو آهين، اطاعت مڃ ته جان جو خير ٿئي ۽ پنهنجا ساٿي به بچائي سگهين.“ اِها صلاح مڃي، هو مراد ڪليريءَ سان گڏ، ڏڪندي ڏڪندي ميان اڳيان حاضر ٿيو ۽ ميان کان هن ڪنبندي معافي ورتي. ميان کيس يڪدم معاف ڪري ڇڏيو. ميان خدا آباد روانو ٿي ويو. تاجن اُتان اچي پنهنجي قتل ڪوٽ جا ڊنل نُل ۽ ڪريل جايون ڏٺيون. پريان سليمان شاهه پنهنجي خانقاهه ۾ آرام ۽ اطمينان سان الله جي عبادت ڪري رهيو هو. تاجن جنهن جاءِ تي ظلم ڪيا هُئا، اُتي اڄ هر ڪنهن کان چرڪي رهيو هو. هو ٿورو صبر ڪري سليمان شاهه وٽ لنگهي ويو. هُن جي وڃي پيرن تي ڪريو. چي: ”بابو ڪريان، بيت وار.... تنهنجي بيت مون کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي.“ سيد سڳوري چيو، ته ”اِهو بيت تنهنجي ظلمن جوڙايو هو. تو هزارين جانيون ختم ڪيون، سو تون به ختم ٿي ٿي رهندين. اها منهنجي وارڻ ڦيرڻ جي ڳالهه نه آهي، اِهو قدرت جو ڪم آهي.“

تاجن وري به کيس عرض آزيون ڪيون، پر فقير وري به ساڳيو جواب ڏنس. تاجن وري به ساڳئي نشي ۾ اچي ويو. ڪوٽ اڏائڻ لڳو ۽ طاقت وٺڻ لاءِ پرايا پنهنجا سپاهي گڏ ڪري مقابلي ڪرڻ جون زوردار تياريون ڪرڻ لڳو. اِها خبر جڏهن ميان صاحب جي نوڪر تاج خرد بلوچ کي پيئي، تنهن ميان صاحب جي موڪل کان سواءِ تاجن تي ڪاهه شروع ڪئي. انهيءَ جو لشڪر اجا پري ئي هو، ته تاجن منڊرو خود پاڻ سان ڪجهه جوان وني، انهيءَ لشڪر کي رات جو راتاهو هڻي، ختم ڪيو. اِهو بلوچ ختم ٿيو، ته اِها خبر ميان کي پيئي. جنهن کي بي حد ڏک ٿيو

۽ شاهه بهارو کي گهرائي اُن کي چيو، تہ ”تاجن جي معاملي کي هاڻ صفا ختم ڪيو وڃي.“ شاهه بهارو فوج وٺي تاجن تي اچي ڪڙڪيو. تاجن ڏٺو تہ هاڻ جان ڪونہ ڇٽندي، سو ڀڄڻ جي ڪرڻ لڳو، پر پڪڙجي پيو. هٿ پويان ٻڌا ويس. پيرن ۾ زنجيرون وڌيون ويس. اهڙيءَ ئي حالت ۾ ميان جي اڳيان حاضر ڪيو ويس. ميان تاجن کي ڏسي، جلاد کي سڏي، سندس ٻانهن اُن جي حوالي ڪئي ۽ جلاد سندس سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏي.“

تاجن جي ختم ٿيڻ کان پوءِ اهو سليمان شاهه وارو بيت سنڌ ۾ مشهور ٿي ويو. تاجن جو ڪوٽ سِر سِر تي اَڪلجي ويو. فقير هڪ ظالم لاءِ پڪاريو، انهيءَ جي اري ۾ سوين ظالم ختم ٿي ويا.

ميان نور محمد ڪلهوڙو جڏهن تاجن کي مارائي ڇڏيو. تڏهن شاهه بهاري کان پڇيو تہ، ”تاجن جي دماغ خراب ٿيڻ جو وڏو سبب ڪهڙو هو؟“ تڏهن شاهه بهاري چيو هوس، تہ ”اِهو تاجن مئو تہ بيو ڪو منڊرو ساماڻبو. اُهو بہ ساڳيا سور ڏيندو. منڊرن جو دماغ ڳِنِي جو آڻ مَيو پاڻي ٿو خراب ڪري... اِهو ڏورو هوندو، تہ منڊرا هٿ ڪرڻ ۾ هر سال ڪجهہ نہ ڪجهہ جوان پيا تلوارن کي ڏن طور ڏبا.“ اِها ڳالهہ ويچاري ميان انهيءَ ڏوري کي ڪيترن هنڌن تان ٻنڌ ڏياريا ۽ انهيءَ ڏوري جي وهڪري کي ختم ڪرڻ جو جَتن ڪيو.

### (ث) راجا نند ۽ ”سوئر“ جو ڏند:

سومرن جي ڏينهن ۾ جيڪي راجواڙا هئا، راجا نند پڻ انهن راجائن ۾ هڪ راجا هو. هن کي پئسن گڏ ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. موتي ۽ هيرا هن جي شوق ۽ دلچسپيءَ وارا پتر هئا. اهل اولاد کان، يارن ۽ پائرن کان، هن کي پئسا پيارا هوندا هئا ۽ موتين، لعلن تي جان ڇڏيندو هو.

راجا نند بابت هڪ لوڪ داستان هن ريت مشهور آهي تہ: پاڻ شڪار جو بہ وڏو شوقين هو. ڪيس سواريءَ لاءِ عاليشان گهوڙو هوندو هو، جو جتان ايندو هو، اُتان ويندو هو. هڪ ڏينهن اُن ڪميت پٺاري تي لانگ ورائي ڳِنِي جي ڪنڌي ڏيئي شڪار لاءِ روانو ٿيو. شڪار ڪندي ڪندي هن اڙٻنگ شڪاريءَ اڳيان هڪ سُوئر آيو. سُوئر اڳيان راجا نند پويان. هن کي اچي جان جي لڳي، سو سوئر گهٽيون گوهيون گُهتون ڏنيون، پر راجا نند مان جان نہ ڇُٽس. تڏهن ڳِنِي ۾ ڪري پيو. راجا ڏٺو تہ سوئر سڪيءَ مان هلندو پيو وڃي ۽ پاڻي اُن جي

پاسي کان هٿندو وجي. اهو ڏسي راجا کي هيڪاري وڏو شوق جاڳيو، تہ هي جادوئي سوئر ضرور هٿ ڪبو. سو هن گهوڙي کي مهميز ڏئي سُوَئر پنيان پاٽيءَ ۾ ڪاهي پيو.

آخر اڳيان هو پونو سو گهوڙي سوئر کي گهمائي ورتو. راجا بہ نڪا ڪئي بي نڪا ني. ڪيندي پالو نڪاءُ ڪرايو سوئر جي ڪُڪ ۾. سوئر تہ مري پيو. پر راجا نند بہ منجهي پيو، تہ هاڻ هن سچي سوئر جو اُهو ڪهڙو جادو وارو عضوو آهي، جو هن کي پاٽي ويجهو نتي آيو. پوءِ هن ڏاهي نوڪرن کان اُهو سوئر ڪٽايو ۽ پنهنجيءَ پر ۾ رات جو هن عضوو عضوو ڪري وڍيو ۽ اُهو پاٽيءَ ۾ وڌو. جيڪو عضوو پاٽيءَ ۾ بڏندو تي ويو، اُن کي هو نظرانداز ڪندو ويو. تان جو سڄو سوئر وڍجي وجي پاٽيءَ ۾ پيو. پر راجا کي ڪاميابي ڪونہ تي. پوءِ وينو سوئر جون اکيون، ڪن، ميچالو پاٽيءَ ۾ وجهڻ، جڏهن ڏند پاٽيءَ ۾ وڌائين تہ، پاٽي هٽي پري تيو.

راجا پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب تي ويو. پوءِ هن ڏندن کي بہ ڌار ڪيو. بيا ڏند اُڇلي ڇڏيائين. جنهن ڏند ۾ اهو جادو سمايل هو. اُن ڏند کي وڏي حفاظت سان رکيائين. انهيءَ کان پوءِ راجا لڳو پنهنجي هٿ موڙي ۽ ملڪيت گڏ ڪرڻ. آخر رات جي پيٽ ۾ اُها ملڪيت ڳٽي ڪوٽ جي اُلهندي تان، جتي اونهو ڪُن هو، اُن ۾ هليو ويو. اُتي محفوظ جڳهہ تي ويو ملڪيت رکندو. ڏند جي زور تي ڪيس پاٽي ويجهو ڪونہ تي آيو، جڏهن سڀ ملڪيت راجا رکي ورتي، تڏهن بي فڪر تي لڳو شڪار ڪي. ڪڏهن ڪتي تہ ڪڏهن ڪتي شڪار ڪريو پيو هٽ نارينڊو هو. ڪڏهن تہ شڪار ڪرڻ ۾ ڏينهن جا ڏينهن بہ لڳيو ويندا هئس.

اُن وقت هڪ جادوگر پنهنجي وديا جي حساب سان اِها ملڪيت ڏسي ورتي. انهيءَ جي حاصل ڪرڻ لاءِ هن حساب ڪيو تہ، هن کي سوئر جي ڏند واري جادوءَ جو راز معلوم تيو. ماڻهن کان بہ ڳالهيون بڌيون هئائين، تہ راجا نند ڪيئن نہ سوئر جي پنيان بي خطا تي لڳو هو. جادوگر کي پڪ تي تہ اها ملڪيت سوئر جي ڏند هٿ ڪرڻ سان ملي سگهندي. آخر بيو ڪو حيلو نہ ساري، هن فقيراڻو ويس ڪيو. جڏهن راجا نند شڪار تي روانو تيو، تڏهن هن اچي ڪوٽ جي باهران صدا هنئين. خير خيرات جا بہ تي مليس، سا تي واپس ڪيائين. آخر راجا نند جي وڏيءَ ڏيءُ مومل هن کان اچي پڇيو، تہ "فقير بابا

توهان کي آخر ڇا گهرجي؟" جواب ۾ چيائين تہ "آءٌ فقير ماڻهو آهيان. مون کي سوئر جو ڏند گهرجي، مال ملڪيت نہ کپيم." مومل کي ياد آيو، تہ بابا وٽ سوئر جو ڏند تہ برابر هو. سو فقير کي دلاسو ڏيئي، پاڻ محلات اندر ويئي، اُهو ڏند ڳولهي ڦولهي هٿ ڪيائين ۽ اچي فقير کي ڏنائين. فقير ڏند وٺي خوش ٿيو ۽ مومل کي دعائون ڏيندو روانو ٿي ويو. مومل جيڏل کي پنهنجي سخاوت جون ڳالهيون ٻڌائيندي چيو، تہ "سوالي اسان جي در تان ڪڏهن خالي ڪونہ ويو آهي، سو فقير کي آءٌ ڪيئن خالي ڇڏيان؟" جيڏل مومل جي سخا کي تہ واکاڻيو، پر دل ۾ چيو، تہ "ڏند جهڙي معمولي شيءِ ڏيئي مومل ڪيڏو نہ فخر ٿي ڪري." ڪنهن جيڏل جڏهن اِها ڳالهہ مومل کي ٻڌائي تہ هوءَ ڏاڍي لڄي ٿي.

هوڏانهن راجا نند چوٿين پنجين ڏينهن شڪار تان موٽيو. هن کي ملڪيت لاءِ جيئن تہ موهہ هو، سو سوئر جي ڏند لاءِ هٿ هٺڻ لڳو، پر ڏند نظر ڪونہ آيس. سمجهيائين، تہ شايد ڇوڪرين ڪنيو هوندو، سو شهزادين کي سڏي ورتائين. مومل ۽ سومل ٻئي سنَدس اڳيان حاضر بيٺيون هيون. هنن کان پڇيائين تہ، "اوهان ڪو سوئر جو ڏند ڏٺو؟" مومل چيو تہ، "ها بابا، اُهو تہ مون هڪ فقير کي خيرات ۾ ڏيئي ڇڏيو." اِهو ٻڌي ٻهرين تہ، راجا نند جي پيرن هينان زمين نڪري ويئي. اچرج مان وات ڦاٽي ويس، پر پوءِ ڪاوڙجي ڌيءُ کي ملڪيت واري سڄي ڳالهہ ٻڌائي. هن کي چيائين تہ "ڪيئن بہ ڪري ۽ ڪٿان بہ ڳولي ڏند هٿ ڪري ڏينم." مومل کي سڄي ماجري جي خبر پيئي، تہ هن جي بہ پيرن هينان زمين نڪري ويئي. واقعي وڏو غضب ٿيو. پوءِ تہ اُن فقير کي ڳولڻ لاءِ ڏاڍا حيلا هلايا ويا، پر اُهو نوڳي فقير هٿ نہ آيو.

سومل ڏاهي ڇوڪري هئي، تنهن اچي پيءُ جو اڳ جهليو ۽ پيءُ کي چيو تہ، "ملڪيت ويئي آهي، انهيءَ جو سيني کي ڏک آهي. هاڻي غم نہ ڪريو. آءٌ ڪاڪ ۾ اهڙو ٿي رنگ رچايان، جو اهڙيون ڪئين ملڪيتون پاڻ وٽ اچي گڏ ٿينديون." سومل پيءُ کي سڄو خاڪو سمجهايو. هو ڳالهہ سمجهي ويو ۽ چيائين تہ، "نيڪ آهي جي ائين آهي، تہ پوءِ پل اوهان پينرون اوڏانهن وڃو."

مومل ۽ سومل ڪاڪ جي ڪنڌين تي ويهي ڪئين ڪنور ڦريا ۽ ملڪيتون پيءُ ڏانهن موڪلڻ شروع ڪيون. راجا نند کي پنهنجي ملڪيت کان وڌيڪ ڌن ملي ويو. راجا کي ڏند ڪونہ مليو، پر اڻ مَئي جيڪا ملڪيت ملي سو مومل ۽ سومل کان ڏاڍو خوش هو. اوچتو مومل مينڌري جي اري ۾ اڙي ۽

پوءِ راجا نند ڪي ملڪيت اچڻ بند ٿي ويئي. مومل بہ مينڌري پنيان مري ويئي. سومل وري اچي نند ڪوٽ وسايو.

هينئر نہ راجا نند آهي، نہ سندس ڪوٽ آهي، نہ مومل آهي نہ سومل آهي، پر ڳالهيون موجود آهن، سي ڳائجن پيون. اِهو ڪوٽ ڳَني ڊوري جي ڪيٽيءَ ۾ ٽپي چورهڏي تعلقي بدين ۾ واقع آهي.

**(پ) سهڻيءَ جو دڙو:**

سڄي سنڌ ماتريءَ ۾ سهڻي ۽ ميهار جي ڳالهہ مشهور آهي. سهڻي هجي يا سسئي، مومل هجي يا مارئي، مورڙو هجي يا دودو. انهن ڪردارن لاءِ سنڌ واسين کي سڪ ۽ حب رهندي پئي آئي آهي. مومل جي ڪاڪ کي ڪيترين جڳهين تي ٻڌايو ويو آهي. اهڙي طرح ويچاريءَ سهڻيءَ جي قبر کي بہ سنڌين ڪافي عقيدت سبب ڪيترين جڳهين تي ظاهر ڪيو آهي. هرڪو چوي ٿو تہ، سهڻي جيڪا ميهار جي من گهري ٻانهن هُئي، اُن جي قبر اِجهو هيءَ آهي. اهڙو اعتقاد ۽ ضد سهڻيءَ جي دڙي جي پرسان رهندڙ قرهيي پوٽن، شيخن ۽ منڌرن کي بہ آهي. هنن کي يقين آهي، تہ سهڻيءَ جو دڙو اِهوئي آهي. ميهار واري سهڻي اتي ئي آرامي آهي.

مذڪوره سهڻيءَ جو دڙو هميت ڊنڊ جي ڏکڻ اولهہ ۽ سانڊوهہ ڊنڊ جي اولهہ ڪان، پير شيخ قرهيي پانڌاريءَ جي اولهہ طرف ٽن ميلن تي واقع آهي. احمد راڄي ڏانهن ويندڙ رستو اتان گذري ٿو. اِهو رستو درگاهہ شيخ پير قرهيو پانڌاريءَ ڪان نڪري ٿو ۽ احمد راڄي طرف وڃي ٿو. سهڻيءَ جي قبر تي اتي جي پرپاسي جي رهاڪن قبو نهرايو هو، سو هينئر ڊهي ويو آهي ۽ دڙو ٿيو پيو آهي.

ڳالهہ مشهور آهي، تہ ميهار سان سهڻيءَ جو نيهن وارو لاڳاپو هوندو هو. مائٽن هن کي زوريءَ ڏم سان پرڻايو هو. پر رات جو سنڌو درياءَ تريو اچي ميهار سان ملندي هئي. اِها خبر هن جي سس کي پئجي ويئي، جنهن هن لاءِ ڪَچو گهڙو رکي ڇڏيو ۽ پڪو گهڙو لڪائي ڇڏيو. سهڻي جڏهن اُهو گهڙو کڻي درياءَ ۾ گهڙي، تڏهن پيلو گهڙو وچ درياءَ ۾ ڀُري پيو. هن ميهار کي سڏ ڪيا، پر هوءَ ٻڏي ويئي. ميهار پوءِ درياءَ تي دانهون ڪندو رهيو. سهڻيءَ جو لاش ريڙ درياءَ مان لڙهندو لڙهندو اچي ڳني ڊوري ۾ پيو. اُتان ٿيندو ٿيندو اچي هميت جي ڊنڊ ۾ پيو. اُتي ڪن سهڻيءَ جو لاش ڏٺو، تہ سندس لاش ڪڍي. اُهو دفن

ڪيو. دفن ڪرڻ ڪان پوءِ ماڻهو هن جا سلامي ٿي رهيا. اتي جي ماڻهن گڏجي متس قبو نهرايو، جو هينئر ڏهي ويو آهي "سهڻيءَ جو دڙو" پيو سڏجي.

### (ق) شيخ پير قرهيو پاندري:

پير شيخ قرهيو پانداري، لاڙ جو وڏو اولياء الله ٿي گذريو آهي. لوڪ روايت آهي ته: "پاڻ ننڍي هوندي ڳالهائيندو ڪونه هو. پر ماٺ ۾ گهاريندو هو ۽ رب کي ساهه ۾ ساريندو هو. مائٽن جو خيال هو، ته جيئن ته هيءُ بالڪو ٻولي ڪونه ٿو، تنهن ڪري شايد گونگو ٿي پيو آهي يا ٻوڙو ٿي ويو آهي. سندس ڳالهائڻ لاءِ وڏا وس هلايا ويا، پر ٿيو مڙيو ئي خير!

آخر وڏن ويچار ڪري، هيءَ ڳالهه پيهاري ته هي سباجهو ڇوڪر، پائرن سان گڏ سفر تي نڪري ۽ ڪٿي متاثر ٿي ڳالهائي ويهي. اهو سوچي سندس پائر ڪيس وني روانا ٿيا. گهمندي گهمندي اچي شهر مانجهيءَ ۾ رات رهيا. مانجهي ريڻ جي ڪنڌيءَ تي هڪ وڏو شهر هو، جنهن ۾ ملاح رهندا هئا. انهن جي سر موڙ "مانجهيءَ" تان هن شهر تي اهو نالو پيو هو. اُتي رات رهيا. هنن کي ڪير پٽ ڏنا ويا، پر هنن جو گوشت کائڻ تي اُتي گهڻو چاهه ٿيو. آخر صبح جو صلاح ڪيائون، ته اچ مانجهيءَ جي آسپاس شڪار ڪبو. اهو سوچي هو تيرڪمان کڻي گهوڙن تي چڙهي روانا ٿيا. سڄو ڏينهن شڪار لاءِ رليا، پر شڪار ڪونه لڳو. آخر هو ٿڪي ٽُٽي واپس ٿيا. واپس ايندي ڪنهن ڇار ۾ تتر تنواريو. ماڻهن ڊوڙي تتر کي اُٿاريو. تتر اُڏاڻو، تير ڇُٽا، تتر اچي پٽ ورتو. ننڍڙو پير قرهيو جو ماٺ ڪريو وينو هو، تنهن تتر کي مرندي ڏسي چيو ته، "نه تنوارين ها، نه چو مرين ها؟" پائرن کي بي حد خوشي ٿي، ته هن مانجهي مير ڳالهايو ته سهي. پاڻ سوچيائين ته نه والدين سان ڳالهايم، نڪو ڪو ڳوٺ وارن سان ٻول ٻوليم. هي مون ڪڏو ڪم ڪيئن ڪيو؟ ٻئي کي ماٺ جي تلقين ڪندي، خود ڳالهائي وينس. اهو سوچي پاڻ گهوڙيءَ متان ڪريو. پائرن پوءِ وڏا حيلا هلايا، ته پاڻ اُتي ساڻن هلي. ڳالهائي ٻولهائي. پر انهن ڪوشش مان وريو ڪجهه به ڪونه! آخر لاچار ۽ مجبور ٿي سندس پائر واپس وريا. پاڻ اُن جڳهه تي عبادت ڪندو ۽ رب کي ياد ڪندو رهيو. اُتي ايتري عبادت ڪيائين، جو ڪيس گوڏن وٽان ڊپ اُيري آيا، انهن جي به ڪيس خبر ڪونه پيئي.

اُن وقت جي ڳالهه آهي، ته ننگر ٺٽي ۾ ساموئي جي جبل آور تي هڪ سامي اچي رهيو. جنهن وٽ وديا جي وڏي ڏيا هئي. هن جو پيالو سڄو ٺٽو

پنيو موٽيو ايندو هو. پير پنو انهيءَ ڏيانات جي طاقت کان مرعوب ٿي، لاچار روانو ٿيو. هن کي روحاني اشارو هو. تہ انهيءَ ساميءَ کي جميل شاھ گرناري کڏي تہ ڪڏي سگهي ٿو، نہ تہ اهو سامي زور آهي. پوءِ پير پنو سنڌ جي سوڪڙي پلو پچائي ڏاتار پير ڏانهن پنڌ پيو. آخر وڃي سندس درگاھ ۾ پهتو. اُتي سندس خدمت ۾ پاڻ اهو فرياد ڪيائين. آخر ڪجھ سوچ سمجھ کان پوءِ، هُن بزرگ سنڌ ڏانهن اچڻ جو خيال ڪيو. جيئن تہ، پاڻ سوا لک اوليائن جو اڳواڻ هو، جنهن ۾ بہ ڇھ تمام وڏا بزرگ هئا. اُهي پنڌ ايندي ايندي اچي مانجهيءَ ۾ رات رهيا. مانجهيءَ ۾ هنن دستور موجب ڇھ پٽيون وڌيون. چوتہ هرڪو وڏو مُهوڙي پنهنجي پٽيءَ مان پنهنجي حلقي وارن کي ورچ ڏيندو هو. اُتي هنن ڇھ پٽيون ڇھ دفعا وڌيون ۽ قدرتي ست ٿيو ٿي پيو. اهو احوال هنن جميل شاھ گرناريءَ سان ڪيو. هن چيو، تہ "هتي ڪو حضوري آهي، جيڪو پنهنجي سات ۾ اچڻ ٿو گهري. ست پٽيون قائم رکي. اُن کي سڏ ڪريو." ائين ڪيو ويو، تڏهن پير شيخ قرهيو پانداري پڌرو ٿيو. هن کي ستين پٽي ڏني ويئي ۽ ڪانئس هڪ ڪرامت جي طلب ڪئي ويئي. اُها هيءَ هئي، تہ انديءَ مينهن جو کير بنان گهرڻ جي وني اچ. پاڻ ڪشتو ڪٽي ويڙهي ۾ ويو. هڪ مائيءَ کيس اندي مينهن ڏهڻ جو چيو، جنهن مائيءَ جو نالو چامل هو. پاڻ انديءَ مينهن کي ڏهي، کير آٽي ڏٽيءَ ڏوئلن کي پياريائين. پاڻ اُن وقت هڪ ٻي بہ ڪرامت ڪري آيو هو، جو چيائين تہ، "چامل جون مينهون ۽ مال ڦرندو ۽ چرندو، پر ٻين جو مال جتي آهي اُتي رهندو." ائين ئي ٿيو. ماڻهو ڊوڙي آيا. پير قرهيي پانداريءَ مٿن ڪجھ ڏن رکي، مال آجو ڪري ڏنو. قرهيي پانداريءَ جا شيخ پنهنجن مريدن کان اجا اهو ڏن وٺندا پيا اچن. پوءِ سڀ اولياءَ گڏجي آور جبل ڏانهن روانا ٿيا. اُتي ڏاتار پير سيني اوليائن جي ورچ ورهائڻ جي واڳ قرهيي پانداريءَ کي ڏني. اهڙي طرح پاڻ سوا لک اوليائن جو پانداري (خزانچي) ٿيو. ڪرامتن سان ڏنگڙي ڏيانات کي آور جبل مان ڀڃايو ويو. هو اتان ڀڄي وڃي ڪڇ جي دينو در جبل تي اونڌو مٿو ڪري، يڪا ٻارنهن مهينا تپسيا ڪرڻ لڳو. جڏهن عبادت پوري ڪيائين، تڏهن سنڌ ڏانهن منهن ڪيائين ۽ سڄو سنڌ ملڪ جلڻ لڳو. پير جميل شاھ گرناريءَ کي سُڌ پيئي، تنهن سيني کي هڪل ڪئي، تہ ساميءَ جو منهن سمنڊ ڏانهن ڪريو. پوءِ روحاني طور ڦرين ڦرين پير شيخ قرهيو پانداري هُن وٽ پهتو ۽ هن جي

منهن کي سمنڊ ڏانهن موڙو ڏنو. ايتري ۾ جو ملڪ جلڻو هو، سو جلي ڀسم ٿي ويو. اُن کي اڄ ڪڇ جو رڻ ڪريو ٿا چون. جي ولي الله جا، ساميءَ جو منهن نه وارين ها ته، ڪر سڄي سنڌ رڻ ٿي وڃي ها. ڏنگڙي ڏيانات اِهو ڄڻ ته سنڌ جي ولين کان وير ٿي ورتو. اُن کان پوءِ پير پنو ننگر نئي ۾، جميل شاهه گرناريءَ سان گڏ رهي پيو. شيخ پير قرهيو پانداري به ساڻن گڏ هو. پوءِ تبليغ لاءِ چشتي طريقي جا سپ پير پکڙجي پيا. پير شيخ قرهيي پانداريءَ ڪڪرالي جي اوير وارو علائقو ڪنيو. جنهن ۾ مانجهي، روپاماڙي، چنيسر ڪوٽ ۽ ٻيا شهر اچي ٿي ويا. پاڻ تبليغ ڪندي پٽين کي مسلمان ڪيائين. اُنهن کي شيخ لقب ڏنائين. مرڪان شيخڻ اُن وقت سندس شان ۾ ڪيترا ڳيچ چيا. جي اڄ به سماع ڪرڻ وقت چيا ويندا آهن. پاڻ پوءِ اُتي ئي رهي، هـَن سن 675هه ۾ وصال ڪيو. درگاهه جا شيخ سال بسال پوهه جي ماهه پهرئين سومر تي انهيءَ درگاهه تي ميلو لڳائيندا اچن. پير شيخ قرهيي پانداريءَ جو پهريون قبو مريدن نهرايو هو، ٻيو پيرو قبو ميان غلام شاهه ڪلهوڙي نهرايو ۽ ٽيون پيرو هينئر وري مريدن جوڙايو آهي.

پير شيخ قرهئي پانداريءَ جي ميلي ختم ٿيڻ کان پوءِ ريٽين جا ميلا شروع ٿيندا آهن. مذڪوره درگاهه ڳنڍي جي ڊوري جي اُيرندي تان ٻن ميلن تي واقع آهي، پر ڳنڍي ڊوري جون ڊنيون جهڙوڪ: سانڊوهه، هميت ۽ رپڙ هن درگاهه جي بلڪل ٻن سڏن تي آهن. انهيءَ ڪري اِها درگاهه ڳنڍي جي ڊوري تي ساري سگهجي ٿي.

## (ج) ڪيناهه جو ڪـُن:

سنڌو درياءَ قديم وقت کان سنڌ کي سائو ستابو رکيو وينو آهي. ڪڏهن اُهو به وقت هو، جو سنڌو درياءَ ننگر پارڪر کان وهيو پاتال وٽ ٻن شاخن ۾ وڃيو ورهائبو هو. اُتان سنڌو درياءَ جي هڪ شاخ سڌو اولهه طرف رخ رکندي هئي، اُن جو نالو "ڪوري ندي" هو. اُن کي مقامي ماڻهو ڪوريءَ جي بدران ڪـُهري پڻ چوندا آهن. سنڌوءَ جي ٻي چاڙ، ڪڇ جي اُيرندي کان وهيو وڃيو سنڌو سمنڊ (عربي سمنڊ) ۾ پوندي هئي.

پاتال کان جيڪا شاخ ڪوريءَ نديءَ جي نالي سان اولهه طرف رخ رکندي هـُئي، اُن ۾ سنڌو نديءَ جون ٻيون شاخون جهڙوڪ: پراڻ، رڻ، پنيهل به اچيو ڪوريءَ نديءَ ۾ پونديون هـُيون، چوته اِها ندي سڌو اولهه ڏانهن وهندي هئي. ٻيون

سنڌو نديءَ مان اُتر ڪان ڏار ٿيل شاخون ڏکڻ طرف اينديون. اچيو ڪوريءَ نديءَ ۾ پونديون هيون. هونئن به سنڌو درياءَ اوير ڪان آهستي آهستي پنهنجا وهڪرا اولهه طرف پٽي ڪيا آهن ۽ موجوده وهڪري تي سن 1858ع ڪان پوءِ وهيو آهي.

ڪوري ندي جيئن اُلهندي ڏانهن وهندي ايندي هُئي، تيئن پهرين هن نديءَ سان پراڻ ندي گڏبي هئي، جيڪا به ڪوريءَ وانگر سنڌوءَ جي هڪ شاخ هُئي. ڪوري ۽ پراڻ جو پاڻي گڏجيو اولهه طرف روانو ٿيندو هو. ته ريڻ اچيو انهيءَ نديءَ ۾ پنهنجو پاڻي ڇڏيندي هئي. اجا ريڻ جو پاڻي ڪوريءَ جي پاڻيءَ سان گهورون هڻي مڪمل گڏ به نه ٿيندو هو. ته ايتري ۾ ڳني جو پاڻي اچيو ڪوريءَ جو سلامي ٿيندو هو. ڪوريءَ جو پاڻي ريڻ ۽ ڳني جي پاڻيءَ جي گهورن ۽ ڳڙگاٽن ڪي سمائڻ ۾ پورو هوندو هو. ته ايتري ۾ پنيهل درياءَ جو پاڻي به زور سان مست ڊڳي وانگر اچيو ڪوريءَ نديءَ جي پاڻيءَ کي ڏڪ هڻندو هو. پوءِ پنجن ندين جو پاڻي، جڏهن حل ٿيڻ لاءِ گهورون هڻندو هو. ۽ ينوَر (ڪُن، چڪر) نهندو هو. تڏهن نفسا نفسي هوندي هُئي. اِهوئي سبب هو. جو ڪيناهه جو ڪُن واپاري سامونڊين جي ٻيڙين لاءِ خيرخواهه ڪونه هوندو هو. ڪوري ۽ پراڻ نديءَ جي ڪڙڪاٽن ۽ موجن سان گڏ، ريڻ، ڳنو ۽ پنيهل درياءَ به موج ۽ مستيءَ ۾ ايندا هئا. پوءِ اُتي جيڪو خطرناڪ ڪُن پيدا ٿيو، اُن جو نالو وڏڙن "ڪيناهه" جو ڪُن رکيو هو. جنهن جو مطلب هو ته "ڪجهه به نه آهي." چوته اُتي جيڪو ٻيڙو پهچندو هو، اُهو "ڪجهه ناهي" جي حملي ۾ اچي ويندو هو. اُتان ڪجهه به سلامتيءَ جو سامان نه ملندو هو. تنهن ڪري اتان ڪوبه ڏاهو يا زوراور ملاح پنهنجا ٻيڙا ونيو نه ايندو هو. البت انهيءَ ڪُن مان بنهه ڪي ڪاريگر ملاح لنگهندا هئا. اُهي به سر جو آسرو پلي، پوءِ انهيءَ ڪُن ڏانهن منهن ڪندا هئا. پوءِ جيڪو اتان بچي ويو، سو ملاحن جو مور ليکبو هو. انهيءَ ڪيناهه جي ڪُن جو اڃ به وجود آهي. راوڙ جي ڏکڻ اولهه کان اِهو خطرناڪ ڪُن اڄ خاموش ٿيو بيٺو آهي. پر هُن ۾ اڄ به ايترو پاڻي آهي، جنهن جو ڏنگ ۽ ڇيهه اڃي ئي ڪونه ٿو.

اسان وٽ انهيءَ ڪُن لاءِ به آکاڻيون مشهور آهن: هڪ اها، ته دنيا جو پاڻي انهيءَ ڪُن ۾ اچيو ٿو ختم ٿئي. ٻي اها ته، سڪندر اعظم جا ٻيڙا هن ڪُن ۾ اچي ڦاٿا هئا. پوءِ هڪ سنڌي بزرگ جي مدد سان انهيءَ ڪُن مان جان ڇُٽي هيس. هڪ ٻي به آکاڻي آهي، اُها آکاڻي عراق جي سومرن جي

لکيتن مان ملي تي. گل گامش سومرو، پنهنجي هڪ وڏي "جيو سوڏريو" (زيوسودرا) جي ملڻ لاءِ وڏا وڏا ڪشالا ڪڍي ڪيناھ جو ڪُن لتاڙي، ارهي پٽيءَ جي مدد سان پنهنجي وڏي وٽ پهتو هو. اهي سڀ آکاڻيون ڪيناھ جي ڪُن سان وابستا آهن، جيڪي هتي شامل ڪيون ويون آهن.

**گل گامش ۽ ڪيناھ جو ڪُن:**

گل گامش اڄ کان ساڍا ٽي هزار ورهيہ اڳ، عراق جو حاڪم هو. پاڻ هڪ وڏو پهلوان هو. انهيءَ جي پهلوانيءَ کان عراق وارا تنگ ٿي پيا. ڪي قدر اُن جي خلاف هڪ ماڻهو انڪدو پيدا ڪيو، جنهن اچي گل گامش کي اک ڏيکاري. آخر انڪدو ۽ گل گامش يائر ٿي ويا. پوءِ اهي ٻئي پهلوان گڏجي هم بابا، ڏيوَ ڏار جي سنپاليندڙ کي لبنان ۾ مارڻ نڪتا ۽ ڪيس ماري موٽي آيا. انهيءَ فتح سبب "اشتار" عشق جي ديوي گل گامش تي عاشق ٿي پيئي. پر گل هُن مان وڏا عيب ڪڍيا. پوءِ "اشتار" هن کي ختم ڪرڻ لاءِ ديوتائن کي چوريو، پر ديوتا هن جي فائدي ۾ ويا. البت انڪدو کي موت جي منهن ۾ ڏنائون. "انڪدو" کي مرندو ڏسي، گل گامش کي پروسو بيهي ويو تہ جي انڪدو مئو آهي، تہ آءٌ بہ مرندس. انهيءَ موت کان رڳو هڪ ٻوبار توتو جو پٽ "جيو سوڏريو" بچيو هو، جنهن کي هميشہ جي حياتي ملي هُئي. هميشہ جي حياتي ڪيئن ملندي آهي، انهيءَ راز هٿ ڪرڻ لاءِ گل گامش دلمونءَ ڏانهن پنڌ پيو. چوتہ زيوسودرا (جيو سوڏريو) دلمونءَ ۾ اُتوءَ جي باغ ۾ رهيو ٿي. پوءِ گل گامش مشو جبل لتاڙي، سنڌو نديءَ جي ڪناري تي وينل شراب پياريندڙ سدوريءَ وٽ آيو. سدوريءَ هن کي ڏس ڏنو، تہ "ارهو" نالي هڪ پٽي زيوسودرا جو مهاڻو آهي، اُهو توکي اُتي وٺي وڃي سگهي ٿو، ٻئي ڪنهن کي سگهہ نہ آهي. آخر گل گامش "ارهي" پٽيءَ وٽ آيو. هن کي عرض ڪيو تہ مون کي منهنجي وڏي وٽ وٺي هل. پوءِ پٽيءَ هن کان هڪ سوُ ويهہ ڪاٺ وڍرايا. هرهڪ ڪاٺ 45 گز وڏو هو. انهن ڪاٺن کي وهيل مڇيءَ جي چربيءَ سان چينيو ويو. اُهي ڪاٺ ٻيڙيءَ تي رکي روانا ٿيا. ٽي ڏينهن ٻيڙي ائين ئي هلندي رهي. آخر ٻيڙي "آبِ - فنا"[1] جي ڪُن تي آئي. ڪيناھ جي ڪن وٽ جڏهن ٻيڙي پهتي، تڏهن ارهي پٽيءَ گل گامش کي چيو:" ٻيڙيءَ کي زور سان

[1] آب فنا جو ڪُن = ڪيناھ جو ڪُن (نظرثاني ڪندڙ)

هلاءِ ۽ ڪاٺين کي پاڻيءَ ۾ وجهه، پر پاڻي ۾ پُسڻ کان هٿ بچائج." پوءِ هدايتن موجب گل گامش پاڻيءَ ۾ ڪاٺ وجهندو رهيو. هاڻ گل گامش وٽ نه سڙهه سلامت رهيو نه ونجهه. پوءِ هن ڪپڙا لاهي انهن مان بادبان ناهيو ۽ پنهنجون بانهون سڙهه وانگر هلائي پنهنجي وڏي ڏانهن وڌيو. اهڙي طرح گل گامش ڪيناهه جو ڪُن ارهي پٽيءَ جي سهاري هيٺ لنگهيو ۽ هُو "جيو سوڏريو" وٽ وڃي پهتو، جو دلمون ۾ رهندو هو.

گل گامش ۽ جيو سوڏريو پاڻ ۾ گڏيا. هن پنهنجي وڏي کي عرض ڪيو، ته مون کي هميشه جيئڻ جو راز ٻڌاءِ. چوته، آءُ موت پر ڏاڍو ڊڄان ٿو. پر گل گامش هن کي چيو، ته مون کي جو هميشه جي حياتي ملي آهي، تنهن پنيان به هڪ وڏي ڳالهه لڪل آهي. جا ٿيو جو فرات تي نهيل شرو پاڪ نالي هڪڙو شهر پراڻو ٿي ويو. ماڻهن ۾ گناهه وڌي ويا. ديوتائن دنيا کي ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. مون کي "ايا" ديوتا ٻڌايو ته،"دنيا ختم ٿي ٿئي. تون ٻيڙي ناهه ۽ اُن ۾ سڀني نسلن جا جوڙا رک." پوءِ مون ائين ڪيو. آخر طوفان آيو. سڄو ملڪ ختم ٿي ويو. آءُ ٻيڙي هيٺ ڪري بچي ويس. اُن طوفان وقت سڀ ديوتا دانهون ڪرڻ لڳا. آخر ستين ڏينهن طوفان ۽ ڇُهو ختم ٿيو. دنيا ختم ٿي ويئي ۽ آءُ ويهي رُئڻ لڳس. منهنجي ٻيڙي جبل نصير تي وڃي بيٺي. اُتي مون ديوتائن لاءِ خيرات چاڙهي. سڀ ديوتا اچي ٻيڙيءَ تي بيٺا. پوءِ مون کي سڀني ديوتائن گڏجي امر ڪيو. ۽ فاني انسان مان ديوتا بنايو ۽ مون کي دريائن جي چوڙ وٽ رهايو. مون کي اها حياتي ديوتائن جي گڏ ٿيڻ جي ڪري ملي، پر تو لاءِ ڪير ايترو جنجهٽ پرائي، تنهن ڪري تون موٽي وڃ."

پوءِ گل گامش کي جيو سوڏريو هڪ ٻوٽو ڏنو، جو ڪائڻ سان، پوڙهو جوان ٿي ٿي ويو، پر واٽ ۾ اِهو ٻوٽو به گل گامش کان هڪ نانگ ڪائي ويو، ۽ گل گامش جهڙو هو، تهڙو موٽي عراق پهتو. ۽ اِهو داستان وڃي هڪ جبل تي لکت ۾ اُڪيري اُتاريائين.

### 3. سڪندر اعظم ۽ ڪيناهه جو ڪُن:

جڏهن سڪندر اعظم دنيا جي فتح ڪرڻ جي خيال کان نڪتو هو ۽ عراق- ايران فتح ڪرڻ وقت هُن کي اُتي جي عالمن ۽ ڏاهن کان آب- حيات، جي باري ۾ معلومات ورتي هئي. آب حيات جي ڳالهه هُن پنهنجي استاد ارسطوءَ کان ٻڌي هئي، جيڪا هُن ڪنهن پراڻي ڪتاب ۾ پڙهي هئي. عراق ۽

ايران وارن بزرگن سڪندر کي ارسطوءَ جي ڳالهه لاءِ يقين ڏياريو هُئو، تہ ”برابر آب حيات جو چشمو سنڌ ۾ ڪنهن هنڌ آهي، ۽ خيال آهي تہ اهو چشمو دريائن جي ڇوڙ وٽ هڪ خطرناڪ ڪُن ڪان پوءِ ڪنهن جڳهہ تي واقع آهي.“ پوءِ جڏهن سڪندر پنهنجيءَ فوج جي مخالفت هوندي بہ سنڌ ۾ پهتو، جتان سنڌونديءَ مان ٻيڙين جي رستي پاتال وجي پهتو. پاتال وٽ سنڌو درياءَ ٻن حصن ۾ ٿي ٿيو. هڪ مانيٺو پاسو هو، انهيءَ ۾ سفر آسانيءَ سان ٿي سگهيو ٿي. اهو پاسو ڪڇ جي اُپرندي تان ٿيندو، وڃيو وڏي سمنڊ ۾ داخل ٿيندو هو. سنڌو درياءَ جو پاتال کان ٻيو وهڪرو سڌو اولهہ ڏانهن ٿي ويو. اهو وهڪرو ڪوري نديءَ جي نالي سان مشهور هو. مقامي ماڻهو انهيءَ نديءَ ۾ سفر ڪان لهرائي رهيا هئا. انهن ڪان جڏهن يونانين انهيءَ پاسي سفر ڪرڻ جي معلومات ورتي ٿي، تڏهن نتائي ويا ٿي. سڪندر کي يقين ٿيو، تہ آب حيات جو ڏس انهيءَ ڏکائيءَ ڪان پريان ٻيو تہ پوندو، نہ تہ اهو قصو ئي ڪوتو ليکبو. آخر سڪندر هڪ سنڌي بزرگ نالي سامي ڪيلا ناٿ کي وڃي هٿ ڪيو. جنهن سڪندر کي ٻڌايو، تہ ”اي بادشاهہ! اها ڪوري ندي آهي. اسان ”ڪورو“ اُن کي چوندا آهيون، جنهن تي ڪجهہ بہ نقش ٿيل نہ هجي. ”ڪوري نديءَ“ تي ٻيڙين جو ڪوبہ نشان ٿيل نہ آهي. ڇوتہ اها ندي ڇاڙيءَ ۾ خطرناڪ ڪُن رکي ٿي، اُن ڪُنَ مان بچڻ ڪو سولو ڪم نہ آهي، تنهن ڪري اتان ڪوبہ ٻيڙياتو نہ ويندو آهي.“ سڪندر کي سامي ڪيلا ناٿ سڀ ڳالهہ ٻڌائي، تہ هُن جو اشتياق اڃا بہ وڌيو. هن پوڙهي ڪيلي ناٿ جي ڏاڍي خوشامد ڪئي. ايتري ۾ سڪندر اعظم جو سپهہ سالار ”هما استن“ پاتال ۾ درياءَ جي مطالعي لاءِ جيڪا ڄاڻ حاصل ڪئي هُئي، تنهن ڪان بادشاهہ کي واقف ڪيو. سيني جو اهو فيصلو هو، تہ ڪوري نديءَ رستي سڪندر کي سفر ڪرڻ نہ ڏبو، خود پاتال جي حاڪم ميرس جيڪو سڪندر جو سڄو دوست هو، تنهن بہ هُن کي ڪوريءَ نديءَ مان سفر ڪرڻ جي منع ڪئي. پر سڪندر پنهنجي ضد تان نہ لٿو. آخر ڪيلي ناٿ کي هُو پاڻ سان هلڻ لاءِ آماده ڪري ويو. ڪي وفادار غلام بہ هلڻ لاءِ تيار ٿيا. آخر سڪندر جو ٻيڙو ۽ نوڪرن چاڪرن جا ٻيڙا سامي ڪيلا ناٿ جي رهبريءَ ۾ روانا ٿيا. اُها ڪوري ندي، جنهن تان ٻيڙيءَ جو ڪڏهن بہ ليڪو ڪونہ پيو، اُن تان سڪندر اعظم پنهنجن وفادار يارن ۽ نوڪرن سان اڳتي وڌي رهيو هو. اڳيان ڪوريءَ نديءَ ۾ ٻراڻ درياءُ داخل ٿي رهيو هو. انهيءَ جي تڪ

۽ گهورن سڪندر جي ٻيڙين کي سنئو جنجهوڙيو. سڪندر سمجهيو، تہ اهو ڪيناهہ جو ڪُن آهي. پر هن ڏٺو تہ هن جو رهبر سامي ڪيلا ناٿ اطمينان سان وينو هو. سڪندر کي اُتاولو ڏسي چيائين، تہ "اي ڏاها بادشاهہ، توهان غلط سمجهيو آهي. اجا ڪيناهہ جو ڪُن پري آهي." خير هي انهيءَ پراڻ جي ڪشمڪش مان جند ڇڏائي اولهہ طرف روانا ٿيا. اجا تورو ٻيڙا اولهہ طرف ٿيا تہ ٻيڙا پاٽيهي اولهہ طرف تڪا وڃڻ لڳا. اهو غير معمولي نمونو سيني کي حيرت ۾ وجهڻ لاءِ ڪافي هو. سڪندر کي سندس بحري معلم ڪيلي ناٿ ٻڌايو تہ، "اجا ڪيناهہ جو ڪُن پري آهي، پر اُن جي ڇڪ وڏي ويئي آهي." پوءِ تہ ساعت بہ ساعت ٻيڙا اولهہ طرف بنهہ تڪا تڪا وڃڻ لڳا. پريان ڪڪرن وانگر پاڻي مٿي ٿي ڏسڻ ۾ آيو، ۽ اُهو پاڻي ڦريو پئي. سامي ڪيلا ناٿ سڪندر کي ٻڌايو تہ، ڪيناهہ جي ڪُن جو اهو ٻاهريون مانيٽو ڪنارو آهي. اندر تہ بنهہ وڏيون گهورون ۽ لهرون آهن. سڪندر اهو حال ڏسي ڏاڍو ڊنو، پر سامي ڪيلا ناٿ چيس تہ: "هاڻ ڊڄڻ اجايو آهي. ڇوتہ اسان جا ٻيڙا ڪُن جي ڇڪ ۾ آهن. اسين هاڻ حڪمت عمليءَ کان سواءِ بچي نٿا سگهون. ڪيلي ناٿ پوءِ سڀ ٻيڙا لوهہ جي زنجيرن ۾ گڏ ٻڌايا. ايتري ۾ مذڪوره ڪُن جا دهشت ناڪ آواز ڪَنين پوڻ لڳا. هنن ٻيڙا ٻڌي دنگ ڪيا، تہ سندن ٻيڙا اولهہ طرف وڃڻ جي بدران اُتر طرف هلڻ لڳا ۽ پوءِ وڃي ريڻ جي پاڻيءَ سان ٽڪريا، اجا ريڻ جي پاڻيءَ هنن جي ٻيڙين کي ڏکڻ طرف ڌڪيو، تہ ايتري ۾ وري بہ هنن محسوس ڪيو تہ، اسان اُتر کان اولهہ طرف وڃي رهيا آهيون. پوءِ هنن جي ٻيڙن کي ڳني جي پاڻي تورو تيلهي اندر ڪيو. هو ڪجهہ ڪُن اندر ٿيا ۽ گهيري ۾ ويندي تورو اولهہ طرف ٿيا، تہ پٽيهل درياءَ جي پاڻيءَ ڪجهہ ڌڪو ڏنن ۽ هو اندرئين گهيري ۾ اچي ويا، پوءِ هنن محسوس ڪيو، تہ اسان ڏکڻ کان اوير، اُتر ۽ اولهہ طرف گول نموني ۾ ڦري رهيا آهيون. يونانين جا ساهہ اندر نہ ٻاهر هجن. سامي ڪيلا ناٿ پاڻ کي سنڀالي رهيو هو ۽ يونانين کي بہ همٿائي رهيو هو. آهستي آهستي يونانين جو هي ٻيڙن جو ميڙ ويو پنوَر کي ويجهو پوندو. ٻاهريون لهرون ۽ گهورون هن ٻيڙن جي ميڙ کي اندر ڌڪي رهيون هيون. آخر گول چڪر ڪائي ڪائي هي ٻيڙن جو ميڙ اُتي پهتو، جتي گول چڪرن جو پورو وچ هو. هاڻي سامي ڪيلا ناٿ هڪ يونانيءَ کي جهلي اُن جي ٽنگ ۾ زنجير ٻڌي ۽ اُهو ڪٽي پاڻيءَ ۾ اُڇليو. هي ڳنڊيل ٻيڙيون پنوَر (ڪُن) ۾ پوڻ واريون هيون ۽ مهاڳ واري ٻيڙي ذري گهٽ منهن پنوَر طرف ڪرڻ واري هئي. ايتري ۾ اُن يونانيءَ کي ڪا وڏي آفت ڇڪي

